


ايڊيٽر:
فقير محمد ڍول

ايڊيٽوريل بورڊ:
نصير مرزا
آسي زميني
موهن مدهوش
الطاف ملڪاڻي
عامر سيال

پبلشر:
فقير محمد انڙ

باني پيامي:
وفا مولا بخش
هدايت الله ڍول

ٽائيٽل ڊزائين:
فتاح هاليپوٽو

ائڊورٽائزمينٽ مئنيجر:
ثناءُالله سومرو

مُلهہ: 50.00
ساليانو:600.00
(ڪوريئر ٽپال رستي)
پاڪستان کان ٻاهر:
قيمت: US$6
ساليانو: US$60

ABC
CERTIFIED
Registered No.1175

# امرتا

مهينو: مئي 2009ع شمارو:89

## ساليانا خريدار

ادل سومرو اياز گُل، اڪبر سومرو الطاف شيخ، الطاف آگرو امر ساھڙ، ارباب علي احمد دل، اخلاق احمد لغاري، اخلاق انصاري، ادريس جتوئي، اڪبر ڏامراھ امتياز حسين نوحپوٽو ايم. بي پيرزاده. ابراهيم ڪوسو اسلم مري، احمد بخش ناريجو اسد چاچڙ الطاف حسين باگراڻي، الطاف آگرو انور ساگر ڪانڌڙو اڪبر ايس. مگريو الاهي بخش اُجڻ، آصف منياڻوي، آصف اصغر پنھور آڪاش عامر، بشير احمد ڪلوڙ بخشڻ مهراڻوي، پروين ڪاظمي، پير عبيد راشدي، پروفيسر شمشاد سومرو پروفيسر علي حسن خاصخيلي، پروفيسر مهرالنساء لاڙڪ، پروفيسر فريده ياسمين پنھور، پروفيسر نور افروز خواجه پروفيسر نور احمد. جنجهي، پروفيسر يعقوب چانديو پروفيسر نور محمد شاھ پيار علي سنڌي، پرھ سونھن، پريت گهمرو تولا رام سونھڙ دائود نظاماڻي، روچي رام، رابعه نثار تنيو رفيق سومرو رخسانه پريت، رخسانه ميمڻ، رسول بخش درس، روحل حسن درس، رحيم داد جوڳي، رجب ٻگهيو رزاق سهتو زيب نظاماڻي گل شير گل راڄڙ، گلاب راءِ، جبار ملاح، جبار بوزدار، حفيظ باغي، حسنين بروهي، خادم ڪلوئي، جاويد مرتضيٰ ڏاڏاهي، جعفر جيم، جمن احمداڻي، خليل مورياڻي، ڊاڪٽر اسحاق انصاري، ڊاڪٽر مقبول مارو ڊاڪٽر امبا رام، ڊاڪٽر هرچند راءِ، ڊاڪٽر قاضي،خادم، ڊاڪٽر حبيب الله صديقي، ڊاڪٽر مشتاق ڦل، ڊاڪٽر الطاف بخاري، سميع بلوچ، سجاد مرتضيٰ ڏاڏاهي، سلطان خواجه سهيل ابڙو سيد صابر شاھ شبانه سنڌي، شنڪر لال، شمشاد مرزا. شبير جوڳي شير محمد هاليپوٽو صادق لاشاري، صوفي شوڪت، ضمير ڏيسي، ظهير زرداري، ظهور احمد، عبداللطيف صديقي، علي محمد ملاڻو عرفان علي انصاري، عابد مظهر، عبدالله جيسر، عارف پاشا، عبدالرحيم عبد ڪنير، علي محمد چنا. علي محمد سولنگي عابد عزيز ميمڻ. عبدالقدير عباسي، عبدالحميد، عنايت انڙ، عطا محمد خاصخيلي، عدنان هاليپوٽو غلام حسين لُنڊ، غلام نبي سومرو غلام مرتضيٰ ڪالرو غلام محي الدين قريشي، غلام علي لاڪاڻيو فضل قادر قلباڻي، فضا غزل، فدا سنجراڻي، فتح الله صديقي، فراق هاليپوٽو فياض ڏاهري، فهيم ڪبول، ڪاشف صديقي، ڪوثر برڙو منظور قريشي، مراد علي مرزا. محمد ملوڪ انڙ، محمد رفيق سپيو مصري لڏاڻي، محبوب مصور سومرو مخمور بخاري، مير بهادر ٽالپر، مير محمد پيرزادو محمد شريف حاجاڻو مشتاق بخاري، مير حاجن پنھور، محبوب جوڻيجو مجيب الرحمان شر، مير بيتاب پريو مور مغيري، ممتاز احمد جکرو منور سلطانه قريشي، منصور قادر جوڻيجو منير پنھيار، مانڪ ملاح، نياز نديم، نصرت حسين مگسي، نواز سومرو نياز ڀهراڻي، نياز خالدي، نواب، ذوالفقار علي جلباڻي، ذوالفقار ڪانڌڙو ذوالفقار علي ميمڻ، ياسين جوڻيجو ۽ ياسمين نظاماڻي.


ڪمپوزنگ:

ڪيشو ڪمار اجي مکواڻا
۽ ونود ڪمار

هيڊ آفيس:

9- ربي چيمبر ڪورٽ روڊ،
حيدر چوڪ، حيدرآباد

مواد لاءِ:

پوسٽ باڪس نمبر:64،
جي پي او حيدرآباد



اِي ميل:
amerta_mag@yahoo.com
فون نمبر: 0300_3085130
022_2721172


## امرتا جي ملڻ جا هنڌ

- ريحان برادرس، مشتاق نيوز ايجنسي، لائين پار نوابشاهه
- اقبال نيوز ايجنسي، نزد ريلوي اسٽيشن ميرپورخاص
- زبير بُڪ اسٽال ملن... ٽاپ، ٽنڊوالهيار
- امداد ساعش بخاري، گورنمينٽ پرائمري اسڪول، پليجاڻي اسٽيشن
- امين اُڏيرائي، اسٽيشن اُڏيرو لال، تعلقه و ضلع مٽياري
- هوش محمد ڀٽي، سيڪريٽري جنرل، س ا س شاخ باڊهه
- دليپ ڪوناري، رابيل ريسورس سينٽر، مٺي
- پير بخش صابر، شيدي محلہ وارڊ نمبر- 1، ٽنڊوباگو
- ڊاڪٽر جاويد خاصخيلي پرڏان ڪيلنڪ، اسٽيشن روڊ ٽنڊوالهيار
- سرمد بروهي، پوسٽ آفيس فريد آباد.

سول ايجنٽ:

الحبيب نيوز ايجنسي حيدرآباد


هي رسالو ڊول فقير فائونڊيشن پاران الائيڊ پريس حيدرآباد وٽان ڇپائي گاڏي کاتو حيدرآباد مان پڌرو ڪيو ويو.

سنڌي ادب جي منفرد ترين، بيباڪ،
بي بدل ڪھاڻيڪار، ڊراما نويس،
شاعر، صداڪار، مقرر ۽ خوبصورت انسان

**قمر شھباز**

جي لاڏاڻي تي، ’امرتا‘ جي ھن شماري جا،
سڀ صفحا، سوڳ ۾ سياھ پوش آھن.

سوڳوار: امرتا ست

جنم: 13 ـ اپريل، 1938ع
وصال: 5 ـ مئي، 2009ع

سنڌو تنهنجي لهرَ لهرَ ۾ منهنجا گيتَ سمايا،
تنهنجي ڇولين ۾ جا ڇلڪي سا ئي منهنجي ڇايا
_ قمر شهباز

پيارا فقير،

هي ڪتاب "نروار" موڪليان ٿو.
'واگهه نڪ' واري رهيل صفحو الڳ سان موڪليان ٿو.
نمبر نامي هاڻي ڇپائيندو. بهرحال توکي تڪليف ڪري پروفن تي
ڪجهه وڌيڪ ڌيان ڏيڻو. ڪڏهن افسانن کي ڪجهه زياده نظر نه ڪو وٺي هئي.
هڪ طرف صفحو غائب ۽ ٻئي طرف ڪجهه سٽون رهجي وييون هيون.
صفحن وارو ڏوهه مون اڏواڻي صاحب سان ٻه آهيان. مون موڪليو ٿي ڪونه
مون کي اوهان ٻنهي چيڪ ڪرڻ جا گهڻا ڄاڻيو.

قمر شهباز
4.1.2009.

[قمر شهباز جا هٿ اکر]

# هن پرچي ۾:

قمر شهباز جي ياد ۾
اوهان جي ڀڃا ڻان
**فقير محمد ڏول**
7

قمر شهباز جون ڪهاڻيون
ڏاڏي آدم جو سوال
13

رئيس جي پُراسرار بيماري
18

آتم ڪٿا
ڪتابِ زندگيءَ جا ورق
**پروانو ڀٽي**
24

سارو ڻيون
دل جي دفتر مان
**قاضي خادم**
34

ساروڻيا
اسين ڏاڍو ڪڏهن ڪلندا هئاسين
**محمود مغل**
43

فن ۽ شخصيت
برڪت علي آزاد جون سياسي...
**تهذيب الاسلام رضوي/**
**انجنيئر عبدالوهاب سهتو**
63

ساروڻيا
اسين ڏاڍو ڪڏهن ڪلندا هئاسين
**محمود مغل**
43

سفرنامو
ڪيڏو ڏور ۽ ڪيترو ويجهو
**گوبند پنجابي**
77




شاعري
**امداد حسيني، ادل سومرو، محبوب سروري، عنايت بلوچ، طارق عالم، فوزيہ بانو، ابراهيم منشي، آڪاش عامر، ايوب کوسو، حفيظ باغي، مخمور بخاري، رخسانہ پريت، گل کونڊر، امير ميرواهي، مختيار سهتو، امين اڏيرائي، مهرالنساء لاڙڪ، عابد مظهر اطهر منگي ۽ پيا**
93

ايران جو سفرنامو
الطاف شيخ
113

تاريخ
تاريخ سبق سيکاري ٿي
روچي رام
83

يادگيريون
سنڌي ادبي سنگت ۾ ڪي يادگيريون
اياز گل
89

پيتا
امان صالحان جي وڇوڙي تي
وسيم سومرو
108

مضمون
لڪت: ذات جي ديوار تي
زاهد امروز/مراد علي مرزا
118

سداچار جو تياڳ
پروفيسر نامديو تاراچنداڻي
122

سنگيت جو سونهون شاعر: سوز...
ڪوثر هالائي
124

نماڻو سنڌي: سونهن، سچ ۽ فطرت...
پروفيسر شمشاد احمد سومرو
128

سونهن، سنڌ ۽ سيف بخاري تنها
عزيز ڪنگراڻي
118

ناوليٽ
ڪماچ
اڪبر سومرو
141

ڪهاڻيون
نمبر 33
ڊاڪٽر حبيب الله صديقي
150

ٻارڙو
منشي پريمچند/مقصود گل
151

ٽوبا ٽيڪ سنگهه
سعادت حسن منٽو/ميرزا دبير
158

ٻه مختصر ڪهاڻيون
مقبول مارو
165

جهرڪيون سڀ اڏامي ويون
نصير ڪنڀر
166

اڀياس/تبصرا/رپورٽ
ريت جي آڪاس ۾ ڌرتيءَ جي کوج
رڪيل موراڻي
171

ڪيئن وساريان ويڙهيچن
مهرالنساء لاڙڪ
175

شعر سهارو ٻڌيا
شاهد حسين عمراڻي
178

ڪتابن جو عالمي ڏينهن
مصطفيٰ نانگراج
185

خطءِ رايا
امرت نامو
181

# اوھان جي پُڇاڙُان

[قمر شهباز جي ياد ۾]

●

## فقير محمد ڍول



مون کي اها سُڌ ئي ڪانہ هئي تہ آگسٽ 2008ع ۾ پياري عامر سيال جي معرفت سنڌي ٻوليءَ جي ناماياري ليکڪ، شاعر ۽ ڪهاڻيڪار قمر شهباز سان جيڪو سنگ سياڪو جُڙيو هو سو ايترو اويرو ٽُٽي، واريءَ جيئن هٿن مان وهي ويندو. هُن 'امرتا' ۾ لکڻ لاءِ ها ڪئي ۽ زندگيءَ جو اهو آخري عرصو هُن سنڌ ۾ صرف 'امرتا' ۾ ئي لکيو ۽ جنهن تي هُن کي proud پڻ هو جنهن جو هُن مون سان اظهار بہ ڪيو تہ 'امرتا' مون کي هڪ دفعو وري نوَن ۽ پراڻن پڙهندڙن جي آڏو آندو آهي. هُو انهيءَ آگسٽ 2008ع کان اپريل 2009ع تائين مسلسل 'امرتا' ۾ لکندو رهيو ۽ هن مهل بہ سندس بہ ڪهاڻيون 'ڏاڏي آدم جو سوال' ۽ 'رئيس جي پراسرار بيماري' مون وٽ موجود جيڪي 'امرتا' جي هن شماري ۾ شامل آهن ۽ شايد اهي سندس آخري ڪهاڻيون هجن يا متان سندس ٽيبل تي ڪي ٻيون لکيون بہ سرجيل هجن. جو هن مون سان واعدو ڪيو هو تہ تون رڳو 'امرتا' ڪهاڻيون ڇپيندو وڃ، آءٌ 'امرتا' لاءِ ڪهاڻيون لکندو ويندس. آخري دفعي هُن فيبروري 2009ع ۾ مون کي هڪ ئي وقت ٽين ٻن ڪهاڻين سميت ٽي ڪهاڻيون لاڳيتيون موڪلي ڏنيون (ٽينءَ ڪهاڻيءَ جو نالو 'جڏهن بيت تنهنجا رُنا ها پتائي' هو جيڪا امرتا جي اپريل 2009ع واري شماري ۾ ڇپي آهي.) هُن مون کي فون ڪري چيو تہ ڪهاڻين جي پرواهہ نہ ڪج، وٽئي تہ ٽيئي ڪهاڻيون هڪ ئي وقت گڏ ڇپي ڇڏ، ٻئي پرچي لاءِ ٻيون ڪهاڻيون موڪلي ڏيندس.

15 اپريل تي هُن موبائل تي مون سميت پنهنجن حيدرآباد جي ڪيترن ئي دوستن جن ۾ شوڪت شورو حميد سنڌي، غلام نبي مورائي، تاج جويي کان ڀاءُ نصير مرزا تائين مڙني يارن کي ميسيج ڪيو هو تہ آءٌ سياڻي حيدرآباد اچان ٿو ۽ ڀاڻ ملنداسين.

16 اپريل تي هُن ٻڌايو تہ هُو اچي ويو آهي، ۽ هُن نصير کي ٻڌايو آهي تہ هُو ڪٿي رهيل آهي، سو اوهان (نصير ۽ فقير) ٻئي اچي مون سان ملو. هُن کي ڏنل وقت تي وڃي ڪونہ سگهياسين. مقرر وقت جي ڪلاڪ ٻہ گذرڻ کان پوءِ تاج مون کي فون ڪئي تہ 'فقيرا! ڪٿي آهين؟ قمر شهباز تنهنجو ۽ نصير جو انتظار پيو ڪري.'

چيومانس، 'ڪنوينس نہ هجڻ ڪري اسان وٽس وڃي ڪونہ سگهياسين.'

وراڻيائين، 'يار مون کي ٻڌايو ها، تہ گاڏي موڪلي ڏيانوَ ها.'

چيومانس، 'اها خبر ڏاڍي دير سان پئي، هاڻ تہ آءٌ واپس ٽنڊي ڄام پيو وڃان.'

۽ پوءِ ساڳي گهڙيءَ نصير فون تي ٻڌايو تہ، تاج هُن کي بہ هاڻ هاڻ فون ڪئي آهي ۽ ٻڌايو تہ قمر شهباز اسان جي انتظار ۾ وينو آهي.

بهرحال هُن سان ملاقات لکڻي جي ليک موجب ڪو ٽيٽي ئي آچر ڏهاڙي 18 اپريل تي هئي، سا ٿي. اهو هُن سان پهريون پيرو مُکا ميلو ٿيو هو (۽ افسوس! اها ئي آخري ملاقات ثابت ٿي.) هُو غلام نبي موراڻيءَ جي نيرون ڪوٽ ۾ رهيل هو ۽ مون سان ملڻ تي چاهيائين پر مسئلو اهو هو جو مون ڇٽ جو اهو نيرون ڪوٽ ڏٺل ڪونہ هو ۽ هُن سان وزي حالت اها جو چئي پيو تہ 'مون کي تہ يار حيدرآباد جا رستا ئي وسري ويا آهن. ڪجهہ دير پهرين نصير سان ملڻ لاءِ ريڊيو اسٽيشن حيدرآباد لاءِ نڪتو هئس، پر حالت اها جو ريڊيو اسٽيشن تي پهچڻ بجاءِ شهر ۾ سرگس ڪندو رهيس، نيٺ پڇائي پڇائي وڃي پهتس. سو هاڻ تو وٽ گاڏي ڪاٿي ڪيئن پهچان، وري رستا ڀلجي ڪنهن ٻئي پاسي نڪري ويندس ۽ گرمي بہ گرمي آهي.' اهڙيءَ حالت ۾ هُن فون تي ڳالهائي طئہ ڪيو تہ 'آءٌ توکي پِڪ ڪرڻ لاءِ نيرون ڪوٽ کان ويندڙ واڌو واهہ وارو سڌو رستو وٺي شهباز بلڊنگ تائين اچان ٿو تون شهباز بلڊنگ تائين پهچ' ۽ شهباز بلڊنگ تائين پهچڻ منهنجي لاءِ بہ مسئلو ڪونہ هيو. آءٌ رڪشي تي چڙهي واڌو واهہ روڊ تي پهتس تہ هڪڙي وڏي ڪار کي روڊ جي سائيڊ کان بيٺل ڏٺم. بنا بريڪ هليو ويس ڪار ڏي ۽ ڊرائيور سائيڊ جي ڪاٻي پاسي کان ڪار جو در کولي اندر وينس تہ ڪار مان ٻرئين پاسي منهنجي ڳولها ۾ نهاريندڙ قمر شهباز هلڪو ڇرڪ ڀريو تہ هيءَ ڪير ڪار جو در کولي اندر گهڙي آيو آهي! سندس حيرت کي پاسيرو ڪنديءَ مُرڪي ساڻس هٿ ملايم تہ سمجهي ويو تہ آءٌ ڪير آهيان؟ چيئين، 'گاڏي ڪيئن سڃاتئي؟'

چيم، 'انتظار ڪرڻ وارا روڊ تي ائين ئي بيهندا آهن.'

جواب ٻڌي مُرڪي پيو.

نيرون ڪوٽ پهتاسين تہ هن اتي موجود خانسامان کي ڪمري ۾ گهڙڻ کان اڳي ئي آرڊر ڪيو تہ خان! ايي تم چائي بنا ڪي لاؤ هم دونون ياني پيئينگا، ٺيڪ هي!

- ۽ پوءِ ڪمري ۾ تا وڃي ويهون ۽ هڪٻئي کان خوش خيرعافيت پڇون ٿا. بعد ان جي هُو مون کان 'امرتا' جي ڪم ڪار جو پڇي ٿو تہ، 'ڪيئن ٿو ڪم ڪرين، 'امرتا'

ڪي اشتهار ڇپجي نٿا ملن. ڇڱو ان سلسلي ۾ آءُ بہ ڪوشش ڪريان ٿو. مارڪيٽنگ جي حوالي سان مورائي صاحب سان بہ مشورو ڪريان ٿو جو هُن کي 'مهراڻ' چينل هلائڻ جي ڪري مارڪيٽنگ جو سُٺو تجربو آهي ۽ ان کان سواءِ آءُ آفتاب ابڙي سان بہ ڳالهايان ٿو تہ هُو بہ ان سلسلي ۾ اوهان جي مدد ڪري' ۽ هيڏانهن آءُ وري ڪانئس 'امرتا' ۾ سندس ڇپجندڙ ڪهاڻين جي حوالي سان ذاتي فيڊ بئڪ جي پڇا ٿو ڪريان تہ ٻهڪندي ٻڌائيئين، گهڻو پيار... گهڻو اڄ آچر جي ڪري حميد سنڌي صاحب جي بزمِ روح رهاڻ ۾ ۽ جمعي تي تاج جويي وٽ ادبي سنگت جي اجلاس ۾ مڙني پاسي قمر شهباز... قمر شهباز جو پڙاڏو هو ۽ اهو سڀ يقينن 'امرتا' جي ڪري ئي هو.' اسان جي اها ڪچهري ڪو ڏيڍ بہ ڪلاڪ هلي ٿي ۽ ان کان پوءِ مجلس برخواستہ هُن وري ڪار ڪڍي، آءُ بہ ساڻس ويٺس. هُن ڪار جو شيشو لاٿو ۽ پناڻ ڪي سڏ ڪري چيو 'خان ايي هم ڪل آئينگا. مورائي صاحب پُوڇي تو اُس ڪو بتادينا. ڪمرا يلي بند ڪردو.' ۽ پوءِ هُن مون کي ساڳيءَ جاءِ تي يعني شهباز بلڊنگ وٽ اچي لاٿو. ۽ منهنجي لاءِ ڪيڏو نہ اعزاز تہ قمر شهباز جهڙي سنڌي ادب جي سرموڙ ليکڪ مون فقير فُقرا کي پڪ ائنڊ ڊراپ ڪيو.

هُن پنهنجي ڪهاڻي 'تياڳ' ۾ هڪڙي ڪردار لاءِ لکيو 'پاڻ ڪروڙ پتي هوندي بہ ڪنگلو هو. پنهنجي مُنهن ڳالهائيندو هو ۽ ٻاٽلي پيءِ پاڻ تي روئندو هو. اندر ۾ ڇا وهندو واپرندو هوس، سو فقط هُو ئي ڄاڻندو هو.'

سوچيان ٿو ڪهاڻيءَ ۾ موجود اهو ڪردار ڪير هو؟ ڪٿي هُو پاڻ ئي تہ اهو ڪردار ڪونہ هيو؟ اهو ان ڪري ٿو چوان جو منهنجي ساڻس هر پيري سندس ڪهاڻين تي گفتگو ٿيندي رهندي هئي. مون سندس ڪهاڻي 'نرواڻ' تي بہ ساڻس ڊسڪس ڪيو هو ۽ ان جي ڪردارن جو جڏهن ساڻس ذڪر ڇيڙيو تہ هُن مون کي ٻڌايو اهي مڙئي ڪهاڻيون منهنجون پنهنجون آهن ۽ سمورو سچ سمايل آهي انهن ۾، سواءِ ڪنهن ٿوري گهڻي گهڙاوت جي.

نصير هُن جي وڇوڙي جو ٻڌي پهريون فون ئي مون کي ڪيو ۽ چوڻ لڳو 'فقير، هي ڇا ٿي ويو يار، هُو تہ هشاش بشاش هو. ائين ڪيئن اوچتو ئي هليو ويو. يلا هُن کي پسڻ پئجي ويا هئا ڇا. جو هُو ائين حيدرآباد دوستن ڏي هليو آيو ۽ لاڳيتو چار پنج ڏينهن سنڌ الاجيءَ ۾ ويهي پنهنجا ڇپيل ليک ڳوليندو رهيو تہ جيئن انهن کي ڪتابي صورت ۾ سهيڙي سگهي.' مون ٻڌايومانس تہ پاڻ چئي پيو تہ 'جيڪو مواد وڃائجي ويو سو تہ ڇُٽو. پر جنهن جي ملڻ جي پڪ اٿم سو بہ سهيڙبو تہ گهٽ ۾ گهٽ تيهہ ٽيهہ ڪتاب ٿي پوندا.' وري نصير هُن جو ميسيج ٻڌايو تہ انهيءَ ڏينهن هُن سان نہ ملي سگهڻ ڪري هُن ٻئي ڏينهن مون کي ميسيج ۾ لکيو هو 'نصيرَ، ڏاهو ٿي، مون سان مِلُ!'

هُو سنڌي ڪهاڻيءَ جي ڳوٺڙي کي ڏنل ڪوٽ هو. هُن جي وڃڻ سان اُهو سنڌي ڪهاڻيءَ جو ڪوٽ ڪِري ڇُڪو. هُن سنڌي ادب لاءِ سونَ جو ڪم پئي

ڪيو. جتي لوهہ جو ڪم عالَ جالَ هجي، اُتي سونارڪي ڪم جو قدر تہ اچا ئي وڌيڪ ۽ اهم آهي. قمر شهباز ڪڏهن ڪونہ وسرندو. هُو سنڌي ادبُ جو سرمايو هو. قمر شهباز جو ڪم سندس اوچي قد جيئن اوچو آهي ۽ اهو طئہ آهي تہ سنڌي ادب ۾ ٻيو قمر شهباز ڪونهي. هُن کي پنهنجي ڪم تي اهڙو مُلڪو حاصل هو جنهن کي ماپي نٿو سگهجي.

'سَئن هنيائون سُجَ ۾،
ڇڏي در تہ گهٽان،
جيڪي رب کي وٽيان،
جن جي مُنهن ۾ مٽيان،
جوڳي ٻيا بہ گهٽان،
سامي ٻيا بہ گهٽان،
پينرڙيءِ منهنجو لکيو لاهُوتين سان!'

پنهنجي ڪهاڻي نرواڻ ۾ لکيو اٿئين:
" 'هليو ويندو ماڻهو، پوءِ ياد ڪندين!'
هاڻي تہ هليو ئي ويو سيني جي زندگيءَ مان هميشہ جي لاءِ.
بي جان، بي زبان، بي نُور پاڇا، هجوم ٿاهي مِڙندا ويا آڊيٽوريم ۾. ميڻ جا ماڻهو نہ کليا نہ مليا، نہ نچيا نہ ٽپيا، نہ سُرباٽ ئي ڪيائون. صرف رِجندا ئي رهيا. ڪاري سورج جي ڪاڙهي ۾. ٽيپو ٽيپو ٿي ڳرندي رهي سندن خوشين جي سموري ڪائنات.
تڏهن احساس ٿيم تہ هالُ لاشن سان ستجي ويو آهي ۽ منهنجي پير ۾ پٿر جي آسما ويٺي آهي ۽ سامهون اسٽيج تي ڪوئي دعا جا هٿ ڦهلائي، آلين اکين ۽ پريل آواز سان وچڙيل روح جي ابدي سڪون لاءِ ٻاڏائي رهيو آهي.
تڏهن دل جو شهر ڍهندو محسوس ڪيمءِ ڇيهي جي آخري چيخ ٻڌندي لڳم ۽ دور ديوار جي دز منجهان اوچتو ماسات جو مرڪندڙ چهرو جهاتيون پائيندو نظر آيم.
هال تي سڪتو طاري ٿي ويو. دعا لاءِ اُٿيل هٿ جڻ ڄمي ويا هڪ جاءِ تي. ڪلندي چيائين، 'ڇرڇو ڪيو هئم.'
ڪنن تي اعتبار ئي نہ آيو لڳي پيو خواب آهي. وهم آهي منهنجي دل جو سڀ بي اعتبار نظرون مٿس ڄمي ويون. هُو سچ پچ سامهون بيٺو مرڪي رهيو هو! "
اڄ هُن جي موتي وڃڻ جو ٻڌي مون کي بہ پنهنجي ڪنن تي اعتبار ڪونہ ٿو اچي، موبائل تي آيل ميسيجز ۾ جيڪو ڪجهہ اچي رهيو آهي انهن تي اکين کي اعتبار ڪونهي. دل، اندر ئي اندر گُهٽيل گُهٽيل دانهون پئي ڪري، ۽ اکين مان

ڳوڙها تہ سربستا ماڻهن جي پيڙ ۾ جاري هئا. دل چئي ٿي تہ ائين جو ائين 'نرواڻ' جي ڪهاڻيءَ جي ڪردار 'ماسات' وانگر هُو موتي اچي ۽ اسان جي سامهون اچي ويهي ۽ کلي چئي، 'چرچو ڪيو هئم.' پر ائين ڪٿي....

طارق عالم ابڙي جي ميسيج کان پوءِ مون جهٽ قمر شهباز جو نمبر ملايو تہ رِنگ وڃي پئي، يڪدم دل چيو هُو ڪونهي ويو ڇو تہ سندس موبائل آن آهي، معنيٰ هُو آهي، جي موبائل آف هجي ها تہ يقينن هُو بہ آ.... پر ڪال جي او ڪي ٿيڻ تي قمر ڪونہ ڳالهايو ڪنهن مِٺي پيڙ ڳالهايو ۽ مُٺي ياءَ ڪي ماري وڌائين، اهو چئي تہ هاڻ هُو ناهن. هُنن جي ڊيٿ ٿي وئي آهي.

ان کان پوءِ طارق سان ڳالهايم، پر اندرُ اُبرندو ئي رهيو.

نصير ڳالهايو تہ بہ غم نہ گهٽيو. اجا وڌي ويو.

پنهنجو درد گهٽائڻ لاءِ تاج جويي سان ڳالهايم پر ڳالهہ ساڳي، لڳم ٿي هيانوُ ڪنهن اونهي کوهہ ۾ ڪريو آهي ۽ ٻڏندو ٿو وڃي.

ڇا ڪريان ڪنهن سان ڳالهايان، جلدي ڳالهايان نہ تہ هينئون ڦاٽي پوندم، ائين ڪڏهن ڪونہ ٿيو هو ڪنهن بہ دوست لاءِ.

شوڪت شوري کي فون ڪيم پر فون بند.

امر جليل کي فون ڪيم پر هُن جو بہ موبائيل Off.

هاڻ وري ڪنهن کي فون ڪريان، محمود مغل کي يڪدم دل ۾ خيال آيو.

۽ پوءِ محمود ڏي فون ڪيم، ۽ جڏهن مون هُن سان ڳالهائي ڪال ڪٽي تہ آءٌ سچو ڪنجي ڦٽجي ڇڪو هئس، ڳوڙها ڳلن تي ڳڙي آيا ها، ڇهري جا سيئي رستا لڙڪن هاڻا ها.

'اوهان جي پڇاڻان
نہ بلبل ئي ڇهڪي
نہ مکڙي ئي مهڪي
نہ ورسيا وڻاڻان،
اوهان جي پڇاڻان!

اوهان جي پڇاڻان
اسان روح کي جڻ نپوڙي ڇڪاسين
اداس نگاهن ۽ تشنہ لبن سان
هر گام
هر شام
توکي پڪاري ٿڪاسين.
مگر تون نہ آئين
نہ آواز آيو.

بهارون نہ موٽيون
۽ ڪُونجُن جون وڇڙيل قطارون نہ موٽيون:
گلن جا زخم ڪين ڀريا، نہ ڀريا
ويا دور وڇڙي، سي ساٿي نہ وريا.
ساٿي سُمهي پيا ۽ مقتل وساڻان،
اوهان جي پڇاڻان'

قمر شهباز هاڻ مڙهہ ۾ تنجي چڪو ۽ هُن جو مڙهہ منهنجي مَنَ- آڳر تان ڪجي، دل اندر دفن ٿي چڪو. هاڻ اسان وٽ قمر شهباز ناهي، صرف قمر شهباز جي قبر آهي ۽ قمر شهباز جو ڪم آهي- جوڳي جيڪس ويا جبروت، ماءُ ڏنم اڄ ماڻ مڙهين ۾.

هاڻ وري هُن جو ڪڏهن بہ دم ديدار نہ ٿي سگهندو هُو اکين کان اوجهل ٿيڻ جو هُنر هَلائي هليو ويو هميشہ لاءِ- آيل ڪريان ڪيئن؟

موبائل فون تي ميسيج لاڳيتو اچي رهيا ها:
'Sad news prominent writer 'QAMAR SHAHBAZ' passed away today morning.' (طارق عالم ابڙو)

'الاس!... Qamar Shahbaz is no more' (وفا مولا بخش)

'محبتن جو ليڪڪ قمر شهباز گذاري ويو.' (زيب سنڌي)

۽ آءُ 'امرتا' کولي هُن جي ليک، 'جوڳي بيا بہ گهڻا' کي پڙهڻ شروع ڪريان ٿو جنهن ۾ هُن لکيو هو:

'منهنجو اهو بہ خواب آهي، تہ ڀِناٿيءَ جي تنبوري جي تار هيڪر تپي اُٿي ۽ سنڌيَ ڪنڌ ڪپائڻ لاءِ پتنگن جهڙو پهہ ڪري ديوانا وار جُهومندا، ڳائيندا، چيچ وجهندا، پٽ ڏٽيءَ جي مچ تي مُچو ناهي مِڙن ۽ امن، ايڪتا ۽ پريم جي اُلن ۾ آلا ٿي، جڳ کي جيئڻ جو گُر سيکاري وڃن.

'هزارين خواب هينئڙي ۾ پالي رکيا اٿم. انهن خوابن ۾ مان آهيان، توهان آهيو اسان سڀ آهيون. هن جنم ۾ نہ، تہ ٻئي جنم ۾ اهي سپنا ضرور ساپيان ٿيندا. جو تہ اهي اسان جا سپنا آهن. اسان ئي انهن کي جنم ڏنو آهي. اسان ئي انهن جي پالنا ڪئي آهي. اسان ئي انهن جي تعبير لهنداسين. پوءِ چاهي سوين جنم وٺڻا چو نہ پون. ايندا سين. وري ايندا سين. ايندا رهنداسين. اهو اسان جو پنهنجي پاڻ سان وچن آهي.'

ڪُنڌي ڳلين وچ ۾ جڏهن وڏائون،
مُور نہ ماريائون، ڏٺي ويا ڏور ڏکن جي!



# ڏاڏي آدم جو سوال

•

قمر شهباز



ڪراچيءَ جي سينٽرل جيل ۾ رات جي وڳڙي 'مڙس ماڻهن' جي ڪچهري ٿي رهي هئي. چور، بشني، ٺڳ، هلڪي ڦلڪي مارا ماريءَ وارا قيدي 'مڙس ماڻهن' جي قطار ۾ شامل نہ هوندا آهن. اهو رتبو ماڻ ۽ شانُ ماڻڻ لاءِ غيرتي، خوني، ڌاڙيل، رهزن يا گهٽ ۾ گهٽ پاڙي جو غنڊو هئڻ ضروري هوندو آهي. سمگلر ۽ پاتاريدار بہ پاڻ کي "مڙس ماڻهو" سڏائيندا آهن. پر ان کان گهٽ شهرت رکندڙ ڏوهاري 'ڪُتِ خلق' جو درجو رکندا آهن. جيل ۾ 'ڪُت خلق' جو ڪم آهي 'مڙس ماڻهن' جي چاڪري ڪرڻ، ڪين خوش رکڻ، ٽوپي ٽانڊو ڪرڻ، پاڻي پيرڻ، زور ڏيڻ، وَزَمَ پاڻيءَ جو خيال رکڻ ۽ ٻيون ننڍيون وڏيون خدمتون انجام ڏيڻ.

سو ان رات، وارڊ جي لوهي شيخن کي ٽيڪ ڏئي ڪي 'مڙس ماڻهو' پاڻ ۾ حال احوال اوري رهيا هئا. مينهون خان سيني ڪان پراڻو ۽ تجربيڪار قيدي هو. ست سال اڳ ڪيس جيڪب آباد جي سيشن ڪورٽ ٻتي قتل جي ڏوهہ ۾ ڦاسيءَ جي سزا ٻڌائي هئي. اپيل ۾ ويو. اپيل رد ٿي. سندس وڪيل قانوني جادوگريءَ جو چار ڦهلائي ڇڏيو. ٽيڪنيڪل اعتراضن جا دروازا کلي پيا. ڪورٽ سگوري هڪ دروازو بند پئي ڪري تہ وڪيل جو قانوني ڪتابُ بہ دروازا ٻيا پيو کولي ڇڏي. ائين دروازا کلندي بند ٿيندي ست سال گذري ويا پر ڳالهہ اتي جا اتي رهي. حاضريون ٿينديون هيون. ڪڏهن وڪيل بيمار ڪڏهن اصيل بيمار ڪڏهن عيد جي موڪل، ڪڏهن شهر ۾ هڙتال، ڪڏهن قيدين جي حاضريءَ واري گاڏي خراب.

ڪڏهن جج صاحب جي ذات ۾ سُور. عدالت جي سلسلي ڪي اينگهائڻ ڪو ڏکيو ڪم ناهي. بس, رڳو سرشتيدار راضي هجي. اول تہ توهان کي تاريخ ڪونہ ملندي ۽ جي ملي بہ ڪٿي تہ ان ڏينهن اوهان جو وارو ئي ڪونہ ايندو. پر جي ڀُل چڪ ۾ وارو اچي بہ ويو تہ يا تہ توهان جو وڪيل ڪنهن ٻيءَ ڪورٽ ۾ مشغول هوندو يا وري سرڪاري وڪيل ڳوليو نہ لڀندو. جيڪڏهن اوهان جي صفا قتل آهي ۽ هر پرزو پنهنجي جاءِ تي موجود آهي تہ پوءِ فائيل ۾ ايف آءِ آر جي ڪاپي ڪانہ ملندي. ست سال تہ ڪا ڳالهہ ئي ڪانهي, ماڻهو چاهي تہ اهو چڪر تيستائين هلائي سگهي ٿو جيستائين اڪين ڏٺا شاهد لاڏاڻو ڪري نٿا وڃن يا قسمي بيانن کي اڏوهي ڪائي نٿي وڃي.

مينهين خان جا ست سال بہ ائين ئي موج ميلي ۾ گذري ويا هئا. هن لاءِ مشهور هو تہ هن ٻنيءَ جي ٻن ٻارن جي ڦڏي تي پنهنجي ڏنگئيءَ جو خون ڪري ڇڏيو هو ۽ پنهنجي ٻچاءَ ۾ گهر وڃي پنهنجيءَ زال کي ڪارِي ڪري ماريو هو. اهو ڏينهن ۽ اڄوڪو ڏينهن, هُو هڪ جيل کان ٻئي جيل تائين ۽ هڪ ڪورٽ کان ٻيءَ ڪورٽ تائين پيو چڪر ڪاٽيندو هو. چرس, آفيم, گانجو ۽ سگريٽ ڪيس خود پوليس وارا پهچائي ويندا هئا. ننڍا ڏوهاري ۽ ڪچا قيدي ڪانئس ڪَنُ هڻندا هئا. جيل جو عملو سندس ننڍين وڏين ارڏاين کي نظر انداز ڪري ڇڏيندو هو ۽ پاڻ مُڇ مروٽيو, سينو تاڻي, چوڏري بڻيو پيو گهمندو هو. ڳالهہ ڳالهہ تي زوردار کنگهڪر ڪري چوندو هو "بابا غيرتي مڙس آهيون. جهڙي تهڙي جي جاءِ ناهي."

اڄ جڏهن حيدرآباد سينٽرل جيل مان ٽي ٻيا بہ خوني بدلي ٿي آيا, تڏهن هن پنهنجي ڪهاڻي وڏيءَ شد مِد سان کين ٻڌائي. بلڪہ چار ٻيا بہ ڪوڙا سچا خون پنهنجي کاتي ۾ وجهي کين پنهنجي بهادريءَ سان مرعوب ڪري ڇڏيائين.

چيائين, "هي جيلر ٻيلر سڀ پنهنجا ٻچا آهن. مجال آهي ڪنهن جي ماءُ جي جو مينهان خان آڏو ٺهڪر ڪري! ڦڦڙ ڦاڙي ڇڏيانِ."

نوَن آيلن کي ماٺ وٺي وئي.

هن ٺهڪ ڏئي پريل سگريٽ پنهنجي پر ۾ ويٺل نوجوان ڏانهن وڌايو.

چيائين, "تون پنهنجا احوال ڪر ڇوڪرا!"

نوجوان هٻڪندي سگريٽ ورتو. وڏو سُوٽو هڻي ناسن مان دونهون ڪڍيو. کنگهڪار ڪري ڪانگهارو شيخن مان ٻاهر اُڇلائيندي چيائين, "ٻانهن تان جهيڙو هو."

مينهان خان چيو "رن جي ذات ئي ٻڇڙي آهي. پوءِ؟"

نوجوان وراڻيو "پنهنجا مائٽ هئا. ذات ڀائي. ڇوري چار درجا پڙهي, پئي اسان مست ماڻهو شيل شڪار جا شوقين. اسان ڇا ڄاڻون الف انب, بي بلا؟ سڱ ڇڪايوسين پر اُڪُ جواب مليو. چيائون, "ڇورو نڪمو آهي, لُچن لوفرن سان

ياري اٿس. ڪُڪڙن جا ميل ٿو ڪرائي، لوڙها ٿو ٽپي، ڪاٺِڪو ٿو ٽڪائي. اسان سندس ڳالهہ ٻئي هنڌ پڪي ڪري ڇڏي آهي.“

سگريٽ جو ٻيو سُوٽو هنيائين.

چيائين، ”تواريون وٺي ويم. چيم، اها ٻانهن نہ ماٺيم تہ ابي جو ڦر ٿي ناهيان. ٻني ٻارو وڪڻي چار ڏوڪڙ هٿ ڪيم. امان ۽ اديءَ جا زيور بہ ڳاريم. سنگت ساٿ کي بہ ولوٽو چاڙهيم. پورا بہ لک رپيا گڏ ڪري وچي ڪُراڙي جي جهوليءَ ۾ وڌم. ڪراڙو هو لالچي، پئسا ڏسي ڳِگ ڳڙي پيس. ڏوڪڙ وٺي گوڏي هيٺان ڪيائين پر شرط اهو وڌائين تہ عيوضي ۾ سگ بہ ڪبي. تانڊا تہ ڏاڍا لڳم پر پنهنجي گتي هئي، زهر جو ڍڪ پي ويس. ٻيو تہ سگ ڪونہ هئم، صفير پيڻ هئم اٺن سالن کن جي، اها ڏيڻي ڪيم. ڪراڙو تہ راضي ٿي ويو پر ٻانهن پڙ ڪيڏي بيهي رهي. چيائين، زهر کائي مرنديس پر اهو ڪم ٻنهہ ڪونہ ڪنديس. بس بابا، چٽنگون وٺي ويم. چار ٻيلي ساڻ ڪري وڃي ٻانهن زوريءَ ڪنيم. مُلو گهرائي نڪاح پڙهائي اچي گهر واڙيومانس. گهٽو ٿي رُني پٽي، دانهن ڪوڪ ڪيائين، قسم قرآن ڏنائين پر ٽقڙ ئي بہ هنيامانس. ڍير ٿي پئي. هوش ۾ آئي تہ چتي ٿي پئي. منگيندي جو مهٽو ڏنائين تہ منهنجا بہ ٻُلٽ ڦريا. ٻوڙي وچي ڪهاڙي ڪنيم. ڀهرئين ئي ڌڪ ۾ وچي ڦهڪو ڪيائين پٽ تي. ماٺهو مڙي ويا. چيم، ڪاري هئي، غيرت ۾ ماري اٿم.

پڇيائون، ”ڪارو ڪير؟“

چيم، ”اهو بہ پري ناهي.“

”سڌو وچي سندس منگيندي کي گهر ۾ گهٽيم. هڪل ڪئيمانس تہ واٽڙو ٿي ويو. ڪجهہ چوي ئي چوي، ان کان اڳ ڳهاڙين مان ڪيڏي ڇڏيومانس. نعرا هڻندي اچي ٿاڻي تي گرفتاري ڏنم. ڪيس هلي پيو. شاهد ڦيرائي وڌا اٿم. آزاد ٿيان تہ ڪراڙي سان بہ پاڻي ڪندس.“

مينهان خان نوجوان کي پٺي ٺپري شاباس ڏني. ڪاپي پاسي ويٺل مڇر جهڙي ڏٻري قيديءَ کان پڇيائين، ”۽ پهلوان، تون ڪر پنهنجي خبرچار؟“ مڇر، تارا ڦوٽاري مينهان خان ڏانهن ڏنو ۽ پوءِ چيائين، ”مينهان خان، مڙسن جو جگر ڏسبو آهي، قد بت نہ ساريو آهي. شڪارين جا شهپر ڏسبا آهن، مُڇون تہ ٻليءَ کي بہ ٿيينديون آهن.“

مينهان خان کي ماٺ وٺي وئي.

مڇر چيو ”پاءُ هئم ڪنڌار مڙس. ويرين جي وَر چڙهي ويو. بندوق وهائي ڪيڍيائونس. اسپتال تائين پهتو تہ پوين پساهن ۾ هو. ويندي ويندي چيائين، ”عرس، منهنجو پلئہ ضرور ڪجانءِ. پارت اٿئي!“

مُنجهي پيس. چيم، ”ڪينءَ؟“

گھوڙي بجو ڏنائين. چيائين، "ٽُڪ ٽئي ياڙيا. پڇين ٿو ڪينءَ؟ اڙي امان ڪڏهن ڪم ايندي؟"،

اشارو سمجهي ويس. ڏوڪيندو گهر ۾ ڪاهي پيس. امان ويٺي ماني پچائي. مون کي ڏنائين تہ چيائين، "شڪر ٿيو جو اچي وئين بچا. بکيو هوندين. ويهہ بہ گرهہ آرام سان کائي وٺ."

رڙ ڪري چيومانس، "ڪلمو پڙهہ امان!"

حيران ٿي چيائين، "ڇا ٿو چوين ننڍڙا؟"

بندوق سڌي ڪري چيومانس، "پٽ تان قربان ٿيڻ جو وقت اچي ويو اٿئي امان. تون ڪاري آهين!"

امان جون اکيون حيرت ۾ قاتل ٿي رهجي ويون. بہ گوليون پار ڪري وڃي ڀِتِ کي ورتم. جيڪي گوليون بچيل هيون سي سڀ کپايم. پوءِ بہ سڪ نہ آيم. ڪهاڙيءَ سان پوٽ چچري ڇڏيومانس. پوليس آئي تہ ماٺ ميٺ ۾ گرفتاري ڏنم.

چيم، "ڪارا ماريا اٿم. هاڻي جو وڻيوَ سو ڪيو."

ڪيس هليو. ڦاسيءَ جي سزا آئي. اپيل ڪئي اٿم. جي منظور ٿي تہ واهہ نہ تہ بہ چوندس تہ پاءُ تان صدقي ٿي ويس."

ميٺون خان چپ ٿي رهيو. ڪڇيائين ڪونہ. رڳو سامهون ويٺل ڪراڙي ڪيديءَ ڏانهن ڏنائين جيڪو ڪنڌ هيٺ ڪيو ويٺو هو.

ڪجهہ دير خاموشي رهي. سڀ نظرون ڪراڙي تي کپي ويون.

هن پوءِ بہ ڪنڌ مٿي نہ ڪنيو. رڳو سندس آواز آيو. چيائين، "وڏيري جي ونگار وهڻ ويو هئس. ابن ڏاڏن کان سندس نمڪ پيٽ ۾ اٿئون. ٽن پيڙهين کان سندس در تي خدمتگار آهيون. ڏکيءَ سکيءَ ۾ پوتار ٿي ڪم ايندا آهن. هلڪا سلڪا ڪم تہ بنان چوڻ جي ڪري ڇڏيندا آهيون، پر هن پيري وڏيري خاص طور گهرائي چيو "جانو شڪار ڪرڻو آهي."

چيم، "حڪم ڪر رئيس."

چيائين، "ڳالهہ غيرت جي آهي. پڌي نہ ڏيڪارجانءِ."

چيم "پير پنڌي نہ ڏسندين پوتار."

چيائين، "مهڻو مليو اٿم. حويليءَ وارو ڪم اسان پاڻ ڪنداسين. ڪارو تنهنجي ... ڪيان."

چيم "توهان چيو ڪم ٿيو. نالو ٻڌايو."

پڇيائين، "پڪو آهين؟"

چيم "پٿر تي ليڪو."

چيائين، "پاڻ ٿيو اٿئي."

چيم "پٽ بہ قربان آهي تنهنجي سر تان وڏيرا."

[امر تا: 16]

رات جو هُن ڏيڍ ڪاري ڪري، بنا ڪفن جي پڌر ۾ پوري ڇڏي ۽ مون پاڻتئي کي هلائي ڇڏيو. هُن جا هٿ وڏا هئا، مٿس ڪنهن آگر به نه ڪنئي. مان نڌڻڪو هوس، جهلجي پيس.

هڪڙو ئي پاڻتيو هئم. ادي وڏي جو ڏک ڏنو نتو ٿئيم. پر نمڪ به ڪي حلالي پٽ ملهائيندا آهن. اُبن ڏاڏن جو قرض لاٿو اٿم. اڳتي جيڪو ٿيڻو هوندو سو ٿيندو. مهٽي هاب ته ڪونه ٿيندس."

ڪراڙي جو ڪنڌ جهڪيل ئي رهيو. ماٺ ڪيائين ته ماٺ ئي ڇانئجي وئي. رڳو مينهين خان جي سُوٽن جو سرڙاٽ پئي گونجيو.

تڏهن اوچتو وارڊ جي پرينءَ ڪنڊ مان ڪو ڏڪندڙ آواز جاڳي اٿيو. ڪروڏ ۽ ڪاوڙ مان چيائين، "لک جي نالت اٿوَ سيني جي ٻُوٽ ۾! پاڙيا ڪنهن جاءِ جا! معصومن ۽ گگدامن کي ماري ڪڳيون ٿا هٽو ڪوبلا؟ وڏا گيرتي پٽ ٿا سڏايو پاڻ کي؟ گانگٽ جهڙيون مُجون مروٽيندي ٻڏي نٿا مرو ڏڪٽيءَ ڏِڪ ۾؟ اڙي هوڏانهن ساري سنڌ پئي سڙي، ماءُ پئي لِيلام ٿئي، جيجل پئي ڏارين هٿان جُهري، اتي گيرت ڪانه ٿي اچيوَ؟"

مينهين خان جو سُوٽو اڌ ۾ زهجي ويو.
نوان قيدي اوندهه ۾ آواز طرف گهورڻ لڳا.
تڏهن مينهين خان جهيڻي آواز ۾ چيو "ڏاڏو آدم آهي. مستانو آهي ويچارو. ڪڏهن ڪڏهن جولان ۾ اچي ويندو آهي فقير. هن جو چيو آکيو دل ۾ نه ڪجو. مستن تي ميار ئي ناهي."

ڏاڏي آدم جي ٿهڪ تي سُڏڪي جو گمان ٿيو.
چيائين، "اڙي سنڌ ته شير پٽ ڄڻيندي هئي. هي ڪتا الائي ڪٿان پئدا ٿيا؟"

ڏاڏو آدم ته چپ ٿي ويو پر مينهان خان جو سگريٽ ڪافي دير تائين سندس آڱرين کي ساڙيندو رهيو.



# رئيس جي پُراسرار بيماري

•

قمر شهباز



ڳوٺ سڄي ۾ ڳالھ ڦهلجي وئي تہ رئيس سخت بيمار آهي. بچڻ جي اميد ڪانهيس. ڪهڙي بيماري هئس، سا تہ خبر ڪنهن کي بہ ڪانہ هئي پر آثار ڪي چڱا ڪونہ پئي ڏنا.

هونءَ تہ هفتو ڏهہ ڏينهن اڳ رئيس چڱو ڀلو پئي گهميو ڦريو. شيل شڪار پئي ڪيائين. چيڙي نبيري بہ پئي هلي. دعوتن جي بہ ڌُم متل هئي. پوءِ اوچتو ئي اوچتو هيءَ الائي ڇا ٿي ويو؟ رئيس حويليءَ کان ٻاهر نڪرڻ ڇڏي ڏنو. عرضدارن جا انبوهہ روز اوطاق تي ويهي ويهي، انتظارءِ اوسيئڙو ڪري نيٺ مايوس ٿي موٽي وڃن. ڪامورا ڪڙا، جيڪي روز رات جو اچي رئيس وٽ محفل مچائيندا هئا، سي فون ۽ نياپا ڪري ٿڪجي پيا. جواب اهو ئي ساڳيو تہ رئيس جي طبيعت ٺيڪ ناهي.

ڪجھ ڏينهن اڳ چيف منسٽر دوري تي آيو هو. رئيس وڏي سندس شان ۾ وڏي دعوت جو انتظام ڪيو هو. پري پري کان معزز ۽ معتبر ماڻهو گهرايا هئائين. ڪامورن ڪڙن جا ڪٽڪ اچي لٿا هئا. گڙلاڻُو طفيلي ۽ خوشامدي ڪوڏڙا، ري سڏئي اچي سٽا ٿيا هئا. باڊي گارڊ، بندوقچي، خاص خدمتگار تنهن کان سواءِ دعوت بہ ڪا دعوت ٿي! سڄي ٿرَ ۾ وهہ واهہ پئجي وئي.

قسمين قسمين کاڌا تيار ڪرايا ويا. قيمتي شراب جا ڪريٽ پهچي ويا. کاڌي کان اڳ چهڙاتي لاءِ ڀُڳل پستا، بادام، نمڪين ٻوهي مڱ، تريل ڪباب، ٻٽير

۽ تتر وافر مقدار ۾ مهيا ڪيا ويا. خدا نہ پلائي تہ ڪنڊڪوٽ جي سڃي، ڄامشوري جي پَلي ۽ ڪراچيءَ جي نهاريءَ سميت ڪُل هڪ سَو کان بہ مٿي طعام سجائي سينگاري اچي مهمانن آڏو رکيائون.

بجليءَ جي بلبن جي جهرمر ٿي وئي. بينڊ باجا، دهلاري شرنائي، ڳاٽا وڄاٽا، ناچو ۽ کدڙا فقير اچي ڳاهٺ ٿيا. ماني تہ ماني، مٿان وري جيڪا تحفن تحائفن ۽ سوکڙين پاکڙين جي پَرمار ٿي، سا ڏسڻ وٽان هئي. پيو تہ ٺهيو پر اخباري نمائندن، وڏيو وارن ۽ صاحبن جي ڊرائيورن کي بہ اجرڪ ۽ ڪيس اوڍائي پوءِ روانو ڪيائون.

رئيس جي دريادلي تہ هونءَ بہ ملڪين مشهور هئي. هٿ جو ڇُوٽ، دل جو سخي. جي هوندس تہ سياٽي لاءِ ڪونہ رکندو. پر جي نہ بہ هوندس تہ بہ قرض کڻي مهل ٽپائيندو. سياٽي جا پاڳ سياٽي سان. چوندو هو رکيو نالو پُٽ جو بہ چڱو ناهي. مهمان نوازي سنڌ جو شان آهي. مهمان آئي پڳ گروي رکڻي پوي تہ بہ پرواهہ ناهي. نڪ کي هَرُ لڳائڻ کان تہ پلو آهي تہ نڪ ئي ڪپائي ڇڏجي.

ايوب خان جي دور ۾ ڀِهريون واڇٽ وڄايائو هئائين.

رئيس وڏي کي لاڏاٽو ڪئي اڃا سال کن مَس ٿيو هو جو ايوبي مارشل لا لڳي. ماٺهن ۾ ترٿلو هجي. هرڪو پيو پنهنجي پاڇي کان ڊڄي. چڱا ڀلا ڏينگ مڙس پَوَ کان کارڻ هيٺان لڪي پيا. هرڪو پيو ڳُنڊبون پاسا تاڙي پر وهہ واهہ ڙي رئيس گلڻ خان تنهنجو جگر! سڌو وڃي اسلام آباد ۾ جنرل ايوب خان سان مليو. شڪار جي دعوت ڏئي ڳوٺ وٺي آيس. شاهي دعوت ڪري کٽي راڄ ميڙيائين. ابن ڏاڏن جي سانڍيل سوني هٿئي واري ترار سيني جي سامهون سوکڙيءَ طور کڻي سنڌس قدمن ۾ رکيائين، ۽ راڄ پاڳ سميت سندس حڪم جي پوئواريءَ جو کلئي عام اعلان پڻ ڪيائين.

جيسين ايوب خان پاور ۾ رهيو رئيس گلڻ خان جهڙوڪر سندس مُڇ جو وار ٿي پيو. ليلڙي وانگر پٺيان پٺيان لڳو وتندو هوس.

ڀٽو صاحب آيو تہ رئيس هڪدم پلٽو کاڌو. پيپلز پارٽيءَ ۾ ائين گهڙي ويو ڄڻ ڄائو نپنو ئي اتي هجي. سڄي ڳوٺ تي تلوار وارا جهنڊا جهُولائي ڇڏيائين. روڊن، رستن توڙي پيچرن تي ڀٽي صاحب جون تصويرون ٽنگجي ويون. آيو ويو "جيئي ڀٽو" جا نعرا پيو هڻي. پيو تہ ٺهيو ڀٽي صاحب سان پري جي مائٽي بہ ڳولي ڪڍيائين. ڀٽي صاحب جي ڪتي کي ڪا ڏپ سو پويس، سوين ڪوهہ لتاڙي بہ وڃي سلامي ضرور ڏيندو. ماٺهن نالو رئي رکي ڇڏيس، "رئيس جيالو خان".

قدرت خدا جي جيئن ئي ضياالحق ڀٽي صاحب جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري پنهنجي پاڻ کي پڳ ٻڌائي حاڪم ٿي ويهي رهيو رئيس، ڀٽي صاحب کي سڃاڻڻ کان ئي انڪار ڪري ڇڏيو. "مردِ مومن مردِ حق، ضياءالحق

ضياءالحق“ جا نعرا هڻندو سڏو وڃي اسلام آباد پهتو. ٽي وي؀ جي سرڪاري پروگرام ”ظلم ڪِي داستانين“ ۾ اوچنگارون ڏئي پتي صاحب جي اُرهه زوراين جا قصا اهڙي ته دردناڪ انداز ۾ بيان ڪيائين. جو ماڻهن کي ڏندين آڱريون اچي ويون.

ڏاڙهي وڌائي ڏُن تائين پهچايائين ۽ تسبيح هٿ ۾ جهلي سيءَ کان پهريون وڃي مسجد ۾ نماز لاءِ ويهي رهندو هو.



پتي صاحب کي ڦاسيءَ جي سزا ملي ته اُتن جي جلوس جي اڳواڻي ڪري، مٿي تي رومال ٻڌي، نيزو هٿ ۾ کڻي، زور زور سان ڪلما پڙهندو راڄ سميت وڃي حيدرآباد جي پريس ڪلب آڏو پريس ڪانفرنس ڪيائين ته اڄ حق ۽ سچ جي فتح ٿي آهي ۽ ظالم ۽ جابر ۽ قاتل کي موت جي سزا ملڻ عين اسلامي عمل آهي.

ضياءالحق جو جهاز ڪريو ته رئيس ٻه اچي پٽ تي پيو. سمجهه ۾ ئي نه اچيس ته هاڻي ڇا ڪيان؟ وايون ولڙيون ٿي ويس. ڪيئرٽيڪر حڪومتن ۽ بينظير-نوازشريف وارن دورن ۾ ته جڻ سندس صبر جو امتحان پئي هليو. ڪڏهن ”چِڻني صوبن جي زنجير، بينظير بينظير“ ته ڪڏهن ”قدم بڑهائو نوازشريف، هم تمهاري ساٿ هين“ جا نعرا پيو هڻي. ڪڏهن پتي جو وفادار ته ڪڏهن خانداني مسلم ليگي. ڪڏهن تير وارو جهنڊو پيو چاڙهي ته ڪڏهن چنڊ تاري وارو. ڪڏهن پي پيءَ جا ڳڻ پيا ڳائجن ته ڪڏهن مسلم ليگ جا سُر پيا آلاپجن. فٽ بال وانگر ڪڏهن هيڏانهن پيو ڊِڪجي ڪڏهن هوڏانهن. اچي آزار ۾ پيو. سمجهه ۾ ئي نه اچيس ته ڪيڏانهن وڃان؟

ويچارا ماڻهو اچي ڏچي ۾ پيا. هڪڙو نعرو هڻي بس ڪن ته وري ٻيو ياد ڪرڻو پيو پوين. تير وارو جهنڊو چاڙهن مس، ته چنڊ تاري واري جي تياري شروع! ڪمدارن ۽ خاص چمچن جي لاءِ ته جنسي جهنم ٿي پيو. راڄ ڀاڳ کي اجا هڪ ڳالهه تي راضي مس ڪري ويهارين ته هوڏانهن وري ٽيو اونڌو! رئيس جون وايون بتال. ڪوڙ بدوڙ ڳالهائي اجا ٿانيڪو ئي نه ٿئي جو اسلام آباد ۾ هوا جو رخ ڦري وڃي. وڏي ڏچي ۾ پئجي ويو. سمجهه ۾ ئي نه اچيس ته ’ڇا ڪيان، ڪيڏانهن وڃان، ڪيئن ڪيان؟‘

آخرڪار جذباتي نوجوانن کان رهيو نہ ٿيو. بادل باغيءَ جي سربراهيءَ ۾ ويجي رئيس وٽ پهتا.

چيائون، ”پوتار اوهان تہ روز پارٽيون پيا بدلايو. ڪا سنڌ جي بہ اُونَ آٿوَ يا نہ؟“

وراڻيائين، ”تہ پلا توهان جي خيال ۾ هيءُ سڀ ڪجهہ مان پنهنجي لاءِ ٿو ڪيان؟“

چيائون، ”سرڪاري پارٽيون هميشہ پنجاب ۽ پناهگيرن کي خوش رکڻ لاءِ سنڌ کي قربانيءَ جو ٻڪرو بڻائينديون آهن. اوهان سدائين سرڪاري پارٽيءَ ۾ شامل هوندا آهيو. سنڌ جي سارَ ڪير لهندو؟“

رئيس کي هنيان تہ ڏاڍي لڳي پر ڪاوڙ پِي ويو. چيائين، ”اسان جو وينا آهيون سنڌ جي حفاظت ڪرڻ لاءِ. بابا، سرڪاري پارٽيءَ ۾ هونداسين تہ چار ڪم ڪڍيو وينا هونداسين نہ؟ مخالف ڌر کي پڇي ڪير ٿو؟“

نوجوان ٻرُ ٿي ويا. چيائون، ”پنهنجي ذاتي غرضن کي سنڌ جي ڪاتي ۾ نہ وجهو وڏيرا. پلاٽ ۽ پرمٽ توهان وٺو مٿن مائٽن کي سٽيپون نوڪريون توهان ڏياريو پنهنجيءَ مرضيءَ جا ڪامورا توهان مقرر ڪرايو نالو سنڌ جو!“

رئيس صفا چڙي پيو. چيائين، ”اوهان پنهنجو حال ڏٺو آهي؟ هڪ ”جيئي سنڌ“ مان گهٽيون ”جيئي سنڌون“ ٺاهيون اٿوَ؟ اوهان مان گهڻا ويڪائو مال آهن؟ جنهن کي ليڊري نٿي ملي تہ ڊوڙ پائي وڃي ٿو پنهنجي ڌار پارٽي ٺاهي. توهان جا پنهنجا ڪهڙا چڱا ڪرتوت آهن جو هليا آهيو مون تي تنقيد ڪرڻ؟ مينهن ٿي چوي ڳئونءَ کي، تہ هل ڙي پڇ ڪارِيا!“

بادل باغي ۽ سندس ساٿي مُنهن پيلو ڪري موٽي آيا.

رئيس گلڻ خان ٺهڪ ڏئي ڪمدار کي چيو ”پيٽسان وات ڳاڙها ڇورا تہ ڏسو هليا آهن اسان کي سمجهائڻ! اسان جڻ ابن ڏاڏن کان سياست ڪئي ئي ڪانهي؟ چون ٿا سنڌ جي ڳالهہ ڪير ڪندو؟ بابا سنڌ ڪيڏانهن ويندي؟ هزارن سالن کان اها زمين اتي ئي آهي. اتي ئي پئي هوندي، ڪو ڍور ڍڳو تہ ناهي جو چور رسو ٻڌي ڪاهي ويندس؟“

جنرل مشرف ملڪ تي قبضو ڪيو تہ سنڌ مان سڀ کان پهريان رئيس گلڻ خان سندس آجيان ڪئي. پهرئين ئي بيان ۾ چيائين، ”الله سائينءَ چڱو ٿيو جو چورن ۽ ڦورن مان اسان جي جند ڇڏائي ۽ جنرل صاحب جي روپ ۾ قوم جي نجات لاءِ هڪ فرشتو زمين تي ڏياري موڪليو.“

مسلم ليگ (ق) ۾ شامل ٿيڻ رئيس جي لاءِ ڪو مسئلو ئي ڪونہ هو.

اعلان ٿي ويو. جهنڊا لڳي ويا. پٽين تي چاڪنگ ٿي وئي. بينڊ باجن سان جنرل جي فوٽوءَ کي سلامي ڏني وئي. جيئن جنرل چوي تيئن رئيس ٻولي. ها تہ ها، نہ تہ نہ.

”جنرل چوي تہ ٻهاري پاڪستاني شهري آهن.

رئيس چوي تہ بلڪل آهن.
جنرل چوي تہ ضلعا توڙيو.
رئيس چوي تہ سڀ کان پهريون منهنجو ضلعو توڙيو.
جنرل چوي تہ ڪالاباغ ملڪ لاءِ ضروري آهي.
رئيس چوي تہ سنڌ جي ڀلائي آهي ئي ڪالاباغ ۾.
جنرل چوي تہ سنڌي سست، نڪما ۽ جاهل آهن.
رئيس چوي تہ اڏنگا، ڪم چور ۽ بي ايمان پڻ آهن.

اجهو ڪجهہ ڏينهن اڳ سنڌ جي وڏي وزير جي زبردست دعوت ڪيائين. اعلان ڪيائين تہ بيٺن جي وڪري سان سنڌين کي روزگار ملندو ۽ صوبي جي ترقي ٿيندي.

ٻئي ڏينهن اسلام آباد مان نياپو آيس.

جهاز ۾ چڙهي وڃي سلامي ٿيو. موٽيو تہ پاڻ سان گڏ ايم ڪيو ايمي جهنڊا تہ کنيون آيو.

ڪمدار کي چيائين، "پهريون ڪوٽ تي ۽ پوءِ گهر گهر تي هيءُ جهنڊو ڦڙڪائڻو آهي."

ڪمدار ششدر ٿي ويو. چيائين، "پوتار هي ڇا ٿا چئو؟"

وراڻيائين، "جو چوانءِ ٿو سو ڪر. سوال جواب جو وقت ناهي."

راتو رات ڳوٺ جا جهنڊا بدلجي ويا.

ٻئي ڏينهن کان رئيس حويليءَ مان نڪرڻ ڇڏي ڏنو.

ڏينهن ٻہ تہ ڪنهن ڏيان ڪونہ ڏنو پر پوءِ مائيءَ جنان اچي پاڙي وارن کي ٻڌايو تہ رئيس ڏانهن خير ڪونہ ٿو پائنجي. ڊاڪٽر پرمانند کي گهرايو هئائون، پر لڳي ٿو تہ جواب ڏئي ويو آهي.

شهر مان سول سرجن عالم خان کي گهرايو ويو.

گهڻائي حيلا هلايائين. تفصيلي تپاس ڪيائين. ٽيسٽون ٿيون. مهانگيون ولائتي دوائون ڏسيائين. وريو ڪجهہ بہ ڪونہ. ان وچ ۾ غلامون حجام کي حڪم ٿيو تہ ڪِسبَت ساڻ کڻي اچي رئيس جي اوطاق ۾ رهي.

ماڻهو پريشان تہ آخر ٿي ڇا رهيو آهي؟

ڪڏهن حڪيم پيا اچن، ڪڏهن مولوي پيا گهرائجن، ڪڏهن ساڌو سنت تہ ڪڏهن پوپا. هرڪو موٽي تہ ڪنڌ هيٺ ڪيو پيو موٽي. ٻڌائي ڪير بہ ڪونہ. هر ڪا زبان گونگي. ڪنهن جي وات مان اکر نہ اُڪلي.

غلامون حجام جا ٻار پريشان تہ رئيس جي بيماريءَ سان حجم جو ڪهڙو تعلق؟

ٻه چار ڏينهن ٻيا به گذري ويا. ڪا خبر نه چار. ايترو سو ٻڌوسين ته غلامونءَ پاڪي گهر ڏياري موڪلي ۽ ان جي جاءِ تي ڏاتو گهرائي ورتو آهي. سمجهه ۾ ئي نه اچي ته ماجرا ڇا آهي؟

ماڻهن جا انبوهه ڪوٺ جي گيٽ تي اچيو گڏ ٿين. هر ڪنهن جي زبان تي اهو ئي سوال. شام تائين ڪو جواب نه ملين ته مايوس ٿي موٽيو وڃن. مسجدن ۾ لڪ ٻيا ڪيڄن. خير خيراتون پيون ٿين. هڪڙا ڪُتابِي پڙهي پورو مس ڪن ته ٻيا اچي سندن جاءِ والارِن. ڏينهن رات ڪلام پاڪ جو دور پيو هلي. يتيم ٻيا ڪارائجن. بيواهن ۾ وڳا ٻيا ورهائجن.

اخبارن ۽ ٽي ويءَ وارا در جهليو ويٺا آهن. سوال هزار، جواب هڪ به نه. نوڪرن چاڪرن جي زبان تي تالا ۽ اکين ۾ ٻي وسي. نه ڪو اندر وڃي ۽ نه ڪو ٻاهر اچي.

آخرڪار ڏهين ڏينهن ڪوٺ جي گيٽ پرسان پاسي وارو ننڍڙو در کليو. سيني جا ڪَنَ اُيا ٿي ويا. صحافين قلم سنڀاليا. ٽي ويءَ وارن ڪئميرائون تيار ڪيون. ريڊيو وارن مائيڪ چيڪ ڪيا.

غلامون حجام ٿڪل قدمن سان ٻاهر نڪتو. اکيون ڳاڙهيون، لڱ نستا، جسم نڍال، ڪِسبَتَ ڪڇ ۾ ٿيڙ ڪائيندو گهر ڏانهن راهي ٿيو.
ڪٽڪ ماڻهن جا ورائي ويس. هرڪو اهو ئي پيو پڇي ته رئيس جو ڪهڙو احوال؟

غلامونءَ گهٽي ئي گوٺنات ڪئي، لنوايائين، انڪار ڪيائين. ڪاوڙيو پڳو ٻوڙيو پر ماٺهو ڪٿي تا ڇڏن؟ آخرڪار جڏهن ڪا ٻي واهَ نظر نه آيس تڏهن رازداراڻي انداز ۾ چيائين، "پِٽيا، ٻڌايان ٿو پر ٻيلي ڳالهه ڪنهن سان نه ڪجو!"
سڀ چپ ٿي ويا. خاموشي ڇانئجي وئي. ماٺ وڪوڙي وئي.
غلامون حجام ٻجندي ٻجندي چيو، "رئيس کي لوسڻ جو نڪ پيدا ٿي پيو آهي! جيترو ٿو ڪٽجي، اوترو ٿو وڌي. هاڻي ته ڏاتي ڪان به ڳالهه چڙهي وئي آهي!"



# ڪتابِ زندگيءَ جا ورقَ

•

## پروانو ڀٽي



پروانو ڀٽي
اندر جا احوال اوريندي

دل چاهي ٿي تہ اڄ يادگيرين جي ابتدا هڪ اهڙي شعر سان ڪريان جيڪو لکيو تہ اڌ صدي اڳ هئم پر اهو ڪڏهن بہ ڪٿي بہ شايع نہ ٿيو. ان جي نہ ڇپجڻ جا بہ ڪيترائي سبب هئا. جهڙا پوءِ ڏاوا ۽ پيٽ جا هلڪا انسان اڄ موجود آهن، اهڙا اڳ ۾ بہ هئا. ۽ ظلم اهو تہ اهي دوستيءَ جي دعوي بہ ڪندا هئا تہ ڏڪ بہ هڻندا هئا ۽ دانهون بہ ڪندا هئا تہ فلاڻو ماري ٿو. ڪيترين ئي وضاحتن جي باوجود سندن "ڏنگ" هڻڻ وارو سلسلو بند نہ ٿيو. ڪي جهان ڇڏي ويا تہ ڪي اڃا جيئرا آهن ۽ پنهنجي ڪرت ڪي لڳا پيا آهن.

هڪ شخص بازار ۾ ويو. ڇا ڏسي تہ ڪو شخص هڪ ٽيبل تي وڇون رکي وڪڻي رهيو آهي. همراهہ ڪي بہ اچي رونشو لڳو سو پڇيائينس تہ هن ننڍي وڇونءَ جي قيمت ڇا آهي؟ جواب مليو تہ 5 روپيہ پوءِ پڇيائين تہ وڏي جي، جواب مليو پنج روپيہ. ڪلي ڇيائين ننڍي ۽ وڏي جي قيمت هڪ جيتري ڪيئن؟ دڪاندار ڪلي ڇيس تہ هٿ رکي ڏس. ڏنگ جهڙو ننڍو هڻندو اهڙو وڏو بہ هڻندو. سو مون لاءِ تہ اهي وڇون جهڙا دوست جن جا شهپر بہ وڇونءَ جهڙا هوندا هئا. انهن مان باقي وڃي ڪجهہ رهيا آهن. دعا آهي تہ شال اڃا بہ جيئرا هجن ۽ ائين ڏنگ هڻندا رهن تہ جيئن انهن ڏنگن جو سور سهندي ڪجهہ لکي سگهان:

ذهنن تي چڙهيل زنگ نہ هڪ ڏينهن ۾ لهندو
وارن جو وڌل ونگ نہ هڪ ڏينهن ۾ لهندو
اکين ۾ پيل رنگ نہ هڪ ڏينهن ۾ لهندو
۽ طعنن جو هنيل ڏنگ نہ هڪ ڏينهن ۾ لهندو.

يادگيرين جي هن 76 سالہ سفر ۾ تمام گھڻيون ڳالهيون آهن جيڪي ياد اچن ٿيون پر لکڻ کان ڊڄان ٿو. ڇاڪاڻ تہ اڄ ڪلهہ ڪيترا ئي لکڻيداس اهڙا بہ پيدا ٿيا آهن جيڪي قلم کان ڪوڏر جو ڪم وٺي پيا ونگار وهن ۽ مست پاڏي وانگر تاڏ ڏيندا سنڌي شاعري، سنڌي افساني، سنڌي صحافت، سنڌي مضمون نويسيءَ جي سرسبز ميدان کي پيليندا پيا وتن. پر ڪير بہ اهڙن انشاء پردازن کي نہ جهلڻ وارو آهي ۽ نہ هو پاڻ بہ جهلجي سگهن ٿا.



ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۾ ورتل جو ڦوٽو لڳائڻ بعد عنايت بلوچ، نصير مرزا، پروانو ڀٽي ۽ ٻيا آفيسر موجود آهن.

خير هي تہ مون سان روزانو جيڪو وهي واپري ٿو يا عبرت توڙي هلال پاڪستان جي دور ۾ جيڪي سُور ڏنا ويا تن جو تذڪرو هو. روئان ڪين ٿو. بس ايترو چوان ٿو تہ: "تَڏڙا تَڏڙا ساهہ نہ ڇانئج، ڏک اندر جا تاريان وينو."

مون صحافت، ريڊيو، ٽي وي، فلم ۽ تعليم جي فيلڊ ۾ تورو گهڻو ڪم ڪيو آهي پر اهو ايترو ۽ اهڙو نہ آهي، جو ان تي فخر ڪري سگهان ڇاڪاڻ تہ مون لاءِ عذاب منهنجو "گريڊ" نہ هئڻ آهي. گريڊ رکندڙ ڇامڙا وچي ڪرسين تي ويٺا ۽ ڪروڙن جي ڪرپشن ڪرڻ جي باوجود دامن ڇنڊي ٻاهر نڪري آيا ۽ آءٌ سدائين انهن "گريڊ" وارن جو چڙ تہ ملازم ٿي رهيس. هتي هڪ ڳالهہ جي وضاحت ڪندو هلان تہ آءٌ جيڪو ڪجهہ بہ لکان ٿو ان تحرير جي ذميداري قبول ڪريان ٿو پر ٻيو ڪير بہ ان جو ڪو ٻيو مطلب وٺي ٿو تہ اها سندس سوچ آهي، جنهن سان منهنجو ڪوبہ تعلق نہ آهي ۽ نہ مون کي هرويرو وضاحتن لاءِ مجبور ڪيو وڃي. 1954ع ۾ ون يونٽ قائم ٿيو. ون يونٽ جا سنڌ ۾ ڪرتا ڌرتا ڪير هئا تن جي نالن لکڻ جي ڪابہ ضرورت نہ آهي. سڄيءَ سنڌ کي خبر آهي. هتي اها ڳالهہ بہ ڪندو هلان تہ هاڻي مصيبت هيءَ اچي ٿي آهي، جو جن يارن جي عمر 1954ع ۾ چوسٽي کي چپن ۾ چوسڻ جهڙي هئي، اهي بہ هاڻي اسٽيج تي اچي اها دعوي ڪن ٿا تہ انهيءَ ون يونٽ جي خلاف جيڪا جدوجهد هلي، اسان تنهن جي صف اول ۾ موجود هئاسين. ائين ٿي سگهي ٿو تہ تاڙين وڄائڻ وارن ۾ هجن باقي جن مخالفت ڪئي، سي آخر تائين يا اڄ تائين پنهنجي اصولن تي سختيءَ سان بيٺا آهن.

انهيءَ وقت هڪ قطعو لکيو هئم، جيڪو اڄ به ساڳين حالتن سبب وري لکان ٿو:

ڏسٽا ماٹهو ڪرسين خاطر سنڌ ڦرايو مرڪن پيا،
ڏيڇٽا ماٹهو ٻچڙن خاطر پاڻ بچايو مرڪن پيا،
پيڇٽا ماٹهو پئسن خاطر خوب ڪمايو مرڪن پيا،
ڪلٽا ماٹهو جيئڻ خاطر لڙڪ لڪايو مرڪن پيا.

نعرا هٹندڙ سنيون ۽ سٽيبون ڪرسيون حاصل ڪري ملڪ کي لٽي، پينگ ڪري وري "وائيٽ ڪالر" جا تمغه سجائي سيني جي اڳيان آهن. آمريت جي دور ۾ آمر حڪمرانن کان ڪنڌ جهڪائي سرٽيفڪيٽ وٺندڙ اڄ وري جمهوريت پسند ۽ "جيئي سنڌ، جيئي پتو" جا نعرا هٹي پنهنجا ڪانچا فٽ ڪري رهيا آهن.



ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي هڪ تقريب ۾ اڳوڻو اسٽيشن ڊائريڪٽر انيس الرحمان، پرواني ڀٽيءَ کي اجرڪ پارائي رهيو آهي.

ون يونٽ جن ٺاهيو تن اهو ڏٺو ته سنڌ سڄي ۾ متن لعنت ۽ ملامت ٿي رهي آهي. گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ ابنِ حيات پنوهر جي مشهور شعر جي سٽ نعري جي صورت ۾ نمايان آهي ته: "سنڌ جا سوداگر توتي لعنت لک هزار" ته انهن اهو سوچيو ته ڇو نه سنڌ جي ماٹهن کي اهڙو ڪو تحفو ڏجي، جن سان سندن ڪاوڙ ڪجهه جهڪي ٿئي، ان ڪري حيدرآباد ۾ ريڊيو اسٽيشن قائم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. اها ريڊيو اسٽيشن سنڌي عوام جي مطالبي تي نه پر حڪمرانن جي مجبوريءَ سبب قائم ٿي ته جيئن سنڌ جا ماٹهو ائين سمجهن ته اهي سندن همدرد آهن. ون يونٽ جي خالق ۽ ڪوتڙي براج تي غلام محمد براج نالو رکائڻ واري انسان جيڪو ان وقت مرڪزي وزير اطلاعات هو انهيءَ ڏاڍي هوشياريءَ سان انهن ٿي يارن سان گڏجي جن ون يونٽ جو طوق سنڌ جي ڳچيءَ ۾ وڌو هو حيدرآباد ۾ 1955ع ڌاري ريڊيو اسٽيشن قائم ڪرڻ لاءِ جايون ڳولڻ شروع ڪيون. ڏاڍيون جايون ڏٺيون ويون، پسند به ڪيون ويون پر انهن جو حاصل ڪرڻ ڏاڍو محال هو. نيٽ هوم اسٽيڊ هال لاءِ پڪو نڪتو ۽ اها سعادت به هڪ انگريز جي ٺهرايل ۽ سندس نالي سان قائم ٿيل هڪ هال کي نصيب ٿي ۽ جولاءِ 1955ع جي لڳ ڀڳ "انتينا" جو ڪم شروع ٿيو ۽ هڪ اسٽيشن جي ضرورتن کي پورو ڪرڻ واسطي هوم اسٽيڊ هال ۾ ڪمرا ٺاهيا ويا.

حيدرآباد اسٽيشن جو پهريون آر ڊي (ريجنل ڊائريڪٽر) محترم ظفر حسن هو جڏهن ته اڄ 2009ع ۾ سنڌي زبان جو نامور اديب، شاعر، براڊڪاسٽر ۽ محفلن جي جان دلبر دوست نصير مرزا اسٽيشن ڊائريڪٽر آهي. 17 آگسٽ 1955 اهو سڀاڳو ڏينهن هو جنهن جي شام جو 5 بجي هوم اسٽيڊ هال مان مرحوم عبداللطيف عباسيءَ جو آواز اُڀريو "هيءَ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد آهي." ته ٻاهر ننڍڙي باغيچي ۾ رٿيل تقريب ۾ موجود سوين معززين تاڙيون وڄائي ان جي آجيان ڪئي ۽ خوشيءَ جو اظهار ڪيو. انهن ۾ پير علي محمد شاهه راشدي موجود هو ته محمد ايوب کهڙو به. قاضي محمد اڪبر به حاضر هو ته سيد مبارڪ علي شاهه به!! مير علي احمد خان، قبله مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ، پير غلام رسول شاهه جيلاني، مير رسول بخش خان، سيد زمان شاهه متياريءَ وارو جڏهن ته اديبن ۽ شاعرن ۾ ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم خليل، عبدالله خواب، رشيد لاشاري، منظور نقوي، مظفر حسين جوش، بلاول پرديسي، شمشيرالحيدري، عبدالقيومؔ صائب، حافظ شاهه حسيني، راز بلڙائي، نوجوان امين فهيم، محمد خان غني، اسدالله شاهه حسيني، علي محمد خالدي مولانا غلام محمد گرامي، امداد حسيني، محمد عثمان ڏيپلائي، شبير هاتف، مرزا گل حسن احسن ڪربلائي، مرزا اسد بيگ ۽ ٻيا به ڪيترائي نالي وارا انسان موجود هئا. جن جا چهرا خوشيءَ مان ٻهڪي رهيا هئا (ٿي سگهي ٿو ته ڪجهه نالا ويسر سبب رهجي ويا هجن)، مرحوم عباسيءَ کي گلن جا هار پارايا ويا. رات جو "سنڌي ڪافي" جو مشاعرو ٿيو جن ۾ ڪيترن ئي بين نالي وارن شاعرن



پروانو ڀٽي، پي بي سي جي اڳوڻي چيئرمين انور محمود سان ڳالهائي رهيو آهيان.

سان گڏ مون 20-21 سالن جي نوجوان به شعر پڙهيو ۽ ڏهه روپيه روڪڙا حاصل ڪيا.

ريڊيو پاڪستان جي قائم ٿيڻ سان حيدرآباد جي ثقافتي ۽ ادبي محفلن ۾ جان پئجي وئي. روزانو ڊراما نشر ٿيڻ لڳا. 5 ڪلاڪن جو پروگرام هوندو هو پر نهايت دلچسپ فيچر، ڊراما، راڳ، نوجوانن ۽ ٻارڙن سان رهاڻيون، تقريرون، مشاعرا. مطلب ته هيءَ ريڊيو نه هو بلڪه ادبي انجمن هو جتي هر وقت فنڪارن،

صداڪارن، اديبن ۽ شاعرن جا ميڙ موجود هوندا هئا. هوم اسٽيڊ هال ڪان هيٺ گاڏي کاتي ۾ هوٽل سلطان، هوٽل افضل ۽ الفا ريسٽورينٽ، اديبن ۽ شاعرن جو مرڪز هئا. سلطان هوٽل وٽ اختر انصاري اڪبر آبادي، حمايت علي شاعر، محمد علي اداڪار، ارشاد علي (سندس پاءُ)، سلطان جميل نسيم، محسن ڀوپالي، بينش سليمي جهڙا اردو زبان جا نامور شاعر ۽ ڊراما آرٽسٽ موجود هوندا هئا ته افضل هوٽل وري سنڌي اديبن ۽ سنڌي فنڪارن ڊول فقير، يار علي فقير، فقير امير بخش، فقير عبدالغفور، حسين بخش خادم، استاد محمد جمن، محمد ابراهيم ۽ ٻين دلبرن جي دم سان آباد ۽ ٽوٽڪن چرچن، قرب ۽ پيار پرئي ماحول سان پريل هوندي هئي.

موتي محل جي پرسان ڪيترن ئي يارن جون رهائشون ته ڪڏهن اوستي ساجن جي دڪان يا ڪيفي تهران تي يارن جا ميڙ موجود هوندا هئا. گاڏي کاتو انهيءَ وقت علم و ادب جو هڪ اهڙو مرڪز هو جو ڪنهن به نامور فنڪار يا شاعر سان ملڻ جي لاءِ سلطان هوٽل واري چوڪ تي اچڻو پوندو هو. حيدرآباد ۾ ان وقت تلڪ چاڙهي تي ڪيفي يونٽي، سٽي ٿاڻي جي پرسان ڪيفي راڪسي، گاڏي کاتي ۾ ڪيفي تهران، سلطان هوٽل، افضل هوٽل، الفا ريسٽورينٽ، شيرازين ريسٽورينٽ، مهربان ريسٽورينٽ، ڪراچي هوٽل، اديبن، شاعرن ۽ فنڪارن جي گڏجاڻين جا مرڪز هوندا هئا. هاڻي ته اتي ڪاريءَ وارا ڪک آهن. پلازه ٺهي ويا، هوٽلن ۽ ريسٽارينٽ واريون جايون گدام بڻجي ويون، بس ائين ڪٿي چوان ته:

گهٽ گئي انسان، بڙهه گئي سائي.

آءٌ اگر روئي ڏيندو آهيان سو ان ڪري ته اهي محبوب انسان، محسن شخصيتون، سڀ هليون ويون. هاڻي رڳو سندن يادگيريون آهن. سندن محبت پريا ٻول ڪنن ۾ ٻُري رهيا آهن. باقي منهنجي اڪيلي جند آهي سا به وڃي هڪ ڏينهن ويندڙ دوستن سان گڏبي. ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۾ هن وقت تائين جيڪي آر.ڊي توڙي ايس. ڊي يا پي. ايم ٿي آيا. الله جي فضل سان سڀني جو نيازمند ٿي رهيس. علي محمد چاڪلا، الياس عشقي، محمد بخش انصاري، بدر عالم، حميد نسيم، ابراهيم شيخ، نعيم شيخ، الله بخش بخاري ۽ ٻيا دلبر انسان جن ۾ انور بلوچ، سرور بلوچ، سليم شيخ شامل آهن. وڇوڙي جو ڏک ڏئي ويا تن کي يا جيڪي حال حيات آهن منير سومرو عنايت بلوچ، سڪندر بلوچ، امداد علي خوجه، پير سرهندي، مرزا مراد علي، تن کي ڪيئن ٿو وساري سگهان. ريڊيو پاڪستان تي مون کي وڏي عزت ملي، مون کي سڃاڻپ ملي. مون به اڌ صديءَ کان وڌيڪ وقت بغير ڪنهن ڦڏي فساد ۽ مطالبن لاءِ مظاهرا ڪرڻ جي پئي گذاريو آهي. وقت ڪجهه گذري ويو آهي باقي به گذري ويندو پر ريڊيو تي هڪ اهڙو دور به آيو جڏهن مون کي پريل محفل ۾ ٻانهن کان جهلي اٿاري پوين ڪرسين تي ويهڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو. جواز اهو ڏنو ويو ته اهي سيٽون ڪن چوڪرين لاءِ رکيل آهن. جيڪي تاڙيون وڄائڻ ۽ ڪن دوستن جي اکين کي ٺارڻ لاءِ گهرايون ويون

آهن. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ چوڪريون تہ نہ آيون البتہ شهر جي نالي وارن اوباش شرابين ۽ بدمست دوستن کي گهرائي ويهاريو ويو جنهن تي پوري محفل اندر دوستن ۾ تاءُ ضرور هو پر اسان سڀئي خاموشيءَ سان پروگرام ٻڌندا رهياسين. مون سان گڏ تاج جويو ارشد حميد، نفيس ناشاد، ڊاڪٽر هدايت پريم جهڙا اديب شامل هئا، جن کي اٿاري ۽ نهايت حقارت سان پري ويهڻ لاءِ حڪم ڏنو ويو هو. دوست هوش ۾ هجن تہ ڳالهہ ڪجي. بس تقريب پوري ٿي ۽ ٻئي ڏينهن منهنجي لاءِ حڪم صادر ٿيو اگر اسٽيشن اندر داخل ٿئي تہ سندس ٽنگون ڀڃي ڇڏجو. ٿي سگهي ٿو تہ هيءَ ڳالهہ ڪيترن دوستن کي نہ وڻي پر ڇا ڪريان جو مون سان ٿيل زيادتيءَ تي ڪنهن بہ ساٿ نہ ڏنو الٽو پنهنجي پٺي. آر ڪي مضبوط ڪرڻ واسطي اخبارن ۾ بيان شايع ڪرايا ويا تہ جو ڪجهہ ٿيو اهو درست هو. هونئن تہ ڏک ڪائي سُور پئي وڃان ها پر جڏهن اهي بيان ڇپيا تہ مون بہ خاموشي اختيار نہ ڪئي. پي بي سي جي اُن وقت جي چيئرمين انور محمود کي هڪ اهڙو خط لکيم جنهن ڪيس سُور ڏئي ڇڏيا. يڪدم انڪوائري ٿي پر ڳالهہ وري بہ اڌ ۾ رهجي وئي. پي بي سي جو چيئرمين هڪ تقريب ۾ شريڪ ٿيڻ واسطي حيدرآباد آيل هو. ممتاز مرزا آڊيٽوريم کان ٻاهر نڪتو تہ مون کيس سلام ڪري پنهنجو تعارف ڪرائيندي چيو تہ "توهان جي حيدرآباد شهر اچڻ تي ڏاڍي خوشي ٿي آهي پر ان کان وڌيڪ خوشي ان ڳالهہ تي ٿي اٿم تہ پي بي سي جو چيئرمين تقريب ۾ موجود آهي ۽ حيدرآباد جو ايس ڊي ڏسڻ ۾ نٿو اچي، همراهہ ٻاهہ ٿي ويو. پر ڇهري تي فرعونيت واري مرڪ آڻيندي چيائين تہ انڪوائري ڪرائيندس. خير ڇا جي انڪوائري ڇا جي جانچ. پوليس ڪڏهن پوليس وارن جي خلاف جانچ ڪئي آهي جو هتي بہ جانچ ٿئي ها. البتہ اهو ضرور ٿيو تہ ٽن مهينن کان پوءِ قصو پورو ٿيو ۽ منهنجي لاءِ ريڊيو جا دروازا کلي ويا. يار ڏاڍا پشيمان ٿيا پر دير ٿي وئي!!

"سب ڪڇهہ لُٽا ڪي هوش مين آئي تو ڪيا هوا."

ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جو هڪ شاندار تاريخي دور آهي. 54 سال هن اداري سنڌ جي عوام جي جذبات جي ڀرپور ترجماني ڪئي آهي. مرشد لطيف سرڪار جي ڪلام کي عام ڪرڻ ۾ مختلف فنڪارن طرفان ڳايل ڪلامن کي بار بار وڄائڻ سان سنڌ اندر لطيف شناسي پيدا ڪرڻ ۾ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي ڪردار کي ڪوبہ سنڌ جو سپوت ساراهڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهي. اهو ئي سبب هو جو ريڊيو پاڪستان حيدرآباد کي ٽي چار سال اڳ 'لطيف ايوارڊ' جهڙي شاندار اعزاز سان نوازيو ويو.

ريڊيو پاڪستان حيدرآباد هر سال موسيقيءَ جون اهڙيون محفلون مچايون، جن کي اڳئين زماني ۾ "مانڊا" چيو ويندو هو. استاد نزاڪت علي سلامت علي، استاد امانت علي فتح علي، استاد اميد علي، استاد منظور علي، سائين مرنا، سائين اختر حسين، استاد محمد جمن، محمد ابراهيم، ثريا ملتانيڪر، نسيم بانو اقبال

بانو فريده خانم، ريشمان، روبينہ قريشي، زرينہ بلوچ، عابده پروين، محمد يوسف، وحيد علي، فيروز گل، نياز حسين، مصري خان جمالي، الهہ بچايو کوسو، خميسو خان، مجيد خان سارنگي نواز، لونگ فقير، غلام محمد، فقير عبدالغفور، ڊول فقير، غلام نبي عبداللطيف ۽ ٻين نامور فنڪارن جي انهن آوازن کي ڪيئن ٿو وساري سگهجي. ٿي سگهي ٿو ڪجهہ نالا رهجي وڃن. سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ هر سال ٿيندڙ انهيءَ تقريب جي خاص مهمان برصغير جي نامور ملڪہ موسيقي روشن آرا بيگم جيڪا سادگي ۽ شرافت جو زنده مثال هئي، سا پڻ موجود هوندي هئي. عجز ۽ نماڻائيءَ جي حد هئي. نسيم بيگم سندس پيرن تي هٿ رکي مٿي مٿي تي هٿي پئي چوي تہ اڄ مون کي ڳائڻيءَ جو سرٽيفڪيٽ مليو آهي. نزاڪت علي، سلامت علي سندس پرسان نسبت جهڪايو بيٺا آهن ۽ هن جي زبان مان صرف اهو جملو پيو ادا ٿئي تہ، "بيٽي اچا گايا، مگر ابهي ڪچهہ اور محنت ڪرو." ۽ نزاڪت علي، سلامت علي جي طرفان صرف "جي، ماجي، جي ماجي" جي تنوار پئي ٿئي. اڄ ڪٿي ٻچڙيون آهن اهي فنڪارن واريون شرافت ڀريون ٻوليون. حالتون جيڪي ڏسون ٿا تہ ڪجهہ ڳائڻن کي ڇڏي باقي تہ "بي سُرن" جو قافلو آهي، جيڪو ڪيسٽن ۾ "رنگين" شاعري ڳائي پاڻ کي سنڌ جو "تان سين" سمجهڻ ۾ پورو آهي ۽ اهڙي حالت ۾ ڏسي ائين چوڻ تي دل چوندي آهي تہ، "تفو بر تو اي چرخ گردش تفو" (اي آسمان تو تي حيف هجي جو ههڙا تماشا اچا ڏسين پيو." ريڊيو پاڪستان تان هر سال ڪئين تمثيل ٿيندو هو. پورو هفتو ڊراما نشر ٿيندا هئا. سنڌ مان جن نالي وارن ذهين فنڪارن، صداڪارن شهرت ماڻي، ڪي تہ فلمي دنيا ۾ بہ هليا ويا تن ۾ محمد علي، مصطفيٰ قريشي، مشتاق مغل، نسيم مغل، سيد صالح محمد شاهہ، عبدالحق ابڙو، اي آر بلوچ، ارشاد علي ۽ ٻيا ڇا وسارڻ جهڙا آهن يا انهن جي فني صلاحيتن کان انڪار ڪري سگهجي.

1965ع جي جنگ هجي يا 1971ع واري، ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي پروگرامن کي پوري ملڪ ۾ پسند ڪيو ويو. "جام جم" پروگرام جي مقبوليت جو اهو عالم هو جو "بليڪ آئوٽ" هوندي ۽ ڪرفيو جي پابندين جي باوجود ڪيترا ماڻهو ريڊيو جي عمارت ٻاهران انهن فنڪارن کي ڏسڻ ۽ کين آفرين چوڻ لاءِ اچي بيهندا هئا. جيڪي "جام جم" ۾ ڪردار ادا ڪندا هئا. ريڊيو پاڪستان هر دور ۾ پاڻ ملهايو آهي. سرڪاري ادارو هوندي بہ اتان عوام جي پسند جا شاندار پروگرام ٿيندا رهيا آهن ۽ ٿي رهيا آهن. ان حقيقت کان ڪير بہ انڪار نہ ڪري سگهندو تہ دلبر يار نصير مرزا ريڊيو جي ساک کي بلند ڪرڻ واسطي جيڪا محنت ڪري رهيو آهي ۽ جيئن جاکوڙي رهيو آهي، ان تي ڪيس داد نہ ڏيڻ انتهائي ڪم ظرفي ٿيندي. ڪيس مسلسل محنت ڪندو ڏسي مون کي لطيف سرڪار جو هيءُ ارشاد ياد ايندو آهي:

ڪرڪٽا لاهي سُک نہ سُتا ڪڏهين،
اوسيئڙو آهي ڪاهوڙين کي پنڌ جو.

انهن 54 سالن جون هزارين يادگيريون ۽ واقعا آهن. جيڪي اڪين اڳيان فلم وانگر هن وقت بہ هلي رهيا آهن جن مان ڪي نهايت حسين آهن تہ ڪي انتهائي تلخ!! ان ڪري هاڻي واعدي مطابق مرشد قلندر لعل شهباز رحہ جي ميلي تي ٿيندڙ ادبي ڪانفرنس جو ذڪر ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان! پر هتي هڪ ڳالهہ جو ذڪر ڪري ڇڏيان تہ پنهنجي فليٽ جي هڪ بند ڪمري ۾ هي يادگيريون لکي رهيو آهيان. اکين ۾ لڙڪ موجود آهن. محبوب انسان ياد پيا اچن. منهنجا ٻئي پوٽا ازان گل ۽ سنان گل اندر اچي مون کي روئندي ڏسي پڇن ٿا تہ: "بابا، تُسان ڪيون پيا روندي وي" ۽ آءُ کين ياڪر پائي چمي ڏئي چوان ٿو "ماضيءَ جون يادگيريون آهن جن روئڻ تي مجبور ڪيو آهي." اسان جي تاريخدانن اسان سان ايڏو ظلم ڪيو جو هزارين سال اڳ جوَن تہ تاريخون بہ ٻڌائي سگهن ٿا ۽ واقعا گهڙي بيان بہ ڪري ٿا وجن. پر کين اڄ تائين مرشد حضرت قلندر شهباز رحہ جي نہ ولادت جي تاريخ جي خبر آهي ۽ نہ وفات جي!! بس جيڪو مقالو پڙهيو جنهن جيڪو مخزن ڏسو زور رڳو ڏند ڪٿائن تي آهي. مرشد قلندر رحہ جو ميلو يا عرس تہ ڪيئي صديون اڳ کان لڳندڙ هو پر ادبي ڪانفرنس جي ابتدا سال 1963ع ڌاري ٿي.

ان وقت دادو ضلعي جو ڊپٽي ڪمشنر ادب دوست ۽ باهمت انسان سائين محمد اسماعيل سيٺ صاحب هو (محترم حميد سنڌيءَ جو والد بزرگوار) جنهن ضلعي سربراهہ جي حيثيت ۾ اديبن، شاعرن، فنڪارن ۽ دوستن جو هڪ وسيع حلقو پيدا ڪري ڇڏيو هو. رئيس ضياءالدين بلبل، حافظ محمد احسن چنا، تاج صحرائي، جمال ميراڻي، محبوب علي چنا جهڙا سنڌي ادب جا چمڪندڙ ستارا سندس چوڌاري هميشہ موجود هوندا هئا. هڪ ڏينهن مون کي سائين محبوب علي چنا جهڙي محبوب ۽ محسن انسان جو خط مليو تہ مرشد قلندر لعل شهباز رحہ جي عرس جي موقعي تي ادبي ڪانفرنس ڪري رهيا آهيون. تون جلدي پهچي وڃ. مقرر تاريخ تي پهتس تہ سيٺ صاحب مرحوم مون کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائين، "بس بابا، استيج سنڀالڻ وارو اچي ويو." ۽ ائين ڪيترن ئي سالن تائين مون ادبي ڪانفرنس ۾ شرڪت بہ ڪئي ۽ استيج سيڪريٽري جا فرائض بہ انجام ڏنا. ياڙو پتو 50 روپين کان وڌيڪ نہ هو. انهن پنجاهہ روپين کي وٺندي جيڪا خوشي ٿيندي هئي، سا هاڻي هزارين روپيا ملڻ جي باوجود بہ نٿي ٿئي. هاءِ هاءِ! ڪهڙيون نہ ادبي رهاڻيون هيون. ڪيڏا نہ عظيم انسان هئا. جيڪي هيڏو وڏو عهدو هوندي بہ مهمانن جي هٿن ڌوئارڻ لاءِ پاڻيءَ جو لوٽو کڻي بيٺا هوندا هئا، تہ متان مهمانن کي ڪا تڪليف نہ پهچي. هينئر ڇا حال آهي. آفيسر پهريائين ڪرسيءَ تان هيٺ لهي ڇو ٿو جو مهمانن سان ملي. ڪرسيءَ تي ائين ٿا چنبڙي ويهن جڻ ڪا ايلفي لڳل هجي. ادبي ڪانفرنس هاڻي بہ ٿئي ٿي پر اها اڳي واري ڳالهہ ڪٿي!؟ هڪ ڀيرو علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي مرحوم سان گڏ واپس

حيدرآباد پئي آيس. سخت برسات بہ هجي، ڊرائيور نهايت احتياط سان گاڏي پئي هلائي. رستي تي ڪچهري ڪندا پئي آياسين. علامہ مرحوم جا لفظ اڃ بہ مون کي ياد آهن تہ، "بابا پروانا! هي جيڪي نوان ناچو ڌمال وجهڻ لاءِ ميدان ۾ ٽپي پيا آهن، سي هڪ ڏينهن عرس جي تقريبات کي هاڃ جيڪ ڪري ويندا." آءٌ ائين ڪونہ ٿو چوان تہ "ناچو" لفظ جو اشارو ڪنهن ڏانهن ڪيو هئائين، پر ايترو سمجهيم تہ جيڪي مرشد قلندر جي فارسي ڪلام تي بہ ڪنڌ هڻندا آهن ۽ ڪين هڪ لفظ بہ سمجهہ ۾ نہ ايندو آهي، تن کي نظر ۾ رکندي شايد علامہ صاحب جو مقصد اهو هجي تہ هي هن شعر جي بہ ابتي سبتي تشريح ڪندا.

ز عشقِ دوست هر ساعت درون نار مي رقصم،
گهي در خاڪ مي غلطم، گهي بر دار مي رقصم.

بہ ٽي سال اڳ ۾ اهو اعلان ٿيو هو تہ مرشد قلندر جي سوانح ۽ ڪلام تي وڏيڪ تحقيق ڪرڻ لاءِ دانشورن ۽ ماهرن جي هڪ ڪميٽي جوڙي وئي آهي ۽ مون ان وقت بہ پنهنجي گذارشات ۾ اهو عرض ڪيو هو جيڪو هڪ اخبار ۾ شايع بہ ٿيو هو تہ:

نہ خنجر اُٺهيگا نہ نہ تلوار اُن سي،
يہ بازو ميري آزمائي هوئي هين.

12 مهينن کان بہ مٿي عرصو گذري ويو پر شايد ڪا هڪ ميٽنگ ٿي هجي. اعلان ٿيو تاڙيون وڳيون، اخبارن ۾ خبر آئي، ٽي وي تي فلم هلي، بس! اسان جو ڪم پورو ٿي ويو. هاڻي ڪميٽي ڄاڻي ۽ سندس ڪم. وري جيڪي جيئرا هوندا سي پيا پڇا ڪندا. پر سچ تہ اهو آهي تہ پڇندو ڪير؟ ڪنهن کي مٿي ۾ سور پيو آهي جو انهن عالمن، دانشورن، فارسي زبان تي عبور رکندڙ محققن کان اهو دريافت ڪري تہ هڪ سال اندر ڪيتري چنڊچاڻ ٿي. يعني اسان جي لاءِ رڳو هاڻي ڪم وڃي بچيو آهي تہ تحقيق ڪريو. انهيءَ ڪميٽي تہ اڃا وفات جي تاريخ جي تحقيق نہ ڪئي آهي، ان مان ڪيڏي وڏي اميد رکي سگهجي ٿي. ان کان پوءِ وري سچل سائين جي ڪلام تي تحقيق ٿيندي مرشد لطيف سرڪار جي شاعري تي تہ ايتري تحقيق ٿي آهي، جو جن کي بيت پڙهڻ نٿو اچي سي بہ اسٽيج تي اچي ابتا سبتا اکر ڳالهائي شاهہ جي ڪلام جا پارکو ٿي وڃن ٿا.



ريڊيو پاڪستان تي انٽرويو دوران پروانو ۽ٿي، فرزانہ عباسي ۽ محمد موسيٰ چانڊيو ويٺا آهن.

ڪيترا تہ عهدن تي وڙهي ٿا پون تہ مون کي هي عهدو نہ ملندو تہ تحقيق ڪندڙ ٽيم ۾ شامل نہ ٿيندس. ڪيترا انهيءَ تي اعتراض ڪن ٿا تہ انهيءَ ڪميٽيءَ ۾ اسان جي گريڊ وارو ڪوبہ دانشور نہ آهي، ان ڪري معذرت!!

هاڻي، جڏهن اهڙي صورتحال وڃي بچي، تہ اتي اسان جهڙن فقيرن کي ڪپي تہ چُپ ٿي وڃن. 1963 واري ادبي ڪانفرنس جي ياد اڃا ذهن تي تازي آهي يا ان کان پوءِ بہ اٺن ڏهن سالن تائين جيڪي اجتماع ٿيا، ڪتاب شايع ٿيا، رسالا نڪتا، تن جي معيار جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي. ڪجهہ عرصي کان تہ ادبي ڪانفرنس جي لاءِ اهڙن "نامور دانشورن" کي انتظام ڏنو ٿو وڃي، جن وٽ اديبن جي لسٽ ئي موجود نہ آهي. مري ويل اديبن کي دعوت ناما موڪليا ويندا، پر جيڪي جيئرا آهن، جن 1963ع کان بارگاهِ قلندر ۾ حاضري پئي ڏني آهي، انهن کي "ذاتي پسند ۽ ناپسند" جي لعنتي مصيبت جي ڪري سڏ بہ نہ ڏبو.

ڪلچر کاتي اگر انهن ميلن، ملاکڙن کي پنهنجي ڪنٽرول ۾ ورتو آهي، تہ ڪين ڪم بہ انهيءَ حساب سان ڪرڻو پوندو. ثقافت کاتي جون ڪوششون بلاشڪ لک لهن، پر ڇا ڪجي جو سرزمين تي ڪاريءَ وارا ڪک آهن. مرشد قلندر شهباز جي ميلي ۾ باقي بہ مهينا آهن. اڃا ڪارا پڌرا ٿي پوندا. پيري پنڌ ڪونہ آهي حياتي رهي تہ وري هڪ نئين ڪميٽيءَ جو اعلان ٻڌنداسين، وري هڪ دفعو وڏيڪ تاڙيون وڄنديون ۽ واه واه ٿي ويندي. ڇا هن قسم جو چرچو هر سال ٿيندو رهندو!؟ اهو هڪ سوال آهي جنهن جي پڇڻ جو حق هر هڪ سنڌي سپوت کي حاصل آهي.

هن ڀيري ڪجهہ تيز لکيو اٿم. پر اها بہ حقيقت آهي تہ جيترو لکڻ جو خيال هو ان جي ڏهين پتي بہ لکي نہ سگهيو آهيان ڇاڪاڻ تہ:

نازڪ مزاج شاهان تاب سخن ندارد

ڪٿي مون کي هميشہ لاءِ ماٺ نہ ڪرائي ڇڏين. هيءُ مضمون پڙهندي بہ گهڻن جي چهرن تي هڪڙا رنگ چڙهندا ۽ لهندا پر حقيقتن تان پردو کڻبو ۽ ضرور کڻبو.

دعا ڪريو اي ساٿيو! شال هي لکڻ جو ساٿ نڀائي سگهان. مون کي ذهني طرح مفلوج ڪرڻ جي ايتري تہ ڪوشش ڪئي ٿي وڃي جو هن پراڻي شعر لکڻ

تي ۽ ان کي وري وري پڙهڻ تي مجبور ٿي ويندو آهيان تہ:

چُپ جبل جيڏي پلا ڇا جي ڪري،
گُنگ آهي چو پلا سڀ جي زبان،
ڪهڙي دنيا ۾ رهو ٿا دوستو
چو نٿا سمجهو تہ مان ڇا ٿو چوان.

(هلندڙ)

◈

# دل جي دفتر مان

•

## قاضي خادم



مظهرالحق صديقي وائيس چانسيلر، ڊاڪٽر قاضي خادم ڊائريڪٽر علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي چيئر ۽ مولانا عبدالرحمان جمالي، چيئر جي آفيس ۾

جيئن ادبيات سنڌي اديبن لاءِ هڪ مرڪز جي حيثيت رکندو هو تيئن سلطان هوٽل جي فٽ پاٿ تي سليمان برادرس جو بڪ اسٽال وري اردو اديبن جو ڳڙهہ هوندو هو. دڪان تي حميد ڀائي ويهندو هو جيڪو نهايت عزت ۽ محبت ڪرڻ وارو شخص هو. هميشہ خمار ۾ هوندو هو. ايندي ويندي سان ڪلي پيو ڪِيڪر ڪندو هو. عزيز شيخ سان اخباري تعلق هئڻ سان گڏ دلي دوستي هوندي هئس. خود عزيز بہ دل وارو دوست آهي. محبت ڪندڙ ۽ مانُ ڏيندڙ سنڌي صحافين ۾ هُن جيترو پڙهيل، خاص ڪري انگريزي ۽ سنڌيءَ ۾ مهارت رکندڙ ڪي گهٽ صحافي هئا. سنڌي، اردو توڙي انگريزي اخبار جي صحافين سان دوستي هوندي هئس. مون سان بہ تمام گهڻو پيار ڪندو هو ۽ عزت بہ ڪندو هو. جڏهن حيدرآباد ڇڏي جنگ اخبار ۾ ويو تہ اتان بہ مون کي خط لکي مواد گهرائيندو هو. اتان وري ڏان ۾ هليو ويو تہ تمام گهڻا ڪارائتا ڪالم لکيائين. حميد هميشہ هن جو انتظار ڪندو هو. حميد ئي دوستيءَ ۾ منهنجو ڪتاب ”پيار“ (سارتر جي انٽيمسيءَ جو ترجمو) شايع ڪرايو هو.

ان وقت اردوءَ جا سڀ مشهور اديب ۽ ڪيترائي سنڌي عالم ۽ اديب سلطان هوٽل ۾ ڪائي پي، ٻاهر نڪري پهلوان پان هائوس تان پان کائي، اچي حميد جي اسٽال تي ويهندا هئا ۽ هڙ اخبارون مفت ۾ پڙهي، بلڪ ڪي ڪي تہ رسالا ۽ ڊائجسٽ بہ مفت ۾ پڙهي، انهن تي تنقيدون بہ ڪندا هئا. پر حميد خوش ٿيندو هو

ڪڏهن بہ منهن نہ گهنجايائين. جيڪڏهن ڪنهن ڏينهن حمايت علي شاعر نہ آيو يا انوار احمد زئي نہ پهتو گرامي صاحب نہ آيو يا ڏيپلائي صاحب چڪر نہ هنيو تہ پڇائون پيو ڪندو... آءُ بہ ڊاڪٽر ڪريم الدين احمد، قدير غوثي، نفيس ناشاد، ڪليم فاروقي، شاڪر جعفري، محسن ڀوپاليءَ وارن سان گڏ هن جو مفت جو گراهڪ هوندو هوس. استاد اختر انصاري اڪبر آبادي جنهن لاءِ شعر مشهور هو:

*کچھ بھید نہیں کھلتا کیا چیز ہے بنیادی،*
*اختر ہے کہ انصاری، اکبر ہے کہ آبادی۔*



ڊاڪٽر قاضي خادم ڊين جي حيثيت ۾ سنڌ يونيورسٽي ۾ پينٽنگ ايگزيبيشن جو افتتاح ڪندي

هو پنهنجي ماهوار رسالي 'نئين قدرين' جو مواد ٽيلهي ۾ ڪنيو چڪر پيو ڪاٽيندو هو اختر علي شاهہ هن کي چيڙيندو هو ۽ پيا بہ هن جو ساٿ ڏيندا هئا. پر هن ڪڏهن منهن نہ گهنجايو. هن بُڪ اسٽال تان بہ حميد ڪان پوءِ برڪت نڪري وئي بلڪ سليمان برادرز پيا وڏا ڏنڊا شروع ڪيا ۽ اها انجمن اجڙي وئي. هاڻ، ڪڏهن ڪڏهن پراڻي دور کي ياد ڪرڻ لاءِ سلطان هوٽل تي ويندو آهيان ۽ ڪواب ۽ نان وٺندو آهيان. پوءِ ڪنهن ڪنهن مهل لڳندو اٿم تہ ڊاڪٽر ڪريم، محسن، قاصد عزيز ۽ ڪيترا دوست جيڪي هاڻ نہ آهن، اهي بہ اتي ئي ڪٿي ڪنڊ پاسي ۾ پان کائي، ڏند ڪوٽڻيءَ سان ڏند کوٽي رهيا آهن. پر هيڏانهن هوڏانهن ڪونہ ڏسندو آهيان. جو خبر اٿم تہ اهي ڪٿي بہ ڪونہ آهن. دل ۾ ئي آهن. جي اتي هجن ها تہ حميد پائي بہ هجي ها ۽ چوي ها، "قاضي صاحب ايترا ڏينهن ڪٿي هئا. ڪاوڙ تہ ڪانهي نہ" ۽ پوءِ ڪانيءَ ۾ ٻڌل ڪپڙي سان ڪتابن کي ڇنڊڻ ۾ لڳي وڃي ها.

**

مون کي ننڍپڻ کان ئي پيرن کي صاف رکڻ جو فڪر رهندو هو. گهران ٻاهر ويس ۽ ڪيڏي مهل بہ واپس آيس تہ پير ضرور ڌوئيندو هوس. تنهنڪري منهنجا پير هميشہ اڇا اجرا ۽ صاف رهندا هئا. هڪ ڏينهن آءُ گهر وينو هوس تہ منهنجي وڏي ڀيڻ جي پٽ کي ماءُ سان بحث ۾ مصروف ڏٺم. هن پنهنجي پيءُ سان ڪا ڪاوڙ ظاهر ڪئي هئي تنهن تي ماڻس چيس تہ "پيءُ جا پير ڌوئي پيئڻ گهرجن. آخر هو پيءُ آهي چڱي مٺي تان ضرور چوندو." ان تي منهنجي ڀاڻيجي هڪدم

ورائيس، "پير بہ هجنس ماما ابوءَ جي پيرن جهڙا. تہ ڪٽي ڏوئي پيئان. باقي هن جا پير..." اهو پڏي گهر جا سڀ ياتي اچي کِل ۾ ڇُٽا.

❁❁



ڊاڪٽر قاضي خادم سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ غفار تبسم جي شاعريءَ جي ڪتاب جو افتتاح ڪندي، ڄام ساقي سنڌس پرسان بيٺل آهي

مير محمد نظاماڻي 1963ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾ ليڪچرار هو. منهنجي اوائلي استادن ۾ شامل هو. نهايت فهميدو پڙهيل لکيل ۽ عزت وارو شخص هو. پامسٽريءَ سان شوق هوس تنهنڪري ڪافي استاد توڙي آفيسر هن وٽ ايندا هئا. هن جلدي استاد جو منصب ڇڏي اسسٽنٽ ڪنٽرولر امتحانات جو عهدو قبول ڪيو ۽ رٽائرمينٽ تائين ان ڪاتي سان منسلڪ رهيو. منهنجو هميشہ دوست تي رهيو ڪو ڪم ڪار هوندو هوس تہ بي تڪلف چئي ڇڏيندو هو ۽ اسان کي بہ ڪو مسئلو ٿيندو هو تہ هن کي چئي ڇڏيندا هئاسين. مون تہ هن کي هميشہ پنهنجو استاد سمجهيو. هو علامہ آءِ. آءِ. قاضي صاحب سان بہ تمام ويجهو هو. هر موقعي مهل تي سنڌس ساٿ ۾ رهندو هو. هو جڏهن ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ ۾ ڊيپوٽيشن تي ويو تہ هڪ دفعي اسان کي گڏ پاڪستان ٽي.وي تي هڪ مذاڪري ۾ ويٺو پيو ان موقعي تي هن ٻڌايو تہ علامہ صاحب ڪيس هڪ پيتي امانت طور ڏني هئي، جنهن ۾ ڪافي اڻ ڇپيل مواد هو. هاڻ اها پيتي ڪٿي آهي، تنهن جي ڪنهن کي بہ خبر ڪانهي. ايتري باقي خبر آهي تہ اها پيتي هن ڪنهن کي ڏني ڪانہ هئي. خاص طور هن ان پيتيءَ جي باري ۾ علامہ صاحب جي گفتگو ٻڌائي هئي. اها وري هاڻ اسان وٽ امانت آهي.

نظاماڻي صاحب سنڌي ڊراما نگاريءَ تي هڪ ڪتاب لکيو جيڪو اڄ تائين سنڌي ڊرامي جي فن ۽ تاريخ تي سنڌي حيثيت رکي ٿو. نظاماڻي صاحب رٽائرمينٽ کان پوءِ خبر ناهي ڇو پنهنجي يونيورسٽيءَ واري گهر ۾ نہ رهيو. هن سان ملاقاتون بہ ڪونہ ٿيون. هڪ اڌ دفعو جڏهن مُون کين ڏٺو تہ محسوس ڪيم تہ مون کي ڪونہ سڃاتائين. اهي دوست جيڪي هٿ ڏيڪارڻ ۽ ڪم ڪار جي سلسلي ۾ هن جي اڳيان پٺيان پيا ڦرندا هئا. اهي بہ خبر ناهي ڪيڏانهن گم ٿي ويا.

❁❁

بابا هميشہ کان خوش پوشاڪ هوندو هو. سنڌس اوائلي جوانيءَ وارن فوٽوئن ۾ هو هميشہ ٽري پيس سوٽ ۽ ترڪي ٽوپيءَ ۾ نظر ايندو. چاهي ڪلارڪ هو يا

مختيارڪار ٿيو هن جو لباس تمام ماڻائتو هوندو هو. جڏهن اسين چاچري پئي وياسين (1968ع) تہ هو پينٽ شرٽ ۾ تاڻ ۾ هو ليڪن ڪنريءَ ۾ هڪ سوناري وٽ مانجهاندو ڪرڻ لاءِ ترسياسين تہ پاڻ پينٽ بدلائي سلوار پائي نماز پڙهيائين ۽ آرام ڪيائين. اتان چاچري لاءِ جڏهن ڪيڪڙي (GMC Truck) ۾ چڙهياسين تہ سلوار ۾ ئي رهيو پر ٺاڻ بدل هوس. چاچري ۾ اچي هن سلوار قميض پائڻ شروع ڪئي، ليڪن گهر کان ٻاهر هميشہ پينٽ شرٽ يا سوٽ ۾ رهندو هو. جڏهن اسان جي پريس تي ڇاپو لڳو ۽ اسان کي بہ ٽي مهينا مفرور رهڻو پيو تہ هن جي پينٽ جي عادت لهي وئي. هاڻ سڪرنڊ جي ڳوٺ مجيد ڪيريو ۾ يا غلام شاهہ جي ديهہ پورا سٽ ۾ سوٽ پائي ڇا ڪجي. وري جو ڪجهہ ڏينهن هالا پراڻا بہ وڃي رهياسين تہ اُستي الهڏني ڏاڙهي لاهڻ بجاءِ چيس، "رئيس، هاڻ سونهاري بہ رکايو توهان کي ٺهي ٿي، ڇو تہ بابا گهران نہ نڪرڻ جي ڪري ڏاڙهي ڪونہ ڪُوڙي هئي، ليڪن اها ڪافي وڌي ٿي وئي هئي جنهن کي استي الهڏني، خط وني، ٺيڪ ٺاڪ ڪري ڪيس آئينو ڏيکاري آماده ڪري ورتو. بابا بہ ٽڏو ساهہ پريو ۽ پوءِ ڪڏهن ڏاڙهي ڪونہ ڪُوڙايائين ۽ نہ ڪا پينٽ پاتائين. هن جون سؤ کان مٿي لَندن جون ٽوٽل ۽ باس جون ريشمي ۽ سوتي نيڪ ٽايون، ڪافي ڪوٽ، واڪنگ اسٽڪ ۽ ڪيترائي سولو هيٽ بہ وڃي اسان جي راند ڪرڻ لاءِ بچيا.

**



محمد حيات ڪاڪا ۽ قاضي خادم بہ استاد بہ دوست

سائين محرم خان هڪڙو دلچسپ واقعو ٻڌائيندو هو جيڪو ساڻس ٿي گذريو هو. هن جي گهر واريءَ کي ماڻٽالي منو ايڪڙ ٻني مليل هئي، تنهن جي کاتي بدل لاءِ ڪيس مختيارڪار وٽ وڃڻو پيو جنهن اهو ٻڌي تہ يونيورسٽيءَ جو استاد آهي، جلدي گهرايس. محرم خان مختيارڪار کي خوش ڪرڻ لاءِ چيو "سائين، تنهنجي ڏاڍي ساک ٻڌي اٿم، چون ٿا تہ توهان جهڙو ايماندار ڪو ورلي هوندو." اهو ٻڌي مختيارڪار چيس، "اي پروفيسر صاحب! ماڻهو تہ پيا بڪواس ڪندا آهن. تون تہ ڏاهو ماڻهو آهين. ڪم جي ڳالهہ ڪر." محرم خان ٻڌايو "گهڻو ئي خوش ڪرڻ جي ڪئيمانس، مورڳو ڪم ٿي ٿيو پوءِ ڏئي وني جان ڇڏائڻي پئي."

**

نتي ۾ آر.ايم جي ڪورٽ ۾ هڪ ڪلارڪ هو جيڪو ڪجهه وٺڻ کان سواءِ ڪنهن ڪاغذ کي بہ هيٺ مٿي ڪونہ ڪندو هو. گهڻو ئي بابا ڇندبون پٽيندو هوس، پر همراهہ مڙندو ڪونہ هو. چون ٿا تہ هڪ پيري ڪنهن فريادي جو فائيل ڳولڻ لاءِ هن کان پئسن جي گهر ڪيائين. هن مسڪين وٽ بہ ڪجهه هئو ئي ڪونہ، سو چيائين، "سائين آءٌ تہ پاڙي بنان ئي گهران آيو آهيان. پئسو تہ اٿم ڪونہ. باقي ڪڪڙ جا بہ آنا اٿم." ان تي هن چيو "چڱو اهي ئي ڏي، ڪجهه تہ ڏي نہ!"

❋❋

زندگيءَ ۾ ڪئين اهڙا دلچسپ موقعا اچن ٿا، جيڪي وساري نہ ٿا سگهجن. اهڙو ئي هڪ موقعو تڏهن آيو جڏهن مون کي بنا ڪنهن ڪوشش جي، بي اي آنرز ڪرڻ شرط پنهنجي دوست مقبول پٽيءَ سچل سائنس ڪاليج ۾ پارٽ ٽائيم ليڪچرار مقرر ڪرائي ڇڏيو.

مقرر ٿيندي ئي جڏهن مون کي وائيس پرنسپال محمد حيات ڪاڪا سان ملايو ويو تہ هن مون کي شايد انٽر سائنس جو شاگرد سمجهي ليبارٽري هلي ڊيڪاري ۾ هڪ استاد مئڊم زبيده قاضيءَ سان ملائيندي چيائين تہ هي هتي جي سينيئر پروفيسر آهي، اتي ان وقت موجود الانا صاحب ڪلي چيس، "ڪاڪا صاحب، خادم ليڪچرار ٿي آيو آهي. داخلا وٺڻ ڪونہ آيو آهي." اهو ٻڌي ڪاڪا صاحب جو رويو بہ تبديل ٿي ويو.



ڊاڪٽر قاضي خادم ۽ ڊاڪٽر محمود مغل
علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي چيئر جي آفيس ۾

يونيورسٽيءَ ۾ تہ حيثيت شاگرد واري هئم، جو ايم.اي فائنل پئي ڪيم. پر هتي استاد وارو مانُ پئي مليو جيڪو مون کي انوکو ۽ اوپرو ٿي لڳو. خاص ڪري جڏهن شاگردن کي پڪنڪ تي وٺي پئي وياسين تہ مون پنهنجي شاگرديءَ واري دور وانگر چاهيو ٿي تہ ڊوڙي وڃي بس ۾ دريءَ واري سيٽ تي ويهان، پر هتي تہ اڳ ئي اسان لاءِ سيٽون مخصوص هيون. ڊوڙڻو ئي ڪونہ پيو. فضيلت سان وڃي ويٺاسين. وري جو منجهند جو مڪليءَ تي مانيءَ جو وقت آيو ۽ شاگردن وٺي ڏُڪ پاتي تہ آءٌ بہ ذري گهٽ هنن سان گڏ ٿي ڊوڙيس، پر ڏٺم تہ استادن لاءِ جدا بندوبست هو جتي ماني بہ گهڻي هئي تہ ويهڻ پاٽي ۽ ڇانهہ جو بندوبست بہ هئو. اهو منهنجي لاءِ هڪ نئون تجربو هو جنهن جو ذائقو اڃا بہ ياد ايندو اٿم تہ مزو ايندو آهي.



اسان جو هڪ دوست عبدالغفار جيڪو سچل سائنس ڪاليج ۾ فزڪس جو استاد هو ۽ ٽيوشن بہ پڙهائيندو هو. انهن جو شاهي بازار ۾ ڪپڙي جو دڪان هئو. هڪ دفعي سندس والد چيو تہ "اهو ادائي سؤ روپيہ مهيني تي پيو وقت ضايع ڪرين، چو نہ ٿو اچي ڪپڙي جو دڪان سنڀالين؟"

تہ چيائين، "هتي مون کي ڏهہ هزار مهيني جي ٽيوشن ٿي ملي، ڪپڙي جي دڪان جي ڪمائي پنج هزار مهينو بہ ڪانهي، سو گهاٽي جو سودو ڪيئن ڪريان!؟"

ٽيوشن تہ هوندي هئي پر حقيقت ۾ ڪاليج جي پڙهائي بہ اهڙي هوندي هئي جو شاگرد گهڻو ڪجهہ پرائي ويندا هئا. نہ هونديون هيون اسٽرائيڪون نہ ڦڏا. شاگردن جا مسئلا هوندا هئا. واٽر ڪولر، ليب جو سامان، سٺا استاد وغيره. استادن جون انجمنون بہ اجا ڪونہ هيون، تنهنڪري پڙهائيءَ تي ڌيان هوندو هون. وڏي ڳالهہ تہ سفارش اجا ڪلچر ڪانہ بڻي هئي، تنهنڪري ڇوڪرا بہ ان يقين سان محنت ڪندا هئا تہ ڪين ان جو ڦل ملندو تنهنڪري هرويرو ڪاپي ڇو ڪن؟ ۽ پنهنجي جڳهہ تي ٻين کي ڇو ويهارين!؟

خانگي ڪاليجن ۾ هڪ طرف سچل سرمست سائنس ڪاليج ۽ مسلم سائنس ڪاليج ۾ مقابلو هوندو هو جتي منهنجو دوست عالم چند (عاليو) ٻاٽنيءَ جو ليڪچرار هو. تہ ٻئي طرف سچل آرٽس ۽ مسلم آرٽس ڪاليج ۾ بہ مقابلو هو. بهتر کان بهتر استاد، لائبريريون ۽ ليبارٽريون، ساليانہ مخزن ۽ ساليانہ فنڪشن، ٻنهي پاسي هئا تہ آءٌ وري سچل سائنس ۽ مسلم آرٽس ڪاليج ۾ هڪ ئي وقت ليڪچرار هوس، تنهنڪري ان وقت جي علمي چٽاپيٽيءَ کي ڏسڻ جو ڀرپور موقعو مليم. ليڪن گورنمينٽ ڪاليج (اصل ۾ ڏيارام گدومل نئشنل ڪاليج هئي) ۾ بہ استاد عبدالعليم قلباٽي، ياسين خان، قسيم بيگ چغتائي، ادريس صاحب ۽ ڪئين اهڙا تہ لائق استاد موجود هوندا هئا، جو هر ڪاليج جو شاگرد چاهيندو هو تہ جتي بہ ڪو استاد وڌيڪ دلچسپيءَ سان پڙهائي ٿو اتي وڃجي، جي ڪاليج ۾ نہ وڃي سگهجي تہ هن کان ٽيوشن ضرور وٺجي. اهو دور هو جو ڪي ڪي استاد مهيني ۾ ڏهن کان ويهن هزارن تائين ٽيوشن مان ڪمائي وٺندا هئا، جڏهن تہ ان وقت ڪرونا ڪار جي قيمت سترنهن هزار هئي.



1966ع ۾ سچل سائنس ڪاليج ۾ نوڪريءَ وارا ڏينهن بہ يادگار ڏينهن هئا. خاص طور ڪاليجن ۾ پڙهائي، شاگردن ۾ تعليم لاءِ شوق، استادن جون محنتون ۽ نظم و ضبط تہ مثالي هوندا هئا. مجال آهي جو ڪو استاد ڪاليج ۾ دير سان پهچي. پرنسپل حڪيم شيخ، جيڪو ڏسڻ ۾ ئي تمام سخت گير ۽ سخت مزاج لڳندو هو اهڙي تہ آڏي پڇا ڪندو هوس، جو ڏندين آڱريون اچي ويندا هئا.

ڪاليج جي وقت ۾ مجال جو ڪو استاد پهنجي آفيس يا ٽيچرس ڪامن روم مان غائب رهي. هوڏانهن ليب اسسٽنٽ جن ۾ منهنجو دوست مشتاق قريشي به شامل هو توڙي آفيس سپرنٽينڊنٽ عظيم، اسپورٽس جي استاد، استاد فدا پهلوان سميت حاضر رهندا هئا.

پڙهائي سان گڏ ڪاليج طرفان پڪنڪ، پاڪستان ٽوئر ۽ ساليانه فنڪشن ڪرايا ويندا هئا، جن ۾ ميوزڪ، ڊراما، راڳ رنگ ۽ ڪئين دلچسپ پروگرام ڪيا ويندا هئا، جن ۾ شهر جا معززين، وزير، آفيسر، شاگردن جا مٽ مائٽ به شرڪت ڪندا هئا. ڪڏهن نواب آف محمودآباد کي آڻيو هو ته ڪڏهن الهبچائي آخوند جهڙي قابل وڪيل کي، جيڪو ان وقت مغربي پاڪستان جو وزير قانون هو. مشاعرن ۾ وري جوش مليح آبادي ۽ شيخ اياز جهڙا شاعر شرڪت ڪندا هئا ۽ اهڙن موقعن تي حيدرآباد جو هڪ مشهور ڪردار هميراڻي صاحب به خاڪي قميص، چڊي، سولو هيٽ ۽ ڪيترائي ٻلا سيني تي ۽ انڊيپينون ڪيسي ۾ ڪنيو پيو محفل کي محظوظ ڪندو هو. اسان جي ڪاليج ۾ اهڙين محفلن جو انتظام شفيق پراچا ڪندو هو جيڪو ان وقت اتي انگريزيءَ جو ليڪچرار هو. هن ڪئين اردو لوڪ گيت ۽ امير خسرو جا گيت شاگردن کان ٽيبلو جي صورت ۾ پيش ڪرايا.

هيءَ اهو وقت هو جڏهن حيدرآباد جي ٻين ڪاليجن جا شاگرد به خاص اجازت وٺي محمد حيات ڪاڪا، غفار صاحب، مئڊم زبيده قاضي، نورجهان هميراڻي ۽ قدسيه شهناز جا سائنس جا ڪلاس اٽينڊ ڪندا هئا ۽ رياض مهيسر (مرحوم)، الهرکيو ٻگهيو غلام نبي مغل، طفيل ميمڻ، قاضي سليم اڪبر (جيڪو هڪ روڊ حادثي ۾ گذاري ويو)، امتياز بارڪزئي ۽ ٻيا ڪئين شاگرد اچا وسريا نه آهن، جيڪي مون وٽ سنڌي ڪمپلسري پڙهيا. هو زندگيءَ ۾ تمام سٺا ڊاڪٽر، انجنيئر ۽ آفيسر بڻيا.

سچل سائنس ڪاليج جي ڪاميابيءَ جو راز پرنسپل حڪيم شيخ جي سخت گير طبيعت ۽ محمد حيات ڪاڪا جي سدا مرڪندڙ چهري ۾ سمايل هئو. اهو راز ٿورن کي معلوم آهي ته بظاهر خوفناڪ نظر ايندڙ پروفيسر حڪيم شيخ هڪ نرم دل ۽ پيار ڪرڻ وارو شخص هو. جڏهن ته ڪاڪا صاحب به هڪ اصول پرست ۽ محنت ڪندڙ استاد هو، جن جي گڏيل ڪوشش سان اڄ به سچل سائنس ڪاليج جو نالو دل تان نٿو لهي.

**

1960ع ۾ مون سٽي آرٽس ڪاليج ۾ فرسٽ ايئر ۾ داخلا ورتي. هن ڪاليج ۾ داخلا وٺڻ جو سبب صرف اهو هئو ته اها اسان جي گهر کي ويجهي هئي. ڪاليج ۾ ڊسپلين ايترو هو جو سڀ شاگرد وقت تي پنهنجي ڪلاسن ۾ ايندا هئا. استاد پنهنجي وقت تي ايندا هئا ۽ ڪلاس وٺڻ کان پوءِ به ڪامن روم ۾ موجود هوندا هئا ۽ شاگردن جا مسئلا حل ڪندا هئا. مون کي پروفيسر عبدالرحيم ڏيٿو ڏاڍو ياد ٿو اچي جنهن جهڙا سادا، ايماندار ۽ محنتي استاد وري گهٽ نظر آيا. جهڙو هو پڙهائڻ

۾ هوشيار تهڙو هو انتظامي ڪمن ۾ ماهر. اهو ئي سبب هو جو هڪ بهترين استاد هو جيڪو پڙهائڻ سان گڏ ڪاليج ۾ لطيف ڏي جا فنڪشن به ڪرائيندو هو. تنهن کي ڪاليج جي بلڊنگ جي ٻاهران ٺهندڙ دڪانن جو سمورو ڪم به ڏنو ويو جيڪو هن ڪمال ايمانداريءَ سان پورو ڪري ڏيکاريو. هن ئي ڪاليج ۾ هڪ لطيف ڏي جي موقعي تي پروفيسر محرم خان سان ملاقات ٿي، جيڪو ان وقت سينٽ ميريز اسڪول ۾ ٽيچر هو ۽ پينٽ بش شرٽ تي سولو هيٽ به پائيندو هو. ٽيو ڇا جو هو اسان جي اڳيان هڪ سيٽ تي ويٺو هو. فنڪشن ۾ حفيظ قريشي تقرير ڪري رهيو هئو. جنهن مهل هن اهو چيو ته "اسان جو ڪم رڳو دهل ڪٽي لطيف، لطيف ڪرڻ ڪونهي، پر لطيف جي ڪلام کي ڌيان سان پڙهي ان ۾ پوشيده اخلاقي ۽ روحاني سبقن تي عمل ڪرڻ به آهي." ته هن جي لهجي تي هال ۾ کلن جا ڪوڪرا شروع ٿي ويا ۽ مون به زور سان ٺهڪ ڏنا. جنهن تي محرم خان مون ڏانهن منهن ڪري ڪو ڏکيو لفظ چيو جنهن تي آءٌ چپ ٿي ويس. منهنجي دل ۾ هن جي لاءِ تمام گهٽي ڪاوڙ جا جذبا ابريا، پر هُو ڊيٽي صاحب جو دوست هو تنهنڪري آءٌ چپ رهيس، مونکي اها خبر ڪانه ئي ته اڳتي هلي اهو شخص منهنجي لاءِ ڪيڏي وڏي حيثيت ۽ عزت جي لائق ثابت ٿيندو!

ستي ڪاليج جا سنڌي فنڪشن اڄ صرف ڪن چند ماڻهن کي ياد آهن، ليڪن منهنجي خيال ۾ لطيف ڏي جو بنياد هن ڪاليج ۾ پيو.

❋❋

آءٌ ڪڏهن پيرين اگهاڙي ڪونه هليس. ليڪن جيڪڏهن ننڊ پڻ ۾ بنا چمپل يا سينڊل جي گرم پٽ تي پير پئجي ويو ته فوراً ڦلهٽا پئجي ويندا هئم. ليڪن ڪي اهڙا مزيدار موقعا ياد اٿم جڏهن مجبوراً پير اگهاڙا ڪري انتهائي گرم ٽائيل جي فرش تي هلڻو پيم. اصل ائين لڳي جڻ تتي تي پير پئجي ويو هجي. هڪ دفعي آءٌ ۽ مراد علي مرزا ملتان ۾ شاهه رڪن عالم جي مزار ڏسڻ وياسين. بوٽ ته در تي لاهڻا پيا پر جو پير پٽ تي رکيوسين ته اصل هرڻن جيان ڇالون پرينڊا وڃي گنبذ ۾ ڀڄاسين. اتي پهچڻ کان پوءِ ڇا حالت هئي، بڌائي نٿو سگهان. مراد علي مرزا چويءِ "قاضي صاحب واپس ڪيئن وربو؟" مون چيو ڇانگ پرينڊا ويندا يا ترسي پئو ته شام ٿئي. " هو چويءِ اڙي يار ائين ڪيئن ٿيندو؟" بهرحال وري ساڳي رفتار سان واپس ورڻو پيو. ساڳيو حال بهاءالدين ذڪريا جي مقبري تي به ٿيو پر ان جو اڱڻ شاه رڪن عالم کان ننڍو هو ته به پير پٿون تي ويا.



قاضي خادم سنگا پور ۾

هڪ دفعي اسان کي هالا پراڻا جي هڪ پٽي بزرگ پروفيسر امين پٽيءَ وٽ ٽنڊي ڄام زرعي ڪاليج ۾ وڃڻو پيو. دادا مشتاق کي ڪلاس ون آفيسر کان پاسپورٽ تي گارنٽي وٺڻي هئي، ان لاءِ رات جو ئي پروفيسر کان ٽائيم ورتو هئوسين. سائين

جو آواز زنانو هو تنهنڪري دادا بار بار پڇي چيس تہ "ادي امين پٺي صاحب سان ڳالهائڻو آهي." بهرحال پوءِ خبر پوڻ تي معذرت ڪيائين ۽ ٻئي ڏينهن وتس ٽنڊي جام ايگريڪلچر ڪاليج واري آفيس ۾ اچڻ جو چيائين. هتان تہ بس ۾ وڃي ڪاليج وٽ لٿاسين ليڪن اتان وڌو پنڌ هڪ واريا سي ميدان مان پار ڪرڻو پيو. مون ڪي اسپنج جي فئنسي چمپل پيل هئي، جيڪا اڌ پير ڪان ٻاهر هئي تہ مٿان واري اهڙي تتل جو جيڪڏهن ڪُڪڙ رکجيس تہ تکو ٿي وڃي. بس مون ٽپ ڪائيندي اهو سفر ڪاٽيو پر اهڙو سبق مليو جو ان ڏينهن ڪان پوءِ گهر ڪان ٻاهر چمپل پائي وڃڻ بند ڪيم.

❋❋


قاضي خادم ڏيئلداس ڪلب لائبريري ۾ سنڌ جي گورنر معين الدين حيدر سان ڳالهائيندي، سيد احد يوسف بہ گڏ آهي

جنرل معين الدين حيدر سنڌ جي گورنر جي حيثيت ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ هڪ ڪانفرنس جي صدارت ڪري رهيو هو. نيلوفر عليم (عباسي) پنهنجي آجياڻي تقرير ۾ هن جي تعريف ۾ آسمان ۽ زمين کي ملائي هڪ ڪري ڇڏيو هو. جوابي تقرير ۾ جنرل چيو تہ هو اهي سڀ ڳالهيون، جيڪي سنڌس تعريف ۾ چيون ويون آهن مڃڻ لاءِ تيار آهي ليڪن ان لاءِ شرط اهو آهي تہ جڏهن هو گورنرشپ تان لهي تہ پوءِ بہ اهي اکر هن لاءِ چيا وڃن. هن جي ان جملي منهنجي دل ۾ هن لاءِ عزت جو احساس پيدا ڪري ڇڏيو ليڪن هن جي باري ۾ منهنجي راءِ ان وقت بہ اها ئي پيدا ٿي هئي جڏهن هو ڏيئلداس ڪلب ۾ آيو ۽ مون هن کي ڪلب جي لائبريري ڏيکاري هئي. سيد احد يوسف ڪلب جو صدر ۽ وحيد شيخ سيڪريٽري ان وقت موجود هئا. هن لائبريريءَ جي تعريف بہ ڪئي ۽ چيائين، "قاضي، يونيورسٽيءَ جو پروفيسر آهي، تنهنڪري اهڙي لائبريري قائم ڪرڻ هن لاءِ ڏکيو ڪم ڪونهي." پوءِ جڏهن مون هن کي گذارش ڪئي تہ حيدرآباد شهر ۾ هڪ سرڪاري لائبريري ۽ فري ريڊنگ روم قائم ڪئي وڃي. جنهن تي پهرين تہ هو چُپ ٿي ويو پر پوءِ پنهنجي ير ۾ ويٺل حيدرآباد جي ڪمشنر قاضي امتياز ڏانهن نهاري چيائين، تہ "ها، هي نوجوان ڪم جو آهي، هي اهو ڪم ڪري سگهي ٿو." اها ٻي ڳالهہ آهي تہ اهو ڪم ڪونہ ٿيو.

ان ڪان سواءِ ڪمال اظفر بہ گورنر جي حيثيت ۾ ڏيئلداس ڪلب ۾ آيو هو لائبريري بہ گهمي هئائين. مون هن کي بہ اهائي ڳالهہ چئي ۽ هن جو جواب دلچسپ بہ هو تہ عجيب بہ چيائين، "مون وٽ لائبريري لاءِ ڪو فنڊ ڪونهي. البتہ جودو ڪراٽي لاءِ فنڊ آهن. جي جودو ڪراٽو شروع ڪريو تہ آءٌ فنڊ ڏيڻ لاءِ حاضر آهيان."



# اسين ڏاڍو ڪڏهن ڪلندا هئاسين

•

محمود مغل

**يڪ جان تين قالب ـ 2**

سڄو گهر ويران ٿي ويو هو. ادا خليل جي جدائي، اسان جا جيءَ جهوري وئي هئي...
پريل پڪيل گهر جي هر ڪُنڊ خالي ٿي وئي هئي. ٽيبل ٽينس جي ٽيبل فولڊ ٿي وئي ۽ نيٽ ڪنهن جي بہ نہ ڪيڏڻ جي ڪري اڏوگابري انداز ۾ دڪاندار ڪي واپس وڪي وئي. راندين جا دؤر ختم ٿيڻ شروع ٿي ويا... پارڙا سراپجي ويا هئا ۽ امان جڻ هيسجي وئي هئي. جنهن ڳالهہ تي جيءَ جهُري پوندو هيو سو صبح ساڻ موڪلائڻ وارا لمحا هوندا هئا. پنهنجي گهر جي ريت موجب اسين سڀ امڙ جا پير چُهي، پاڪر پائي، پنهنجي پنهنجي ڪرت ساڻ نڪرندا هئاسين... پيرن تي هٿ رکڻ کان پوءِ، امان جي پاڪر ۾ عجيب گرمي هوندي هئي ۽ واپسيءَ ۾ هڪ چُميءَ ساڻ هُوءَ اسان کي دنيا جي درياهہ ۾ هڪ ڏينهن جي سفر جي ناوَ کي جڻ ڌِڪو ڏئي ڇڏيندي هئي. ادا خليل جي وفات، ان پاڪر مان جڻ گرمي کسي ورتي هئي. هاڻي هُوءَ ماٺ ڪري موڪلائيندي هئي. ڪا بہ شڪايت سندس چپن تي نہ هوندي هئي، پر هڪ ڏينهن مون بهرحال اهو ڪنائي ئي ورتو... جو هُن رخصتيءَ جي چُمي نہ ڏيندي اهو پڻڪيو هيو "خليل بہ تہ موڪلائي ويو هو..." اڻ سڌيءَ طرح سان هن موڪلائڻ جي ان اعتماد تان هٿ کڻي ورتو هيو جنهن ۾ موٽي اچڻ جو يقين سمايل هوندو آهي.

امڙ سانئڻ تہ ماءُ هئي، پر ادا خليل جي جدائيءَ جنهن جي اندر ۾ وڏ وجهي ڇڏيا، سو ادا عبدالرحمان هُيو. تڪليف جي شدتن ۾ تہ مان بہ هئس، پر منهنجو جهان ڪجهہ ٻيو هو. درد جي شدتن ۾ مون هڪ لمحي ۾ اهو فيصلو ڪري ورتو هيو تہ جنهن سڪ ۽ عزت ساڻ، ادا خليل مرحومَ منهنجي پرورش ڪئي هئي اهو ئي مانُ مرتبو سندس اولاد کي ڏيڻ لاءِ مان پنهنجي حتي الامڪان ڪوشش ڪندس. شايد اهو ئي فيصلو هيو جنهن کي سامهون رکندي، مون ننڍا ننڍا ڪم هٿ ۾ کڻي ورتا... ريڊيو تي. وڃي ٽيوشنز دوائن جي سپلاءِ... مطلب تہ صبح جو ڇهين وڳي کان رات جي ائين وڳي تائين، ڪمَ جا چوڏنهن ڪلاڪ جڻ مون

چوندي ڪنيا ۽ لازم ڪري ورتا. شايد مصروفيت جو اهو وهڪرو ئي هُيو جو منهنجي اندر جا دردَ ٻاهر جهاتيون نہ پائي سگهندا هئا. مان بظاهر، نارمل، هڪ ڪرِي چال هلندو حياتيءَ جي سفر ۾ گهڙي پيس... ادا عبدالرحمان ڪي شايد اهو سچو ڪار وهنوار نہ پئي آيو... هُو ازل ابد کان سادو هو... بس سادو ئي رهيو.



سيوهڻ شريف 1957: نائين درجي جي تياري ڪندڙ عبدالرحمان ۽ ساڻس گڏ علم الدين دائودپوٽو

پنهنجي رخصت ٿيل پاءُ کان، ادا عبدالرحمان ٻہ سال نوَ مهينا وڏو هيو. عمر جي ان ننڍڙي تفاوت، هڪ غريب خاندان جي ٻن پائرن کي جڻ وڏيڪ ويجهو ڪري ڇڏيو هيو. ادا عبدالرحمان ڄائي ڄمر کان بيحد حساس ۽ ذهين وجود هُيو... هن پنهنجي اوائلي حياتيءَ ۾ ئي، پنهنجي والد جي مالي حيثيت ۽ سندس ايمان ۽ اصولن کي سمجهي ورتو هيو. مٿان وري پنهنجي مٿان ڄائي پاءُ حنيف الرحمان جي جدائيءَ جو تصور بہ ڪيس ساڻ ڪٺي هلندو هيو. جيتوڻيڪ اها عمر، جنهن ۾ هُو ڇئن پنجن سالن جو هو اهو سڀ سوچڻ جي نہ هئي. پر تہ بہ جيئن جيئن عمرِ عزيز وڌندي وئي، تيئن تيئنَ سندس حساس پڻي ۽ ذهانتن ۾ اضافو ٿيندو ويو.

امڙ ٻڌائيندي هئي تہ سندس معمولات ننڍپڻ کان ئي عجيب هوندا هئا. هُو ڪا بہ راند ڪونہ ڪيڏيو هو. شروع کان ئي هُو پڙهائيءَ ۽ پنهنجي والد جي ڪرت ۾ هٿ ونڊائڻ ۾ جُنبي ويو. ڪيس اها بہ ڄاڻ هئي تہ سندس مالي حالت اهڙي ڪانہ هئي جو تنهي پائرن يا ادڙين جي پڙهائي جاري رکي سگهجي، تنهن ڪري هُو ڏينهن رات هڪ ڪري ٽاپ ڪندو هو ۽ هر سال اسڪالرشپس حاصل ڪندو هو. سندس اهو عمل، خليل کي بہ همٿائي ويو ۽ ٻئي ڄڻا هاڻي "پنهنجي مدد پاڻ" جو رنگ روپ ڏسي چُڪا هئا. ادا عبدالرحمان ميٽرڪ دادوءَ مان ڪئي ۽ اضافي پڙهائيءَ لاءِ حيدرآباد اچي ويو. ٻئي سال خليل بہ اتي اچي نڪتو "ٽين ايجرز" جي انهيءَ جوڙيءَ پنهنجو پاڻ کي "عابد خليل" سڏڻ شروع ڪيو.

زندگي بذاتِ خود ڪڏهن هڪ وڏو ڊرامو بڻجي ويندي آهي. حيدرآباد ۾ محترمہ ڏاڏي سائڻ پنهنجن ٽن فرزندن ۽ ٻہ نياڻين ساڻ رهندي هئي. معاش مستحڪم هُيو پر اندر جي رشتن جي ڏورين ۾ ڪروڌ ۽ ڪُپت جو بليڊ لڳي چڪو هُيو. پنهنجي ٻنهي پوٽن کي رهائڻ لاءِ ۽ کاڌ خوراڪ لاءِ، هڪ رقم جو

ڪاٿو لڳائي طلب ڪئي وئي ۽ مٿان وري گهر جي ڪُڏَ تي ٺهيل واحد ڪمري ۾ جنهن جي ڇت بہ ڪانہ هئي، رهائش جو "الاٽمينٽ آرڊر" ڏنو ويو. حڪم اهو بہ جاري ٿيو تہ ڇاڪاڻ تہ نياٽين سياٽين وارو گهر آهي. تنهن ڪري رات جو هڪدم مٿي هليو وڃبو ۽ صُبح جو اجازت ملڻ ساڻ هيٺ آچبو... ڇيو اهو بہ وڃي ٿو تہ تنهن زماني ۾ پارا بہ پارن جهڙا هئا... هاڻي ڪُڏَ تي ٺهيل ڪمري ۾ جيڪو خود بہ ڇت جي هجي، رهندڙن جي حالت سمجهي سگهجي ٿي. مٿان وري جي بارش ٿيو وڃي تہ رڳو ٽين جي پيٽي ۾ رکيل ڪاغذ ئي بچي سگهندا هئا. باقي پيو سڀ تہ "پيچ پيچ" ٿي ويندو هيو.

انهيءَ سڄي فلمي انداز جي رهائش ۾ سڀ کان ڏکيو ڪم پڙهائي ڪرڻ هوندو هيو. ڇاڪاڻ تہ ڇت تي جوڳي روشنيءَ جو بندوبست نہ هوندو هو. عبدالرحمان ڪي تہ اڳتي وڌڻو هُيو تنهن ڪري 2449 E/27 اسلاميہ چونڪ ٽانارا لائين واري ائڊريس جي گهٽيءَ ۾ ڪنڊ تي لڳل بجليءَ جي ٿنڀي هيٺان پڙهائي ڪرڻ شروع ڪئي... مغرب کان پوءِ، سومهڻيءَ تائين هُو پنهنجو "چڱو ڪاشو" ڪم اُڪلائي وٺندو هو... سومهڻي پڙهي گهر ۾ داخل ٿي، هڪدم مٿي وڃڻ جو حڪم اڳواٽ ئي سندن منتظر هوندو هو عبدالرحمان جي اندر ۾ تہ بس تڪليفن جا ڍڳ ٺهندا ويا...

هڪڙو ڏينهن حياتيءَ ۾ اهڙو بہ آيو جو سُلوڪن جي آزارن، نيٺ شدت جي چوٽي سَر ڪري ورتي. ادا عبدالرحمان جو فائنل امتحان هُيو. پيپرن جا ڏينهن هُيا. مٿان بارشن جي شدت، ننڍڙي ڇاڇي سائينءَ ڪي موقعو مناسب لڳو تہ هن ناراضگي ظاهر ڪندي، پنهي پائرن کي گهران ڪڍي ڇڏيو... غريب غُربا... جن وٽ ڪل چار جوڙا ڪپڙن جا ئي تہ هئا، پيو وٽن ڇا هُيو...؟ وڃن تہ وڃن ڪيڏانهن؟ ميهن کي بہ شايد ان ئي ڏينهن پوٽو هيو... دڪانن جي ڇاپرن جي هيٺيان پئي پائر لِڪندا رهيا. ڪڙاڪي جي سردي ۽ شدت جي بارش ۾ پاڙي جي مسجد شريف جي امام، مولانا عبدالمتين صاحب کين ڏسي ورتو. هڪدم پنهنجي حُجري ۾ پناهہ ڏنائين... تيستائين دير ٿي چُڪي هئي، عبدالرحمان ڊبل نمونيا جي ور چڙهي چڪو هو... امتحان جو لغڙ ڇڏائجي ويو هيو ۽ پاڻ ساڻ رشتن جي ڏور بہ گهلي ويو هو.

حيدرآباد جي اولڊ وحدت ڪالونيءَ ۾ هڪ خوبصورت جامع مسجد آهي، جنهن جو پيش امام سائين استاد جميل صاحب، قبلہ مولوي عبدالمتين مرحوم جو وڏو فرزند آهي... ان رات کي ياد ڪندي، پنهنجي والد صاحب پاران ٻڌايل قصو ڪٿي ٿو جنهن جو ترجمو ڪجهہ هينئن ٿو ٿئي:

"ڪڙاڪي جي سردي هئي ۽ بارش... الامان والحفيظ... مون پنهي ڇوڪرن کي هيڏانهن هوڏانهن بيوسيءَ سان پڇندي ڏٺو. سڀ دَرَ بند هئا. مون سوچيو الله

جي گھر جو در تہ ھنن تي بند نہ ٿو ٿي سگھي... مون ھڪدم ڪين مسجد جو در ڪولي
حُجري ۾ اندر ڪري ورتو... ھُو ڏاڍا غريب ھئا... وٽن تہ ڍنگ جا ڪپڙا بہ نہ ھئا.
نمازي پڪا ھئا... پاڙي جا ڇوڪرا ھئا... بس ٿورو ٿورو تہ سڃاتم پئي. منھنجي ياءِ
چيو... الاءِ ڪھڙي ڳوٺ جا آھن... ڪٿي چور ھور نہ ھجن... مون چيو... جي چور
ھجن ھا تہ اھڙا معصوم ھجن ھا، ۽ ائين خانداني لڳن ھا...؟ ... وڏو تہ بيھوش ٿي
ويو ھو... ننڍي جي حالت بہ ڪا چڱي ڪانہ ھئي... پر بس... رب کي ڪين بچائڻو
ھو... سو بچي ويا... مون بہ ان ڏينھن کان ئي ڪين اولاد وانگيان پالڻ شروع ڪيو..."

سيدو شريف جي ان پناڻ امام صاحب، عزازت جي "چپقلش" جو شڪار
انھن مُڇن جي ساوڪ وارن ٻن نوجوانن کي پاڻ وٽ پناھہ ڇا ڏني، ھنن جڻ مِٽن
مائٽن جي "ھاڃن" کان پناھہ وٺي ڇڏي.

اھو ئي ڏينھن ھيو جو خليل ھڪڙو فيصلو ڪري ورتو. فڪرِ معاش جي سوچ
تہ شروع کان ئي ھوندي ھئي. اسڪالرشپس جو ھڪ ھڪ پئسو ڏيان سان خرچيو
ويندو ھو. ھاڻي تہ جڻ ہ ڪدم ذميداري مٿان اچي پئي. ادا عبدالرحمان گورنمينٽ
ڪاليج ڪاري موريءَ ۾ پڙھندو ھيو ۽ خليل جي بہ داخلا ٿي چڪي ھئي، پر ھُن
پنھنجي ننڍڙي عمر ۾ ئي "وڏو" فيصلو ڪنديء گورنمينٽ جي ھڪ اداري
ڊائريڪٽر آف ڪاليجز ۾ انٽر جي بنياد تي ڪلارڪي ھٿ ڪري ورتي ۽ صبح
جي شفٽ ۾ پڙھڻ کان ھٿ ڪنيو. ھاڻي، سچل سرمست ڪاليج ۾ شام جي شفٽ
۾ ڪامرس جو مضمون چونڊيء خليل، ياءِ لاءِ "فائننس" جو ذمو کنيو ۽ خيرن سان
کيس پاس ڪرائي، سنڌ يونيورسٽيءَ جي ملازمت تائين پھچايو. برسات جي رات،
عابد جي تعليمي سال کي، پوئتي ڌڪيو ضرور ھو ان رات جي ڊبل نمونيا جي
ڪري ھُو ھڪ سال امتحان ڏيڻ کان رھجي ويو ھيو پر ان بارش ٻنھي ڀائرن جي
پاڻ ۾ ناتي کي جڻ ريج ڏئي ڇڏيو ھو. عابد خليل، واقعي بہ "عابد خليل" بڻجي ويا
ھئا ۽ سيني ڪمين ڪوتاھين جي باوجود، ۽ پنھنجي ٻنھي ننڍڙن ڀائرن ڳُلي ۽
محمود سان، سندن الڳ الڳ چاھتن جي ھوندي بہ، سندن ساٿ جي چار تي
محبتن جو ڪوريئڙو سدائين جھومندو رھيو.

ادا خليل جي وفات، جتي ٻيا سڀ عجيب رنگ ڏيکاري ڇڏيا ھئا، اتي وري ادا
عابد سان منھنجي ويجھڙائپ ھڪ ڪمال رنگ ھئي. حدِ ادب پنھنجي جاءِ تي
ھئي، پر ھاڻي اسان پاڻ ۾ ڳالھائڻ لڳا ھئاسين. مون ھڪدم محسوس ڪري ورتو
ھُيو تہ ادا عابد ڏاڍو اڪيلو ٿي ويو آھي. ادا گلڻ دنيادار ناھي ۽ يقيناً جسماني ۽
معاشي ڌڪن کي سھسائڻ لاءِ ادا عبدالرحمان کي ھڪ ڀرپور ساٿ گھرجي. الاءِ
ڪيترو ڀري نھارينديء مان ان ۾ تپي پيو ھئس. لکڻ پڙھڻ وڏائي ڇڏيم، نوڪري ۽
پوزھيي جو ننڍڙي کان ننڍڙو سلسلو بہ ھٽان ويجائڻ نہ پئي گھريم. ادا عبدالرحمان
کي گھر ۾ سڀ "ادا وڏو" سڏيندا ھئا... منھنجي ايتري محنت بابت ادا وڏو ڪجھہ
ڪونہ ڳچندو ھيو زندگي بس، پنڙيءَ تي چڙھڻ جي ڪوشش ۾ لڳي پئي ھئي.

مون سان، مون بابت نہ ڳالهائڻ جي اها "ادا" شروع کان وٺي ٺئي هئي. ادا وڏو منهنجي سامهون، منهنجي تعريف ڪرڻ نہ چاهيندو هو. پر پرپٺ پنهنجي ننڍڙي ڀاءُ جا "گڻ" بين کي ٻڌائيندي، چڻ سندس سينو ٺرندو هيو. بنگلي نمبر ڊي-5 ۾ سرونٽ ڪوارٽر کي اسان اوطاق ناهي ڇڏيو هو جتي سيني جا سنگتي ساٿي اچي گڏ ٿيندا هئا. تنهن زماني ۾ لکڻ جو جنون شروع ٿي چڪو هو ۽ مون هڪ رومانٽڪ طويل ڪهاڻي "آرزو ۽ سپنا" لکي هئي... هڪ آچر تي اوچتو احساس ٿيم، تہ منهنجي ڪاپي ٽيبل تي موجود ناهي، جنهن ۾ اها تحرير هئي. اڃان ڳوليم ئي پئي تہ خبر پئي تہ سرونٽ ڪوارٽر ۾ چانهن ڪٽي ويٺي آهي، ادا عابد جا ڪي دوست آيل آهن. اتي جو ويجان تہ سائين نثار احمد نوراني صاحب ويٺل هئا ۽ غو سان ادا عابد کي منهنجي لکيل تحرير پڙهندي، ٻڌي رهيا هئا... اها ڪهاڻي پو سهڻيءَ جي "آخري ڪتاب" ۾ محترم طارق اشرف ڇاپي هئي ۽ منهنجي ادبي ق ڪاٺ جي پيڙهہ جو پٿر رکيو هيو پر سچ تہ اهو آهي تہ وَرَ وَرَ ڏئي، نوراني صاحب سان هڪ هڪ جملو شيئر ڪري، ادا وڏي چڻ بنياد جي رکڻ جي ابتدا ڪري ڇڏي هئي.

مون کي ذاتي طور تي ادا وڏو سمجهہ ۾ نہ ايندو هيو. هڪ تہ هُن کان ڊپ ڏاڍ ٿيندو هُيو پيو وري هُو اسان سان گڏ بہ گهٽ رهيو. 1973ع ۾ ڪيس فزڪس جهڙي مضمون ۾ پي. ايچ. ڊي ڪرڻ لاءِ اسڪالرشپ ملي هئي ۽ هُو انگلينڊ جي شه گلاسگو هليو ويو هيو. اتي ٽي سال گذارڻ کان پوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ واپس مو... ڪونہ ڪو سيمينار يا ورڪشاپ سندس منتظر هوندو هو.

ڇاڪاڻ تہ علمي حيثيت سان هُو هڪ اهم وجود هيو ان ڪري سندس سو سنڌ يونيورسٽيءَ بابت وڌ کان وڌ هوندي هئي ۽ ان ڪري ئي، ادا خليل ۽ اد گلڻ سان مسجد شريف کان پوءِ، سندس پيو محبوب ترين موضوع سنڌ يونيورسٽ هوندو هُيو. تنهن زماني ۾ مان انهن ٻنهي ڪمن کان پري هوندو هئس... مطلب نما تہ پڙهندو هئس پر مسجد سان منهنجو ڪو واسطو ڪونہ هوندو هو. سن يونيورسٽيءَ سان تعلق جو تہ مون ڪڏهن سوچيو ئي ڪونہ هُيو. سچ تہ اهو آهي سنڌن ڳالهيون رڳو ڪِلڻ ڪلائڻ جي ڪم اينديون هيون.

هڪڙي مستقل ذڪاري زندگي ڏني هئي ادا وڏي. غربت; والد جي عزيزن جو سلوڪ... حياتيءَ ۾ مستقل جدوجهد... مٿان وري نوڪري ملڻ جي ٽن سالن بعد والد صاحب جي وفات ۽ سڄي گهر جو بار ڪلهن تي پوڻ.... هُو بي اِنتها سنجيدو ٿيندو ويو.. جيتوٽيڪ دوستن سان سندس سلوڪ ڪل پوڳ ۽ ڪمال نرميءَ جو هُيو پر پنهنجي اندر ۾ هُو ڏکن جي ولين کي وجود جي دريءَ تي چاڙهيندو رهيو. سندس وجود ۾ هڪ اهم ترين ڳالهہ "احسانمنديءَ جو احساس" هوندي هئي. هر پنهنجيءَ حياتيءَ جي هڪ هڪ پَلَ کي ياد رکيو هُيو ۽ هر مِهَرَ جي مُهَرَ چڻ سندس وجود تي ڪُتل هئي.

پنهنجي گورنمينٽ ڪاليج جي دؤر ۾ نانارا لائين کان وٺي، ڪاري موريءَ تائين پنهنجي ڪاليج هُو پيدل ويندو هيو ۽ پيدل ئي موٽندو هيو. تقريباً ڏهه ڪلوميٽرن جو اهو اوٽ موٽ سفر، هُو مڪمل ضابطي ۽ نظام هيٺ ڪندو هو. سندس گهران نڪرڻ جو هڪ مخصوص وقت هوندو هيو ۽ پنهنجي طويل سفر جا سڀ چؤنڪ ۽ اسٽاپ هُو مقرر وقتن تي ڪراس ڪندو هو... واپسيءَ ۾ البته ڪائنس وقت جي نسبت هيٺ متي ٿي ويندي هئي، ڇاڪاڻ ته ڪڏهن ڪڏهن پريڪٽيڪلز ٿيندا هئا ته دير ٿي ٿي ويندي هئي. اهو پنجاهيءَ جي ڏهاڪي جو آخري عرصو هيو ۽ سٺ واري ڏهاڪي جي ابتدا سامهون هئي. تنهن زماني ۾ حيدرآباد شهر ۾ شيخ خاندان جو خاص اثر رسوخ هيو.... خاص طور تي ٻه ياٿر ڏاڍا پري آيا هئا. سائين عبدالستار شيخ صاحب... جيڪي اڳتي هلي ملڪ جا مشهور قانوندان بڻيا ۽ هاءِ ڪورٽ جا وڪيل ٿيا ۽ سندن ننڍو ڀاءُ، سائين ڊاڪٽر عبدالرزاق شيخ صاحب... جنهن کي سيئي "ڊاڪٽر ڪاڪا" سڏيندا هئا. ڊاڪٽر صاحب جي ڪلينڪ، بيل خانه روڊ تي هوندي هئي ۽ تنهن زماني جي ڪجهه مشهور ترين ڊاڪٽرن ۾ سندن شمار ٿيندو هيو. ڊاڪٽر ڪاڪا جي خاص ڳالهه سندس وقت جي پابندي هوندي هئي. ڪيس "منتظر مريضن" جي عادت سخت ناپسند هئي ۽ اهو ئي سبب هوندو هيو جو بلڪل مخصوص وقت تي ڊاڪٽر صاحب جو ٽانگو يا سندس موٽر، هن جي مطب جي سامهون بيهندا هئا. ماٺي قدرت خدا جي... جو بلڪل ان مهل ئي عبدالرحمان به ڪاليج وڃڻ لاءِ اتان لنگهندو هُيو. هڪ ٻه دفعو ته ڊاڪٽر صاحب ان کي محض اتفاق سمجهيو پر نيٺ ڪيس اهي معمولات کُٽڪڻ لڳا. آخرڪار هڪ ڏينهن هُنَ ان نوجوان کان روڪي حال احوال ورتو ته روز جي ان معمول جو ڪهڙو ڪارڻ آهي؟... احوال جيڪو به معلوم ٿي سگهيس، ٻئي ڏينهن تي ڊاڪٽر صاحب، پاڻ وقت کان پهرين ڪلينڪ تي ويو ۽ عبدالرحمان لاءِ ٻاهر ويهي انتظار ڪرڻ لڳو. وقت مقرره تي جيئن ئي نوجوان لانگهائو ٿيو ته ڪيس روڪي، ڊاڪٽر عبدالرزاق شيخ صاحب هڪ BEKC سائيڪل ڏني ۽ چيائين "اڄ کان هن سائيڪل تي ڪاليج ايندو ويندو ڪر ۽ مون سان رابطي ۾ رهه..."

مان نٿو ڄاڻان ته ان کان پوءِ ڊاڪٽر شيخ صاحبَ، ادا عبدالرحمان جي ڪهڙي ڪهڙي مدد ڪئي، پر صرف ايتري خبرَ اٿم ته ان سائيڪل ۾ لڳل تالي جي چاٻي، لڳندي ته تالي ۾ هئي، "ڪُل... بند" ادا وڏي جي احساسن کي ڪندي ٿئي. پنهنجي حياتيءَ جي آخري ساهه تائين ادا وڏو سائين استاد عبدالمتين صاحب ۽ سائين ڊاڪٽر ڪاڪا صاحب جو سدائين "ممنونِ احسان" رهيو. ڪائنس نيڪا به خدمت پُڇي سگهي، ان ۾ هن ڪڏهن به ڪوته ڪيپايو. هُو رڳو زباني حسان مڃيندڙ شخص نه هو بلڪ عملي طور تي ادائگيءَ ۾ به يقين رکندڙ هيو.

ادا وڏي کي پنهنجي فئڪلٽيءَ ۽ يونيورسٽيءَ سان شديد ترين محبت هوندي هئي. هُو نظم و ضبط جو بيحد پابند هو. ننڍي کان ننڍڙي ڪوتاهي بہ ڪانئس درگذر نہ ٿيندي هئي. مٿان وري طبيعت ۾ هُو جذباتي بہ گهڻو هئو ان ڪري پنهنجي دؤر ۾ هن دوستن کان وڌيڪ "گهڻ



1995 حيدرآباد "ڊين فئڪلٽي آف ايجوڪيشن" يونيورسٽي آف سنڌ

گهُرا" گهڻا پيدا ڪيا. سندس "گهڻ گهُرن" جو تعداد هن جي اصول پسنديءَ، مُنهن تي ٺهڪائي ڏيڻ ۽ حد کان وڌيڪ ايمانداريءَ جي ڪري گهٽجڻ لڳو هئو. پر ان سچي حقيقت جي ڄاڻ رکندي بہ پاڻ ڪڏهن بہ ان جي پرواهہ نہ ڪيائين.

ادا وڏي جا حياتيءَ ۾ بہ وڏا شوق رهيا. هڪ موسيقي ۽ ٻيو فوٽوگرافي... يونيورسٽيءَ جي شروعاتي دؤر کان ئي، سندس هڪ ٿياڪڙي ٺهي وئي هئي، جنهن ۾ جڳ مشهور مصور ادا ظفر ڪاظمي ۽ پنهنجي وقت جو اهم ترين چترڪار ۽ استاد ادا دارا عالم ابڙو سندس ساٿاري هوندا هئا. هاڻي اهي ٽئي ڄڻا، فَنِ مصوريءَ سان گڏ راڳداريءَ جي جهان کي بہ ڏاڍو ويجهو آيا. مون کي ان دؤر ۾ خبر رڳو ادا وڏي جي هوندي هئي، جنهن وٽ فلپس جو ريڊيو ۽ ٽيپ رڪارڊر هوندا هئا. فلپس جو ئي ڪيسٽ رڪارڊر بہ هوندو هو... سونيءَ جو سائونڊ سسٽم هوندو هيو ۽ هڪ خوبصورت بريف ڪيس ۾ بند ڪرائون ڪارڊر ڪمپنيءَ جو اِسپُول سسٽم هوندو هيو. ادا وڏي وٽ شاندار ڪئسٽن ۽ اِسپولز جي هڪ حسين ڪليڪشن هوندي هئي، جنهن ۾ بيحد اهم رڪارڊنگز وٽس هڪ ترتيب ساڻ موجود هونديون هيون... هُو جڏهن بہ گهر ۾ موجود هوندو هيو تہ سندس ڪونہ ڪو دوست اچي ويندو هو جنهن سان هُو ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي ميوزڪ ٻڌندو هو. انهن ۾ خاص طور تي ادا اظهار شيخ ۽ سائين شاهہ محمد ڪولاچي، پنهنجي پنهنجي خاص جاءِ رکندا هئا. جيئن هڪ سُٺي "راڌاڻُو" خاتون، خوبصورت ترڪيب ساڻ پنهنجو ناهيل کاڌو هڪ هڪ مهمان کي کارائي، داد جي نظر جي طلبگار هوندي آهي، ائين ئي ادا وڏو مرحوم بہ، هڪ هڪ اٽئم پيش ڪندي، مستقل مٿس بحث مباحثا ڪندي، داد جي طلب ساڻ رکندو هو. موسيقيءَ جون اهي نشستون بيحد طويل ٿينديون هيون ۽ خدمتن جي حوالي سان، چانهہ يا شربت سَرو ڪندي، سُرن

جي رسمي مان بہ جھٽي ونندو هئس ۽ پوءِ خالي وقت ۾ ڪلاڪن جا ڪلاڪ، ان رسيءَ جو مانجهو ٺاهي، مان الاءِ ڪيترن سُرن جا لغڙ اڏائيندو هوس.

ادا وڏي جو ٻيو اهم شوق هو فوٽوگرافي، هُو نِڪون (Nikkon) ڪئميرا جي رزلٽ تي ڏاڍو اعتبار ڪندو هو... تنهن ڪانسواءِ بہ وٽس ٽي چار ٻيون بہ ڪئمرائون هيون. جن سان فوٽوگرافس ڪڍي، هُو عزيزن ۽ احبابن کي گفٽ ڪندو هو. انهن ٻنهي عملن ۾ هڪ قدرِ مشترڪ هيو اُهو اهو تہ سندس ڪنهن بہ شئي کي هٿ لائڻ جي، ڪنهن کي بہ ڪا بہ اجازت ڪونہ هوندي هئي. هُوڪمال صفائيءَ سان، پنهنجو سامان رکندو هو. ڪنهن بہ شئي تي ڪوبہ داغ ڪڏهن مون ڪونہ ڏٺو.

گلاسگو ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪندي، سندس حياتيءَ کي ڪو رنگ لڳي ويو. هن سونهاري رکرائي ۽ ولايتي لباس ترڪ ڪري ڇڏيو. 1976ع ۾ وطن موٽڻ کان پوءِ هن ڪڏهن بہ ٽرائوزر استعمال نہ ڪيو. اهم مسندن تي ويهندي، هُو سدائين شلوار قميص ۽ واسڪٽ استعمال ڪندو هو. سياري ۾ واسڪٽ جي جاءِ تي مڪمل ٻانهن وارو سوئيٽر، واسڪيٽ جي هيٺان اچي ويندو هو. سندس اهو لباس باقي سڄي حياتي اٿين ئي رهيو.

وطن ورڻ کان پوءِ سندس حياتيءَ ۾ ڪجهہ ٻيون سرگرميون بہ وڌي ويون هُيون. ادا وڏو خاص طور تي ادا گل محمد، سائين نجف علي شاهہ صاحب، جنهن کي سڀ "ٻُڍل شاهہ" سڏيندا هئا، ادا الياس مغل ۽ ڪجهہ ساٿي ٻيا ڪٺي سوزوڪي پاڙي تي ڪرائي مهيني ۾ هڪ دفعو حيدرآباد جي ويجهو "مڪان شريف" ۾ حاضري ڀرڻ ضرور ويندو هيو. مٿان وري هر اسلامي مهيني جي پهرين جمعي زيارت تي مرشد قلندر رحمت الله عليہ جي درگاهہ تي حاضري ڀرڻ هنن لاءِ لازم هوندو هو. سال ۾ هڪ اڌ ڀيرو خيرپورميرس ۾ "سائين منظور حسين صاحب" جن وٽ حاضري بہ از حد ضروري هوندي هئي.

سيوهڻ شريف سان، سندن نسبت سدائين خاص رهي ۽ ان معاملي ۾ ادا گل محمد ۽ ادا وڏو سدائين گڏ رهيا. جتي ادا خليل قرآن خوانيون ڪرائڻ ۽ درود سلام ۾ اڳ اڳرو هوندو هُيو اتي ادا عبدالرحمان ۽ ادا گلڻ وري، مرشدن سان پنهنجيءَ خاص نسبت ۾ مشهور هئا. پنهنجي تعلق کي هنن سدائين مخفي رکيو پر قبلا والد صاحب مرحوم ۽ جناب مخدوم بصرالدين صديقي رحمت الله عليہ وٽان مليل "وَرُّ" هنن کي سدائين ڪم آيو.

دادوءَ جا، چاچا قطب الدين ابڙو صاحب جن، قبلہ بابا سائينءَ جي دوستن مان هئا. سندن فرزند محترم محمد امين ابڙو صاحب، تازو ملاقات ڪئي ۽ هڪ قصو ٻڌايو: "هيءَ انهن ڏينهن جي ڳالهہ آهي، جڏهن سائين عبدالرحمان مغل صاحب پي. ايڇ. ڊي ڪرڻ گلاسگو ويا هئا. اتي سندن گائيڊ هڪڙو يهودي استاد هيو جيڪو مسلمانن سان خاص وير رکندو هيو. ماٺو بنهہ هوشيار هيو. سو وقت سر ڊگري هٿڻ جو منتظر رهندو هيو. تقريباً بہ سال هُن مغل صاحب کي ڪم ڪرايو.

ٿيسز تيار ٿي ۽ جڏهن فائنل مرحلي ۾ گائيڊ وٽ دستخط لاءِ پيش ٿي ته هن سمورو ڪم هڪ ڌڪ سان رَدِ ڪري ڇڏيو ۽ چيائين ته سڀ ڪجهه بيهر ٿيندو. هاڻي عبدالرحمان منٿ ميڙ ڪئي. آزيون نيزاريون ڪيون. پر ڊاڪٽر صاحب وٽ هڪڙو ئي جواب هُيو جنهن جو مطلب. گلاسگو ۾ وري ٽن سالن جو اضافي قيام هيو. سائين عبدالرحمان صاحب اٺين ڪٽي ڪري ٻه ها. پر ڳالهه اها هئي ته ڪم بهترين ٿيل هُيو. پلا جي وڏيڪ عرصو ڪٽي ترسي ٻه ها ته ڇا ٿي پوي ها. گائيڊ صاحب ته هڪ ڏينهن حد ڪري ڇڏي، عبدالرحمان صاحب کي دفتر مان ٻاهر ڪيڍي ڇڏيائين... ان ڏينهن عبدالرحمان صاحب. فائنل ٿيسز جي ڪاپي صحيح ڪرائڻ لاءِ وٽس ڪٽي ويو هو. جيڪي تبديليون گائيڊ چيون هُيون، اهي سڀ هن ڪري ورتيون هيون. پر ڇاڪاڻ ته گائيڊ کي ذلت جو سامان ڪرڻو ئي هو. تنهن ڪري هُن ڪاپي وٺي، کيس ٻاهر ڪيڍي چيو ته "ڪجهه ڪونه ٿيندئي... يا خالي هٿين گهر وڃ... يا ٻن سالن جي اضافي ايڪسٽينشن گهراءِ."

تنهن ڏينهن عبدالرحمان ڏاڍو رُنو. پرديس ۾ هن پنهنجي رب جي حضور ۾ مدد لاءِ انيڪ دعائون گهُريون. شڪوه شڪايتون ڪنديءِ هن پنهنجي مُرشد سان ڪجهه اهو ٻه چئي وڌو ته "مرشد قلندر سائين.. مان تنهنجي مريد جو وڏو پٽ آهيان... هتي پرديس ۾ رُلان پيو ٿو... ڪا واهه نٿي نڪري.. ڏٽيءَ کي سفارش ڪيو ته ڪجهه مهر ٿئي..." روئندي روئندي سندس اک لڳي وئي، هڪدم کيس هڪ خواب نظر آيو جنهن ۾ حضرت لال شهباز قلندر رحمته الله عليه، سندس گائيڊ ساڻ بيٺل نظر آيس. عبدالرحمان کان پڇيائون، "هي آهي اهو گائيڊ. جيڪو توکي ڪاغذ صحيح نٿو ڪري ڏئي؟..." عبدالرحمان هائوڪار ڪئي ته مرشد قلندر رحمته الله عليه، پَرَ ڪشي، گائيڊ جي ڪاپي ڳل تي چماٽ وهائي ڪيڍي.. ان سان ئي عبدالرحمان جي اک کُلي وئي. ٻئي ڏينهن، عبدالرحمان اهو فيصلو ڪري ورتو ته بس... وطن واپس موٽي هلجي.. گهڻو ٿي ويو... موڪلائڻ گائيڊ جي دفتر ۾ ويو ته ان مهل هُو درِيءَ ڏانهن مُنهن ڪيو ٽيبل تي ڪجهه لکي رهيو هو. عبدالرحمان صاحب ڊڄندي ڊڄندي موڪلايو. گائيڊ رخ سامهون نه ڪيو... ڪروڌ وچان چيائين، "ها بس... سڀ ٺيڪ آهي... تون ٺُرُ..."

عبدالرحمن صاحب جيئن ئي مڙيو ته گائيڊ اشارو ڪندي چيس "ترس.... اها ٿيسز کڻ... مون سحيح ڪري ڇڏي آهي..." هاڻي ته عبدالرحمان جي حالت ٿي وئي، ڪجهه سمجهه ۾ نه پيو اچيس ته هي سڀ ڇا ٿي ويو.. ڊوڙي وڃي ٿيسز کنيائين. اتي ڪاغذ صحيح ٿيو پيو هو... هُو تڪڙو تڪڙو موٽيو ۽ ٻاهر مُڙيو... ٻاهر مُڙندي کيس خيال آيو ته شڪريه ادائي ته ڪيان، اهو سوچي واپس مڙيو ته هوڏانهن گائيڊ ٻه اهو سوچي ڪنڌ ڦيريو هُيو ته عبدالرحمان وڃي چڪو هوندو... ٻنهي هڪٻئي ڏانهن نهاريو. گائيڊ وري ٻه رڙ ڪنديءَ کيس وڃڻ لاءِ چيو پر ان وچ

۾ عبدالرحمان جي نگاھہ سندس مُنهن تي پئجي وئي هئي، جنهن ۾ سندسَ ڪاٻيءَ ڳل تي پنج آڱرين جا نشان واضح هئا...“
ادا وڏي پنهنجي سڄيءَ ڄمار ۾ اهو پيرو نہ ڇڏيو. هن پنهنجي اصولن جيان، پنهنجا معمولات بہ سخت بڻائي ڇڏيا هئا. 1986ع ۾ دل جي پهرين دؤري پوڻ کان پوءِ هن پنهنجي ميڊيڪل چيڪ آپ واري فائل تي ”دلِ ناتوان“ لکي ڇڏيو هو. پنهنجي ڪمزور دل جي پليءَ پت چاڻ رکندي، هو ريگيولر چيڪ آپ ڪرائيندو رهندو هيو. ڪراچيءَ جو ماهرِ امراضِ قلب اظهر فاروقي سندس معالج هيو. ادا سخت پرهيز ڪندو هيو ۽ پنهنجن دوائن جو خاص خيال رکندو هو. هر مهيني جي آخري ٻن تاريخن تي، هُو ايندڙ مهيني لاءِ دوائن جي خوراڪ جا وزن ٺاهي پڙيون تيار ڪري رکندو هيو. ڪيس سَفر جو موقعو گهڻو ملندو هيو تنهن ڪري اها تياري اوچتن وقتن ۾ ڪيس خاص طور تي ڪم ايندي هئي. 1986ع کان 1990ع تائين ادا گل محمد پاڇي جيان هن سان گڏ رهندو هيو ۽ دوائن جا اضافي وزن ٺاهي گهمندو هو تہ جيئن هر ايمرجنسيءَ کي مُنهن ڏئي سگهجي. 90ع کان پوءِ ادا جي طبيعت بہ سنيلجي وئي هئي ۽ نيٺ گل محمد بہ انهن پڙين ٺاهڻ کي ڇڏيو پر بهرحال سندن چاهت تہ ڏينهون ڏينهن چوٽ چڙهندي وئي.
ادا خليل جي وفات، ادا وڏي جي حياتيءَ ۾ اهو اهم موڙ آندو جو هُو هاڻي مون سان ڳالهائڻ لڳو هيو. گهرو معاملات تي ٿورو گهڻو اظهارِ خيال، اسان جي وچ ۾ هاڻي ”ديدار“ ڪرائڻ لڳو هيو. ڪڏهن ڪڏهن، جڏهن هن وٽ بہ ٽائيم هوندو هيو يا وري سندس اداسي هاڻي سڀ ايوان لتاڙي ٻاهر نڪري ايندي هئي تہ مان پاڻ وٽان موسيقيءَ جي خاص چونڊ وٺي ڪٽي ايندو هوس. هُو پلنگ تي آهلجي سُرن کي چاهہ سان ٻڌائيندو هو. اڪين ماڻ نڪرندڙ آب، سندس ريش کي ٿر بہ ٿر ڪندو رهندو هيو پر تہ بہ هُو ڪنهن بہ آئٽم کي وچ ۾ ٽوڙڻ پسند نہ ڪندو هو.
وقت تيز ٿر ٿيندو ويو. امڙ جي بيماري وڌندي وئي. تان جو 1994ع جو سال ڪاٽي، امان صاحبہ 13 فيبروري 1995ع تي وفات ڪئي، ادا وڏو هاڻي تہ جڻ ڄمجي پيو هو... پنهنجو پاڻ کي سنياليندي، هن عبادت ۽ تعليم ۾ پناھہ ڳولي ورتي. دين هوندي بہ هُو وڏيڪ ڪلاس وٺڻ لڳو ۽ متان وري مسجد شريف يعني جامع مسجد قُبہ کي بہ وڌيڪ وقت ڏيڻ لڳو.
غالباً جولاءِ جو مهينو هو جو سائين صادق علي صاحب وفات ڪري ويا. سنڌي موسيقيءَ جو اهو ٻهڳڻو ستارو ماڊل اسڪول ۾ استاد طور خدمتون سرانجام ڏيندو هو ۽ ادا عبدالرحمان سان بيحد ويجهو هوندو هيو. سندس وفات، ادا وڏي جي حالت عجيب ڪري ڇڏي، مون کي ذهني طور، ان ردعمل تي حيرت ٿي هئي، جيڪو هن صادق علي صاحب جي وفات جي اطلاع ڏيندي ظاهر ڪيو هو. بلڪل ائين لڳو هيو تہ جڻ ڪو گهر ڀاتي گذاري ويو هجي.

ادا وڏي کي فن ۽ فنڪارن سان ڏاڍي محبت هوندي هئي. پر هُو فنڪارن جي "طرزِ حيات" کي سخت ناپسند ڪندو هو. اهو ئي سبب هيو جو منهنجو "ليڊ سنگر" ٽيڻ ۽ گٽار وغيره وڄائڻ، کيس تڪليف ڏيندا هئا. وقت گذرڻ سان اهي عمل ختم ٿي ويا هئا. شايد اسان جي ويجهو اچڻ جو اهو به هڪ سبب هئو.

هندي سينيما تي کيس مڪمل دسترس هئي. تقريباً سڀني فلمن جي ڪاسٽ، ميوزڪ ۽ اسٽوري کيس ازبر هوندي هئي. سندس اندر ۾ دليپ ڪمار جو تمام وڏو مقام هيو ۽ کيس اشوڪ ڪمار جي حياتيءَ جو اهو ڏک به ڏڪارو ڪندو هو ته جنهن ڏينهن اشوڪ جو جنم ڏينهن هيو تنهن ڏينهن سندس ننڍڙي ڀاءُ ۽ مشهور اداڪار ۽ ڪلاڪار ڪشور ڪمار جو "ديهانت" ٿيو هيو. پنهنجي "سائونڊ ڪليڪشن" ۾ ادا وڏو نه صرف ميوزڪ رکندو هيو پر خاص خاص انٽرويوز چُنيده خبرون ۽ ٻيو آواز جو گهڻو مواد به وٽس محفوظ هوندو هو. پاڻ مستقل ريڊيو تي رڪارڊنگز لاءِ ايندو هو. پروگرامن ۾ شرڪت ڪندو هو ۽ انهن معاملن ۾ خاص طور تي مرحوم سائين محمد انور هڪڙو صاحب سان گهڻو ويجهو هوندو هو.



ڊاڪٽر مغل 1993 ۾
ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي
اسٽوڊيو D ۾ پروگرام دوران ڳالهائيندي

ادا وڏي کي ميوزڪ آئٽمس جي چونڊ جو ڪمال حاصل هوندو هو. سيد منظور نقوي صاحب جو جڳ مشهور روبينه ابراهيم ڊوئٽ "جدائيءَ ۾ غم ۾ گذارين متان... وڃي ديس پنهنجي وسارين متان..." ۽ انور وسطڙي جو ڳايل "نهاري نيڻ ٿڪجي پيا، نه خط آيو نه تون آئين". سندس موڊ لاءِ جڻ پڙي هوندا هئا. ڪٿي رڳو انهن ٻن گيتن جو آلاپ هَلي، ادا جون اکيون ڇُلڪيون ٿي ڇُلڪيون...

1995ع جي شايد مئي جي مهيني ۾ عالمي ايڊيوڪيشن ڪانفرنس هُئي. آخري رات تي محفل موسيقي هئي. جنهن جي ميزباني منهنجي ذمي هئي. ادا وڏو ان ڪانفرنس جو سيڪريٽري هو. فنڪارن ۾ انور وسطڙو به هيو. مون کيس خاص فرمائش ڪئي ته "نهاري نيڻ... ضرور ڳائجانءِ..." انور ڳايو ۽ بيحد حسين ڳايو. اسٽيج پوئيان ويٺي مون کي سڏ ڪري چيائين، "ادا... ٻيو سڀ ته ٺيڪ آهي. ڪم به مڙئي سهڻو ٿي ويو. پر تو وارو ڏسيل اهو ڪلام، سامهون ويٺل حاجي صاحب کي واهه جو لڳو... سُر جي سمجهه ٿس پئي... متان وري روئي جو روئي... جڻ ڳايو ٿي هن لاءِ ٿم... آهي ڪو وڏو صاحب..." انور وسطڙي سان جيڪي ويجها آهن، اهي

چاڻن تا تہ انور گهڻو ناهي ڳالهائيندو... حياتيءَ ۾ تمام گهٽ موقعن تي اسان ايترو ڳالهايو هوندو... پر ياد اچيم ٿو حاجي صاحب جي حالت ڪيس ڏڪارو ڪري وئي هئي، چاڪاڻ تہ پريل پنڊال ۾ هُو هِڏڪين ساڻ روئي پيو هو... مون کي بہ جڻ درد ورائي ويو... امڙ کي جهان ڇڏئي اجان ادائي مهينا ڪن مس ٿيا هئا. ادا وڏو اجان ان تڪليف مان ٺي ڪونہ نڪتو هو مٿان وري مون هي وَيلُ وَهايو. انور وري بہ پنهنجي ڏيان ۾ پنهنجي سُر ۾ هو ۽ ڳالهہ کي ورجائي رهيو هيو "آهي الاءِ ڪير؟...." ۽ اتي مون ڇئي ڏنو هومانس، "ڪير بير ڇا يار...؟ منهنجو وڏو ڀاءُ آهي... ائين سمجهہ پيءُ آهي..."

۽ ان ۾ ڪو وڏاءُ هئو بہ ڪونہ... هُن اسان سيني پينرن ڀائرن کي پنهنجي ٻاجهہ جي ڇانوَ هيٺ لڪائي ورتو هيو... ڪنهن کي ڪا بہ تڪليف ٿيڻ نہ ڏيندو هو... منهنجي بيحد ماڊرن روش تي بہ، هُن ڪڏهن مون سان اُچاترو ٿي نہ ڳالهايو ۽ نہ ئي ڪڏهن مون تي ڪو هٿ کنيائين. مون پنهنجيءَ حياتيءَ ۾ رڳو ادا خليل جي هٿان بہ چماٽون کاڌيون هيون، نہ تہ ڪنهن بہ ڀاءُ مون تي هٿ نہ کنيو... الاءِ ڇو اسان ٻنهي جي وچ ۾، يعني ادا وڏي ۽ مُنهنجي وچ ۾ اهو گُمان ڳَرَ ڪٺو ويو تہ اسين ٻئي هڪٻئي کي پسند نٿا ڪيون. مون کي ان ڳالهہ جو ازحد يقين آ ن ڪري بہ هو جو جيڪا طرزِ حيات ادا گذاريندو هو ان ۾ منهنجي حياتيءَ جا طور طريقا سخت ناپسند ٿي تي سگهيا پئي. هو نماز روزي جو بيحد پابند هيو جيڪو ان مهل مون کان نہ ٿيندو هو. منهنجو سڄو سڄو ڏينهن ڪرڪيٽ راند جي پويان خوار ٿيڻ ڪيس نہ وڻندو هو. پر مان بهرحال سنڌ يونيورسٽيءَ ڪالونيءَ جي سڀ کان وڏي ٽيم جو ٻارنهن سال ڪپتان رهيم. مٿان وري منهنجي جديد تراش خراش جي لباس جو ڪيس بيحد فڪر رهندو هو. مان عجيب عجيب ڊزائنن جا ڪپڙا پهريندو هئس، جيڪي بهرحال هڪ عالمِ دين وجود ڪان ڪٿان برداشت ٿي سگهن ٿا... هن وقت سوچيان ٿو تہ احساس ٿئي ٿو تہ گهڻي نالائقي منهنجي هئي، ۽ هُن جو ظرف ڪيترو نہ وڏو هُيو جو هن مون سان ڪڏهن بہ ڪا بدتميزي نہ ڪئي.

ادا خليل ۽ امان جي وفات کان پوءِ، سنڌس ماٺ وڏي وئي... مان ڪوشش ڪري وقت ڪڍي هن سان ويهڻ لڳو هوس. ڪچهري ڪرڻ جي همت نہ هوندي هئي، پر بهرحال ميوزيڪل آئٽمس اسان گڏ ٻڌڻ لڳا هئاسين. جُون کان وٺي آڪٽوبر ائين ئي گذري ويو تان جو نومبر اچي ويو. حياتيءَ جي سَمڪَ پوڻ کان پوءِ، مون بہ شيون سدائين شعوري ڪيون آهن... هڪ تہ مان سدائين پنهنجي حياتيءَ جي سال جو آخري ڏينهن ملهائيندو آهيان. يعني چوويهين نومبر تي، مان پنهنجي گذريل سال جي ڪٿ ڪندو آهيان ۽ ستاويهہ نومبر تي، پنهنجي جنم ڏينهن تي، رات جو ماني گهر وارن سان ڪائڻ گهرندو آهيان.

نومبر 1995ع جي ستاويهين تاريخ تي، مون ٻنپهرن کان ئي پنهنجي لاءِ خاص وقت ڳولي ڪڍيو. ڪجھ آڊيو جا واليومن وڊيو مان تيار ڪرڻا هئا. ٻه وي سي آر لڳائي ۽ سائونڊ سسٽم سيٽ ڪري، مون تي. وي لائونج ۾ ڪم ويٺي ڪيو. تقريباً پوڻين چئين وڳي ادا وڏو آفيس مان آيو ۽ منهنجي پاسي مان لنگهي، امان جي ڪمري ڏانهن ويو. اتي اديءَ جن سان ملڻو هئس. ڇڪ ڳالھ جيڪا حيرت جهڙي هئي تہ هن در کولي، ٻُئي ورائي مون کي ڏٺو هو ائين هُو ڪڏهن ڪندو ڪونہ هو. سندس گفتگو تڪڙي هوندي هئي، چال تيز هوندي هئي ۽ هُو مڙي ڏسڻ پسند ڪونہ ڪندو هو... مون سمجهيو شايد ڪيس. ائين لائونج ۾ پٽاريل منهجا ”ٽين ٽپڙ“ ناهن وٽيا... ڇتيءَ طرح ياد اٿم تہ ان مهل اسڪرين تي آشا پاريک ۽ ڌرميندر تي فلمايل ”آئي دن بهار ڪي“ جو گيت ”سنو سجنا، پپيهي نے، ڳها سب سي پڪار ڪي، چلي آئو چمن والو ڪي آئي دن بهار ڪي“ هلي رهيو هو. ڪلاسيڪل انگ ۾ لتا جي آواز جي جوت غضبناڪ هئي. هُو تڪڙو تڪڙو آيو هو سو مون کي آواز گهٽائڻ جو موقعو نہ ملي سگهيو هو. جيستائين هُو اديءَ جي ڪمري مان واپس نڪتو تيستائين مان سامان پاسيرو ڪري چڪو هوس. سادي چئين عصر جي نماز هئي، ۽ ان کان پوءِ اسان جو گهر ۾ ڪرڪيٽ جو شيڊول هيو. ان ڏينهن سڀ ڪجھ عجيب هو. ٻاهر اڱڻ ۾ اسان ڪرڪيٽ ڪيڏي رهيا هئاسين. اندر لائونج ۾ سڀ تي. ويءَ تي پرڪ ڏسي رهيا هئا ۽ وري ان ڏينهن ان پروگرام جي خاصيت اها هئي جو ”اسلم آزاد صاحب“. استاد محمد يوسف کي ٽرائيبيوٽ ڏيڻ لاءِ هڪ مقابلو رکايو هو. جنهن ۾ پنجن مهمانن کي ”راحت ملي تي درد ۾“.... واري واري سان ڳائڻو هيو ۽ انعام کٽڻو هيو... اسان ٻاهر راند بہ ڪيڏي پئي ۽ اهي آواز بہ ٻڌاسين پئي. ادا مرحوم جي بيڊروم سان اٽيچ باٿ روم جو در اڱڻ ڏانهن کُلندو آهي. هُو مغرب لاءِ وضو ڪرڻ آيو. پر ان کان پهرين پاڻ بہ پرڪ ڏسي آيو هو ۽ اهي سٽون جهونگاري رهيو هو. سندس مُوڊ ڏاڍو سٺو هو. اسين سڀ چاچا، پائيتا، اشارن اشارن ۾ ذڪر ڪري رهيا هئاسين، تہ اڄ مڙئي ڪو چڱو ڏينهن آهي.

راند هڪدم ختم ٿي تہ مون ماٽ ميٽ ۾ گيٽ مان اسڪوٽر ڪڍيو. روز شام جو امان وٽ وڃڻ، مزار شريف تي ويهي ڪچهري ڪرڻ منهنجي عادت هوندي هئي. گهڻو ڪري، اهو ڪم مان وچينءَ جي نماز کان پوءِ ڪري ايندو هوس ۽ ادا جو بہ سختيءَ سان چيل هو تہ مغرب مهل قبرستان نہ ويندا ڪيو. ان ڏينهن ڪرڪيٽ ڪيڏي هئي، سو وڃڻ ۾ دير ٿي هئي. هاڻي سوچيم پئي تہ چاڻ نماز لاءِ نڪتو اسڪوٽر ڪيندي ڏسندو تہ ناراض ٿيندو ان ڪري ”بي آواز“ واردات ۾ مشغول هئم. پر الاءِ ڇا هو جو اسڪوٽر اسٽارٽ نہ پيو ٿئي... اوچتو ادا وڏو گيٽ کولي ٻاهر نڪري آيو. مان سچو ڏڪي ويو هئس، پر هن ڪجھ بہ نہ ڪڇيو ۽

اولهہ طرف گهٽيءَ ۾ وڌي ويو. اوچتو اسڪوٽر بہ اسٽارٽ ٿي ويو ۽ ان مهل الاءِ ڇو هُنَ وري مون کي ڪنڌ ورائي ڏٺو. شلوار ڪُرتو واسڪيٽ، مٿي تي آرَ جي ٽوپي... ۽ نظرون مون تي سختيءَ سان ڄميل، اها نگاهہ ڇڻ پنڊ پَهڻ ٿي وئي هئي. مون هڪدم نگاهہ ڇورائي ۽ اسڪوٽر ڪيڏي هليو آيس. امڙ جي مزار تي پهچڻ ۾ ڪي ٽي چار منٽ مس لڳا. حسبِ دستور سندس ساڄي پاسي کان ويٺو هوس. طرف جي لحاظ کان ڏسجي تہ اسان جا گهر، قبرستان جي ساڄي طرف کان آهن... مطلب مزار کي سامهون رکي جي ڪجهہ پڙهجي تہ اسان جي گهرن ڏانهن اسان جي پُٺ ٿئي ٿي. مان هتي، پنهنجي منڙي رب جل شانہ کي حاضر ناظر ڄاڻي، هڪ حقيقت لکڻ گهران ٿو... منهنجي اُتي ويهڻ کان تقريباً چار کن مِنٽ پوءِ هڪدم تيز گلاب جي خوشبوءَ جو واس مون کي ورائي ويو. ائين لڳو ڇڻ مٿين گلاب هاريا ويا هُجن. مون کي الاءِ ڇو گلاب جي خوشبوءَ ۾ پنهنجو ساهہ ٻڏندي محسوس ٿيندو آهي. حيرت تہ ان ڳالهہ تي بہ ٿي هئي تہ بہ ٽي منٽ پهرين، اتي ڪجهہ بہ ڪونہ هو. مون باقاعده اُتي چئني پاسي پَڪَ ڪئي تہ ڪٿي ڪا نئين قبر تہ ڪانهي، جتان خوشبوءَ جا اهي "پيڪا" ايندا هجن. پر سڀ ڪجهہ پراڻو ۽ ساڳيو هو. اڃان حيرت جي ان حال ۾ ئي هيس تہ خوشبوءَ جو اهو داٻ گهٽجي ويو... ۽ منهنجي سامهون قبلہ والد صاحب ڄڻ جي مزار طرف روانو ٿي ويو. ائين لڳو ڇڻ ڪا وڏي لهَر گذري وئي هُجي. مون هڪدم دعا گهري بائيڪ اسٽارٽ ڪئي ۽ موٽ لاءِ نڪتس.... قبرستان مان ٻاهر نڪري، هاءِ وي تي چڙهيس ئي مس تہ پريان ماسات جو پٽ پيرل ڊوڙندو پٺيان آيو جنهن ٻڌايو تہ "چاچا سائين ڪري پيو آهي. ڪيس اسپتال کڻائي ويا آهن...."

وري بہ رب کي حاضر ناظر ڄاڻي لکان ٿو تہ ڄڻ ڪنهن مون کي اطلاع ڪري ڇڏيو تہ "ادا وڏو رخصت ٿي چڪو آهي... هن جهان ۾ ڪونهي تڏهن تہ خوشبوءَ جي روپ ۾ پهرين امڙ آبي وٽ حاضر ٿيو هو..."

جهنگ جي باهہ وانگر اها خبر مشهور ٿي وئي هئي تہ "وڏو مغل" راهہ هلندي ڪري پيو آهي. ٿيو ائين هُيو جو جيئن مان اسڪوٽر تي نڪتو هئس تہ ادا وڏي گهٽي مُڙي هئي. ٻيءَ گهٽيءَ ۾ سائين بيدل شاهہ جو گهر آهي. ان سان سلام دعا ڪيائين ۽ ٽئين گهٽيءَ ۾، سائين سڪندر ميمڻ جي گهر وٽ پهتو ئي مس هُيو تہ اتفاق سان سامهون کان سڪندر صاحب ۽ سائين محمد يار کهاوڙ صاحب اچي رهيا هئا. هُنن ادا کي ڏسي پريان سلام ڪيو. ويا سيئي نماز تي پٺي، ادا عابد، ڪين ترسڻ لاءِ سڏيو ۽ بس ٻانهن مٿي ئي ڪيائين تہ ڪنڌيل وڻ جيان سڌو اچي ڪريو. سائين کهاوڙ صاحب ۽ سڪندر صاحب تہ واتڙا ٿي ويا هئا. هنن هڪدم سڪندر صاحب جي گهران سندس گاڏي ڪيڏي هئي ۽ ادا وڏي کي پوئين سيٽ تي ليٽائي حيدرآباد نڪري ويا هئا.

سيني کي خبر هئي تہ ان مهل مان قبرستان لاءِ نڪتل هوندو آهيان سو پيرل وٺي مون ڏانهن پڳو هو. جلدي جلدي گهر پهتاسين. ادا کي سرڪاري "ڪيري" مليل هئي، جنهن کي سائين بديل شاهہ ڊرائيو ڪيو. ادا جو فرزند عبيد، مان ۽ ماسات نڪري پياسين... حيدرآباد جي ديوانِ مشتاق جي گيٽ تي ئي، مون کي چوڪيدار روڪي چيو "حاجي صاحب کي تہ اسان گاڏيءَ مان ئي ڪونہ لاٿو هيو سائين... هُو تہ اُتي ئي آرامي ٿي ويو هو..." اناالله وانااليہ راجعون. کهاوڙ صاحب ٻڌايو تہ پاڻ باءِ پاس تي، برج ڪراس ڪندي ئي دم ڏنيءَ حوالي ڪيو هو... وري ورجايان ٿو... ۽ پڪ ڪيان ٿو تہ بلڪل ساڳيو وقت هو گلاب جي خوشبو اچائي نہ آئي هئي.

سڀ ڪجهہ عجيب ٿي ويو هو. موٽي آياسين تہ ميت اچي چڪي هئي. رات گهري ٿي وئي هئي ۽ هڪڙي "فلمي حقيقت" اها بہ ٿئي پئي تہ سڄو جڳ جهان، مون کي جنم ڏينهن جون مبارڪون ڏئي رهيو هو. الاءِ ڪٿان ڪٿان ٽيليفون ڪالز آيون پئي، جيڪي رسيو ڪندي مون ٿورا پئي ادا ڪيا... تنهن زماني ۾ موبائل فون جو ڪو گمان بہ ڪونہ هو. بس لينڊ لائين ئي سڀ ڪجهہ هوندي هئي. مون ڪنهن کي بہ پريشان نہ پئي ڪرڻ گهريو. ادا گلڻ جي حالت کان مان واقف هئس، سڄو بار هڪدم مٿان اچي ويو هو پر ان جو مطلب، دل آزاري تہ نہ هو. مون ماٺ ميٺ ۾ مبارڪون قبول پئي ڪيون ۽ گهر وارن کي سنڀالڻ جي ڪوشش بہ ڪيم پئي.

ادا گلڻ جي حالت ڏاڍي خراب هئي. خاص طور تي جڏهن هن اهو ڄاتو هيو تہ ادا وڏو دل جي دوري پوڻ سان وفات ڪري ويو هيو. اهو گلڻ جيڪو ڇرين وانگر دوائن جا وزن ٺاهي، ادا وڏي جي پويان ڊرندو هو... جيڪو ڪيس اڪيلو ڇڏڻ نہ گهرندو هو تنهن کي پنهنجي وفات کان پندرنهن منٽ پهرين ادا وڏو منٿون پيو ڪري تہ "هل تہ گڏجي مسجد شريف هلون..." ان مهل ادا گلڻ شام جي چانهہ پئي پيتي. سندس وري اها عادت هوندي هئي جو هُو "پرچ ۾" چانهہ پيئندو هو جنهن کي "بسي" سڏيو ويندو آهي. هاڻي ادا وڏو چئي، "گلا، ڇڏ چانهہ کي... هل تہ نماز تي گڏجي هلون..." گلڻ چئي... "نہ سائين بس هي بہ ٽي بسيون پي وٺان... توهان چابيون کڻو ۽ هلو مان وضو تازو ڪري اچان ٿو..." ان ڏينهن ادا وڏي کو بہ ٽي دفعا اها ڳالهہ چئي ۽ گلڻ هُن سان هر دفعي انڪار ڪيو. نتيجي طور ادا وڏو مسجد شريف جون چابيون کڻي روانو ٿي ويو هُيو. هن عصر جي نماز جي امامت ڪئي هئي ۽ هاڻي مغرب پڙهائڻ وڃي رهيو هيو. سڄي ڄمار هن الله جي گهرن سان بي انتها محبت ڪئي هئي. سنڌ يونيورسٽي ڪالونيءَ جي بلال مسجد ۽ هاڻي هتي جامع مسجد قُبہ سندس محبتن جو محور رهيون هُيون ۽ اها بہ ڪيڏي نہ عجيب ڳالهہ هئي جو سندس شعور جو آخري ساهہ بہ مسجد تي نگاهہ وجهي نڪتو

هو. پروردگار جا فيصلا تہ ڏسو... جيڪو گل محمد چرين وانگر سندس ڪَڏ هوندو هيو. اهو اجل جي پاڪر ۾ وجڻ ڪان پندرنهن منٽ پهرين، انڪار تي انڪار ڪري گڏ نٿو هلي، ادا گل محمد کي اهو پڇتاءُ پنهنجي آخري دم تائين رهيو.

ان ڪان اڳ چوويهين تاريخ جي شام بہ عجيب هئي. مغرب جي نماز ڪان پوءِ، ادا وڏي مون کي گاڏي ڪڍڻ لاءِ چيو هو. سائين عبدالحسين شاهہ صاحب جي والده وفات ڪري وئي هئي ۽ ان جي تعزيت ڪرڻ لاءِ وڃڻو هو. اتي، ڊرائنگ روم ۾ ڪجهہ ٻيا معززين بہ ويٺل هئا. گفتگوءَ دوران ادا وڏي والده جي ماءَ مرتبي جو ذڪر ڪيو. حضرت موسيٰ عليہ السلام جي طُورسينا تي پروردگار سان ان ملاقات جي ڳالهہ ڪئي، جيڪا والده جي وفات ڪان پوءِ ٿي ۽ جنهن ۾ رب ذوالمنن ڪيس حڪم ڪيو تہ اج ڪان طُور تي جُتي لاهي ايندو ڪر. ڇاڪاڻ تہ هاڻي تنهنجي امڙ هن جهان ۾ ناهي... اهي سڀ ڳالهيون ڪندي، ادا وڏي بار بار فاني دنيا جو ذڪر پئي ڪيو ۽ هر هر ساهہ جي بيوفائيءَ جي ڳالهہ ڪندي، اهو پئي چيو تہ "ڪهڙو پروسو آهي، اڄ آهيون.... سڀاڻي ناهيون...." اهو ذڪر ويٺلن کي بہ ڪجهہ عجيب لڳو هو. حالانڪ موت جي تذڪري تي هئاسين، پر جدت پسند ماحول ۾ اهو ذڪر، مُکن تي عجيب و غريب نقش و نگار ناهي ٿو جيڪي ادا بہ محسوس ڪري ورتا هئا... گهر آياسين. هُو گاڏيءَ مان لٿو ۽ پئي پاسي ڪان مان لٿس تہ هن هڪدم چيو "مون ڪجهہ غلط ڳالهايو هو ڇا محمود...؟" مان حيران ٿي ويو هئس تہ هڪدم هن هي ڪهڙو سوال ڪري وڌو پر مون پاڻ سنڀالي ورتو "جي نہ بابا سائين... توهان غلط تہ ڪونہ ڳالهايو."

"تہ پوءِ هُو سڀ ڇو پئي کِليا...؟" سندس سوال تيز هو... هاڻي ڇا وراڻيان ها... هُو سڀ هڪ جيڏا هئا، برابر ماءَ مرتبي جا هئا.... اڃا ڪجهہ ڪُڇان، ڪُڇان تہ ادا عبدالرحمان هڪ عجيب حرڪت ڪئي. منهنجي ڪلهي تي هٿ رکي هڪ پرپور نگاهہ وجهي چيائين، "خليل جي وفات ڪان پوءِ تو جيڪو منهنجو ساٿ ڏنو آهي... ان لاءِ پاڙا توکي ربُ ئي ڏيندو..."

اسان ٻنان ڪنهن ربط جي ڳالهايو پئي. ڳالهہ جي ڪا ڳنڍ جُڙي نہ پئي... مون وٽ چوڻ لاءِ ڇا هيو... بس ڪنڌ ڪجهہ وڌيڪ جُهڪي ويو هو ۽ هُو وري حسبِ دستور تيزيءَ سان پنهنجي پورشن ڏانهن هليو ويو هيو. دماغ جهٽي ٿو تہ اهو هن جو مون سان ڳالهايل آخري جملو هو.

سندس وفات تي نسب نامي ۾ گل محمد مغل هيئين لکي ٿو "بروز سومر، تاريخ 27 نومبر 1995ع مطابق 4 رجب المرجب 1416هہ بوقت شام جو 5 لڳي 40 منٽن تي، آنجناب پروفيسر ڊاڪٽر حاجي عبدالرحمان ولد مرحوم فقير ميان نور محمد مغل سيوهاڻي قلندريءَ دل جي دؤري پوڻ ڪري اوچتو ڏهن منٽن اندر وفات ڪري ويو. اناللهِ وانا اليہ راجعون. ادا عبدالرحمان جن حيدرآباد مان پنهنجو شام

جو M.Ed جو ڪلاس وٺي، اٽڪل 3.40 تي گهر واپس آيا ۽ اچي ماني کاڌي راقم الحروف جڏهن چئين بجي آفيس مان گهر پهتو تہ پاڻ سندس انتظار ڪري رهيا هئا. جنهن بعد گڏجي عصر جي نماز تي هليا. نماز جي امامت بہ خود ڪيائون. سوا پنجين بجي ڪين مسجد شريف جون مون چابيون ڏنيون تہ پاڻ هلي آذان وغيره جو انتظام ڪن. پاڻ گهران مسجد لاءِ 5.25 تي نڪتا. رستي تي ادي مريد ميمڻ سان ۽ سائين بڊل شاھہ سان خير و عافيت ڪندا، جڏهن برادرم سڪندر علي ميمڻ، پروفيسر ڪيمسٽريءَ جي گهر جي دَر وٽ پهتا، تہ سڌو مُنهن پر ڪري پيا. ڪين ڪرندو ڏسي، برادرم سڪندر ميمڻ ۽ ڊاڪٽر محمد يار کهاوڙ سهارو ڏئي سڪندر ميمڻ جي ڪار ۾ ويهاريو ۽ فورن علاج لاءِ حيدرآباد روانہ ٿي ويا. ان دوران، پاڻ جڏهن مسجد قبا واري ڳُنبذ مٿي تہ هن دنيا مان روانہ ٿي ويا. مان جڏهن برادرم محمد اسلم پنهور سان گڏجي، تڪڙو تڪڙو نماز ڏي وڃي رهيو هوس تہ مون کي برادرم سڪندر ميمڻ جي پٽ محسن ۽ نوڪر ضمير دانهون ڪري سڄو معاملو ٻڌايو. مان ۽ اسلم پريشانيءَ جي حالت ۾ گهر پهتاسين، تہ گهر ۾ نہ محمود، نہ حنيف ۽ وري وسيم موجود هئا. ڪجهہ دير بعد محمود، اسڪوٽر تي مقام مان واپس آيو تہ ان سان گڏجي مان، ادا عيسو سائين بڊل شاھہ. ايل ايم سي ڄامشوري بہ وياسين تہ خبر پئي تہ ادا جن کي حيدرآباد ”ديوانِ مشتاق“ ۾ کڻي ويا آهن. مان ايل ايم سيءَ جي واپسيءَ تي گهر رهجي پيس ۽ محمود وارا حيدرآباد ويا. پريشانيءَ ۽ صدمي جي حالت ۾ 6.35 تي گهنٽي وڳي ۽ برادرم سڪندر ميمڻ ۽ ڊاڪٽر کهاوڙ روئندا. ادا جن جو وفاتي جسم کڻي آيا. پاڻ سوزوڪيءَ ڪار ۾ پوئينءَ سيٽ تي، ننڊ ڪرڻ واري انداز ۾ وينا هئا. ڪين بنگلي جو نيرو گيٽ کولي کٽ تي گاڏيءَ مان ڪڍي رکيو ويو. اناللهِ وانا اليہ راجعون.

مرحوم کي رات جو يارنهن بجي غسل ڏنو ويو. غسل ڏيارڻ جو ڪم محترم فقير محمد مهر ۽ قريشي غسال ڏنو جڏهن تہ انهن جي مدد، ادي عبيدالله عباسيءَ، حنيف، ادي حسن تلٽيءَ واري ۽ رضوءَ ڪئي. فاني جسم کي غسل ڏئي، ادا خليل کي جنهن جاءِ تي رکيو ويو هو اتيَ رکيو ويو. سندن جنازي جي نمازي بروز آچاري 28 نومبر 1995ع تي صبح جو 10 لڳي 10 منٽن تي ادا ڪئي وئي، جيڪا مون پڙهائي ۽ جنازو پيادل هڪ ڪلاڪ کان بعد پهتو. جتي ڪين مرحوم مغفوره امڙ جي ڪبي پاسي سپردِ خاڪ ڪيو ويو. جنازو لحد ۾ ٻڌ مون ٻين جي مدد سان لاٿو ۽ هڪ تاريخي شخصيت کي ابدي آرام گاھہ ۾ پهچايو ويو. بقلم خود گل محمد مغل، سنڌالاجي آفيس 11.12.95. ڏينهن 11 بجي.“

پاڻ کان ننڍي ڀاءُ جي وفات جي ٻي ورسيءَ کان پهرين، ۽ قبلہ والده جي جدائيءَ جي 9 مهينن ۽ ٻارنهن ڏينهن جي قليل عرصي ۾ ادا وڏي هيءَ جهان ڇڏيو. سندس حساس ”دلِ ناتوان“ شايد جدائيءَ جو درد وڏيڪ سهي نہ سگهي. عرض

ڪري چڪو آهيان تہ حساس تہ هُو ازل آبد کان هو بس رڳو پاڻ سنڀاليندو پيو هو جيڪو ستاويهين نومبر 1995ع تي ڪائنس سنڀالجي نہ سگهيو.
منهنجي ذاتي حياتيءَ ۾ پنهنجي خاندان جي حوالي سان انيڪ فخرمند گهڙيون آيون آهن. پر ڪن لمحن کي مان ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهان. هڪ ڀيري ڄامشوري ۾ ٿي ايجوڪيشن آفيس ۾ هڪ آفيس سپرنٽينڊنٽ منهنجو هٿ جهلي چيو "اوهان بلاشڪ مشهور ماڻهو آهيو. لڪين ماڻهو اوهان جي عزت ڪن ٿا. پر مان اوهان جي خاص طور تي ان لاءِ عزت ڪيان ٿو جو توهان جي امڙ صاحبہ اسان جي ڪاتي ۾ 1930ع واري ڏهاڪي ۾ خدمت ڪئي ۽ باقائدي ماستري ڪئي... جنهن جو شاگرد منهنجو والد صاحب بہ هو..." هاڻي هڪ اجنبي، اوپري ماڻهوءَ پاران اهي اوچتا چيل جملا، سچ پچ بہ منهنجو قد وڌائي ويا... ۽ ٻيو لمحو اهو جڏهن سنڌ يونيورسٽيءَ جي اڪائونٽس سيڪشن جي هڪ سرڪرده شخصيت چئي ڏنو "اوهان جو ڀاءُ... سائين وڏو مغل... ڏُنهن کان وٺي چوٽيءَ تائين بس ايماندار ٿي هو... هُو سنڌ يونيورسٽيءَ جو واحد پروفيسر هو جيڪو پڪنڪ لاءِ ملندڙ پئسن جي ائڊجسٽمنٽ (Adjustment) ڪرائيندو هو. هڪ دفعي رڳو ٽي چوڪرا ڪونہ ويا. هڪ سئو اسي روپين جي ائڊجسٽمنٽ منهنجو مٿو رُلائي وئي. چيومانس، ڪنهن بہ هيڊ ۾ هڻ... پر هُن آخرڪار مون کان ڪاغذ ٺيڪ ڪرائي ئي ورتا..."



ڊائريڪٽر جنرل اپسيت:
ڊاڪٽر عبدالرحمان مغل

هتي مقصد اهو ناهي تہ ڪو يونيورسٽيءَ ۾ بي ايمان وجود ڪم ڪن ٿا. پر مون لاءِ اهو سڀ اهم آهي تہ ڪيس سنڌس وفات کان پوءِ ڪيئن ياد ڪيو وڃي ٿو.
ادا وڏو نصاب ۾ علم و هُنر ۾ سدائين اڳيان رهيو. 1954ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول دادوءَ مان فرسٽ ڊويزن ۾ مئترڪ ڪئي هئائين ۽ ان کان پوءِ تہ هن مُڙي بہ ڪونہ ڏٺو. 1964ع ۽ 1965ع هن نيوڪليئر فزڪس ۾ ايم. ايس. سي ڪئي هئي ۽ خالي اهو امتحان هُيو جنهن ۾ سندس سيڪنڊ ڊويزن آئي هئي. الاءِ چو دل چوي ٿي تہ لکجي تہ جي چاچا سائين گهران ڪيڏ واري مهر نہ ڪن ها، تہ ان ۾ بہ هُو فرسٽ ڊويزن ئي کڻي ها. 1968ع ۾ هن فرسٽ ڊويزن ۾ ايم. ايڊ ڪئي هئي ۽ 1977ع ۾ گلاسگو يونيورسٽيءَ مان، سائنس ايڊيوڪيشن ۾ فزڪس ٽيچنگ ۾ پي. ايچ. ڊي ڪئي. پنهنجي محنت سببان 1965ع کان ترقي ڪندو 1984ع ۾ پنهنجي فيڪلٽيءَ جو ڊين بڻيو هيو ۽ پنج سال ان عهدي تي فائز رهيو.

1989ع ۾ ئي هُو سڄي ايشيا جي اسڪالرز جي مقابلي ۾ اپسيٽ جي ڊائريڪٽر جنرل طور منتخب ٿيو هو ۽ وفاقي وزارت ۾ 1992ع تائين ان عهدي تي فائز رهيو. ايران، انگلينڊ، جاپان، سئزرلينڊ، فلپائن، ڏکڻ ڪوريا، سنگاپور، ملائيشيا، ٿائيلينڊ ۽ چين ۾ هن سرڪاري وفدن جي ميمبر جي حيثيت سان دؤرا ڪيا هئا ۽ هڪ مستند ماهرِ تعليم جي حيثيت سان، فزڪس جهڙي ڏکئي مضمون ۾ پاڻ مڃايو هو. هڪ فقير جي فقير طبع پُٽ کي مولا ڪيترو نه ڪرم نوازيءَ هيٺ رکيو.

ڪارِجهانُ تي جيڪڏهن نگاهه وجهجي ته مان، محمود مغل، هڪڙو دنيادار ماڻهو آهيان. پنهنجي مالڪ جي مهرَ ۽ پنهنجن وڏڙن ۽ استادن جي دعائن سبب مان پنهنجي فني ۽ علمي ڪئريئر ۾ اهم جاين تي وينو آهيان. سنڌ يونيورسٽيءَ جي سپ کان سپريم باڊي سينڊيڪيٽ جو مان به دفعا ميمبر رهيو آهيان ۽ هڪ دفعو مون کي سينيٽ جي ميمبريءَ جو شرف به مليو آهي. هاڻي انهن جاين تي ويٺي، وڏن وڏن عهدن وارن سان منهنجي ملاقات ٿيندي رهي ٿي. حُجت جي دائري کي ٽورو اڳتي وڌايان ته هر ڪنهن کي پنهنجي ننڍي کان ننڍي "ڪارنامي" تي فخر پيو ٿيندو آهي ۽ سپ سيتجي پيا هلندا آهن. پر ادا وڏي پنهنجي سڄي حياتيءَ ۾ گهٽو ڪجهه ڪرڻ کان پوءِ به پاڻ کي سدائين "لو پروفائيل" (low Profile) ۾ رکيو... اڄ تحرير جي هن گوشي ۾ هي سپ اندراجَ، تاريخ ۾ رڪارڊ جي درستگيءَ لاءِ ڪيا اٿم. مطلب، ادا وڏي کي پڌائڻ ڪونهي، بلڪ پروفيسر ڊاڪٽر عبدالرحمان مغل جي "جاءِ" کي ظاهر ڪرڻو آهي.

سندس رخصتيءَ کي اک ڇنڀ ۾ چوڏنهن سال ٿيڻ وارا آهن. وقت جي لغام رڳو ڏسڻ جي هوندي آهي. ان کي جهلڻ ڪنهن جي به وس ۾ ناهي، ها ڪنڌ ورائي پوئتي نهاري سگهجي ٿو ۽ جي منو رب جل شانه هوش و خرد سلامت رکي، ته الاءِ ڪيترا ٽڪنڊا، چوڪنڊا ۽ دائره ٺهندا رهن ٿا... دل چوندي آهي... ڪو موقعو ملي پوي ۽ سندس پيرن ۾ ويهي، پنهنجي سڄي ارڏائپ، بيوقوفين ۽ نادانين جي معافي



پروفيسر ڊاڪٽر عبدالرحمان مغل

ونجي... ڪيس پڌائجي ته اندر ۾ سندس ڪيترو مقام آهي ۽ اشوڪ ۽ ڪشور جي مثال کي ورجائي، هڪ ڀاءُ جي جنم ڏينهن تي، ٻئي ڀاءُ جي رخصت ٿيڻ جا ڪهڙا نشان رهجي ويا آهن.

گورنمينٽ ڪاليج ڪاري موريءَ جي سؤ سالہ جشن جي موقعي تي ڪاليج جي اهم شاگردن کي يادگاري شيلڊز ڏنيون ويون. ڪنڊڪٽ مون ڪيو پئي، ۽ تعليم واري وزيرِ محترم پير مظهرالحق جڏهن، ادا عبدالرحمن جي شيلڊ، سندس فرزند عبيد کي ڏني پئي،

تہ سامهون حاضرين ۾ ادا جي نُنهن امينہ منهنجي ڏيءَ ڪشف ۽ ادا جو پوٽو عُزيد عبدالرحمان ويٺل هيا... پريل اڪين سان ياد جا سپ درَ کُلي پيا هئا... ۽ دل چيو هو ائين ئي وقت جي واڳ ورِي، انور وسطڙو بيڪ اسٽيج اها ڳالهہ وري وري ورجائي تہ "آهي الاءِ ڪير...؟" ۽ مان بقصد نيازمندين ۽ اٿاهہ عقيدتن، ڪيس چوان... "اهو پُڇ تہ مان ڪير آهيان ادا... مان، هن جو ننڍو ڀاءُ آهيان ۽ هُو ڀاءُ ڪان وڌيڪ پيءُ جو درجو رکي ٿو... اسان سيني جي هن پالنا ڪئي آهي ۽ اسين سڀ، بابا جي وفات کان پوءِ، هن کي ئي بابا سمجهندا آهيون..."

مِٽڙو ڏٽي سندس مرقد کي آسودو رکي، سندس پورهيو قبول ڪري ۽ مٿس بخشش جي عنايت ڪري، بلڪل ائين جيئن هُو اسان سيني گهر وارن جيَ غلطين کي معاف ڪري، محبتن ۽ بخشش جي عنايت ڪندو هو. آمين.




1958: ڪوٽ تان سيوهڻ شريف جا ورتل بہ منظر

1958ع ۾ هُن سيوهڻ ڇڏيو هيو ۽ 1995ع ۾ جهان ڇڏڻ تائين سندس اندر ۾ سيوهڻ ئي هُرندو هيو. جيتوڻيڪ هُن پنهنجي هوش حواس جي عُمر جو گهڻو حصو حيدرآباد ۽ ڄامشوري ۾ گذاريو پر الاءِ ڇو ادا وڏي جي سيني سان جڏهن بہ لڳبو هو تہ اُن مان سيوهڻ جي خوشبو ايندي هئي. اِهو ئي سبب هو جو اسان جي گهرن جا نالا سيوهڻ جي مٿان ئي رکيا ويا.

سنڌ يونيورسٽي سوسائٽيءَ جو 'سيوستان هائوس' اڄ بہ پنهنجي اُن مهربان ۽ محنتي مالڪ کي ياد ڪري ٿو جيڪو بي انتها سادي زندگي گُذاريندي، حياتيءَ جي هر ڏک ۽ غم کي ياڪر ۾ پريندي اسان سينيءَ لاءِ ڇپر ڇانءَ هيو. اڄ بہ جڏهن ڪو ڪوسو واءُ لڳندو آهي، يا ڪمهريءَ جي ڪا نظر اسان جو رستو روڪيندي آهي تہ سيوهڻ جي مٽيءَ مان ڪنيل اسان جو ادا وڏو جيڪو هاڻ ڄامشوري ۾ آسودهِ خاڪ آهي، لڳندو آهي تہ اسان لاءِ هميشہ دعاڳو آهي.



# برڪت علي آزاد جون سياسي، سماجي، ۽ ادبي خدمتون

•

تهذيب الاسلام رضوي /
انجنيئر عبدالوهاب سهتو

برڪت علي آزاد صاحب، سنڌ جي نامور صحافين ۾ شمار ٿئي ٿو. هُن 1937ع کان صحافتي زندگيءَ جو آغاز ڪيو. پنهنجي سڄي زندگي صحافتي مشن کي جاري رکڻ ۾ گذاري ڇڏيائين. آخر تائين سندس ارادو هو تہ هڪ اهڙي اخبار يا رسالو جاري ڪجي، جنهن ذريعي هر طبقي جي فڪرمند ماڻهن جي رهنمائي ڪري سگهجي. مون هن مقالي لکڻ ۾ ڪيس وقتاً فوقتاً زحمت ڏني ۽ ڪائنس مفيد مشورا پڻ ورتا، جن لاءِ مان دل ۾ جان سان سندس ٿورائتو آهيان، ان کان سواءِ پراڻين اخبارن ۽ ڪيترن ڪتابن مان، گنجائش آهر استفادو پڻ حاصل ڪيو اٿم. هيٺ آزاد صاحب جي زندگيءَ کي ننڍڙن موضوعن ۾ ورڇينديءَ پڙهندڙن جي دلچسپيءَ لاءِ پيش ڪجي ٿو تہ جيئن گهڻن لاءِ راهِ عملُ پيدا ٿي سگهي.

**آزاد صاحب جي زندگي:**

برڪت علي آزاد جو شمار سنڌ جي نامور ۽ هاڪارن صحافين ۾ ٿئي ٿو. پاڻ صحافت جي ميدان ۾ اهڙي ڏکئي دور ۾ قدم رکيائين، جيڪو تحريڪن جو دور هيو. خلافت تحريڪ ۽ آزاديءَ جي تحريڪ وغيره مڙئي ان دور جا معاملا آهن. آزاد کي برصغير جي جهُونن ۽ محنتي صحافين سان ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو. انهيءَ ڪري سندس صحافت ويتر پختي ٿي وئي. پاڻ پنهنجي شروعاتي دور ۾ نہ صرف صحافتي بلڪ ادبي، سياسي ۽ سماجي ميدان ۾ بہ وڏا ڪم ڪيائين. انهيءَ کان اڳي جو آزاد صاحب جي عملي صحافت جو تفصيلي جائزو پيش ڪجي، بهتر آهي تہ سندس شروعاتي زندگيءَ جو خاڪو پيش ڪجي. جيئن سندس مڪمل شخصيت جا خدوخال واضح ٿي سگهن.

**آزاد جي پيدائش ۽ سال:**

آزاد صاحب 1918ع ۾ ڄائو. جنهن کان پوءِ سندس خاندان لڏي اچي جيڪب آباد ۾ رهيو. پاڻ ديني تعليم مسجد ۾، پرائمري تعليم مين پرائمري اسڪول ۾ ۽ ثانوي تعليم، ميونسپل اسڪول جيڪب آباد مان پرايائين، جڏهن تہ مئٽرڪ جو امتحان، بمبئي يونيورسٽيءَ مان پاس ڪيائين.

**آزاد جون سياسي خدمتون:**

آزاد صاحب پرورش اهڙي دور ۾ پاتي، جنهن ۾ ملڪ، آزاديءَ جي جدوجهد ۾ مصروف هو. نتيجتاً اهو فطري عمل هو تہ پاڻ بہ انهيءَ جذبي کان متاثر ٿيو ۽ سياست ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيائين. پهريون جلسو سکر ۾ خلافتِ تحريڪ جي سلسلي ۾ منعقد ٿيو جنهن ۾ شرڪت ڪيائين، جيئن تہ انهيءَ جلسي کي چوٿيءَ جي اڳواڻن خطاب ڪيو هو ان ڪري مٿس بہ ان جو ڪافي اثر ٿيو. ان کان پوءِ خلافت ڪانفرنس منعقد ٿي، جنهن جي صدارت ضلعي سکر جي ممتاز شخصيت مولانا تاج محمود امروٽي ڪئي. انهيءَ ڪانفرنس ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد، پير غلام مجدد سرهندي، مولانا عبدالڪريم چشتي ۽ سيد محبوب شاهہ سکر واري شرڪت ڪئي، مولانا ابوالڪلام آزاد جي تقريري انداز مٿس وڏو اثر ڇڏيو ۽ هيءَ باقاعدي آزاديءَ جي تحريڪ لاءِ ڪم ڪرڻ لڳو ان کان پوءِ نوجوانن جي هڪ انقلابي تحريڪ "نوجوان ڀارت سڀا" شروع ٿي، جنهن ۾ زور شور سان حصو ورتائين. انهيءَ تحريڪ جو مقصد نوجوانن ۾ سجاڳي آڻڻ ۽ کين انهيءَ ڳالهہ تي متحد ڪرڻ هو تہ انگريزن کي هندستان مان نڪري وڃڻ (Quit India Movement) گهرجي. 1930ع ڌاري خلافتِ تحريڪ جي سلسلي ۾ جيڪب آباد کان ڪراچيءَ تائين "لانگ مارچ" جو پروگرام تشڪيل ڏنو ويو جنهن جو ليڊر مسٽر چوئٿرام ڊيملا هو. جڏهن تہ اُن ۾ آزاد صاحب جون خدمتون پڻ نمايان هيون.

"تحريڪ عدم تعاون" جي سلسلي ۾ سنڌن ذمي سکر ضلعي جو هڪڙو ڳوٺ "ٻيچانجي" هو پاڻ انهيءَ تحريڪ کي حد درجي تائين ڪامياب بڻايائين.

آزاد صاحب "ستيہ گرہ تحريڪ" جي تربيت مسٽر گوڊ کان حاصل ڪئي، جڏهن تہ سنڌس سياسي استاد مسٽر پلي (Mr. Play) هو.

عرض اهو آهي تہ آزاد صاحب، آزاديءَ جي تحريڪ ۽ جدوجهد ۾ ڀرپور حصو ورتو ۽ ان جي پاداش ۾ ڪيترائي دفعا جيل ياترائون بہ ڪيائين، پوءِ بہ سندس جدوجهد جاري رهي. آزاد صاحب جو نظريو هو تہ مقصد جي حاصلات لاءِ رت جي آخري ڦڙي تائين جدوجهد ڪرڻ گهرجي ۽ انهن قومن کي زنده رهڻ جو حق آهي، جيڪي پنهنجي مقصد کي حاصل ڪرڻ تائين جدوجهد جاري رکن ٿيون.

**آزاد جون سماجي خدمتون:**

آزاد صاحب سماجي خدمتون پڻ سرانجام ڏنيون. 1935ع ۾ 'انجمن مجاهدين اسلام' جو قيام عمل ۾ آندو ويو جنهن جو صدر مرزا عبدالرحمان

وڪيل هو ۽ سيڪريٽري آزاد صاحب هو. انهيءَ انجمن جو مقصد غريبن جي مدد ڪرڻ هيو. انهيءَ دور ۾ هڪ وبا ڦهلي هئي، جنهن ۾ ڪافي جاني نقصان ٿيو هو. تنهنڪري انهيءَ انجمن تدفين وغيره جو ڪم به سرانجام ڏنو.

1936ع ۾ 'انجمن حمايت الاسلام' جو قيام عمل ۾ آندو ويو. انهيءَ انجمن جو صدر ليفٽيننٽ ڪرنل خان محمد بروهي ۽ سيڪريٽري آزاد صاحب هيا. ان جو خاص مقصد بي روزگاري ختم ڪرڻ ۽ تعليم ڦهلائڻ هو.

1937ع ۾ "ديهي ترقياتي پروگرام" جي ڏس ۾ "سنڌ ڳوٺاڻي جماعت" جو قيام عمل ۾ آيو جنهن جو صدر شهيد الله بخش سومرو هو ۽ سيڪريٽري اين آر ملڪاڻي هيو. آزاد صاحب انهيءَ جماعت جو سرگرم ڪارڪن رهيو ۽ ڳوٺاڻي خدمت ۾ پيش پيش رهيو هن جماعت جو مقصد سنڌ جي ننڍين ڳوٺن جي ترقيءَ لاءِ ڪم ڪرڻ هو. ڳوٺن ۾ بالغن جي تعليم جا مرڪز قائم ڪرڻ، لائبريرين جو قيام، ابتدائي طبي امداد جي تعليم ڏيڻ، راندين جي فروغ لاءِ ڪم ڪرڻ هيو ڳوٺاڻن جي حفاظت جي لاءِ، پنهنجي مدد پاڻ هيٺ، انتظام ڪرڻ هو. سنڌ جي ٻهراڙيءَ جي علائقن ۾ انهيءَ جماعت وڏو ڪم ڪيو. جنهن سان ڳوٺاڻن علائقن ۾ ڪافي ترقي ٿي ۽ ماڻهن ۾ بامقصد ڪم ڪرڻ جو شعور پيدا ٿيو. مطلب ته آزاد صاحب، سماجي ڪمن ۾ به ڀرپور حصو ورتو ۽ عوام جي خدمت ڪئي.

**آزاد جون ادبي خدمتون:**

معياري صحافت، انساني مسئلن جي حل جي راهه ٻڌائي ٿي. عوام ۽ حڪومت جي رهنمائي ڪري ٿي. چوڻيءَ جي ادب جو به ساڳيو ئي مقصد هوندو آهي. اديب ٿورو مختلف انداز ۾ معاشري ۽ حالتن کي تبديل ڪري، پنهنجي تصور مطابق، بنائڻ جا خواهان هوندا آهن. معياري صحافت، ظلم، ناانصافيءَ ۽ استحصال جي خاتمي ۽ بلند انساني قدرن کي ترقي ڏيارڻ کي، پنهنجو مشن بنائيندي آهي. اهڙيءَ ريت معياري ادب ۾ به ٿورو مختلف انداز سان، انهن ئي مقصدن جي تڪميل لاءِ جدوجهد ڪئي ويندي آهي. جيڪڏهن صحافت کي معياري صحافت، مقبول عام صنحافت ۽ زرد صحافت (Yellow Journalism) جهڙن قسمن ۾ ورهائجي ٿو ته ادب کي به صحتمند ۽ معياري ادب، مقبول عام ادب ۽ غير صحتمند، بازاري ۽ فحش ادب جهڙن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. صحافت جي پيشڪش جا ذريعا به ساڳيا آهن، جيڪي ادب جي پيشڪش جا آهن.

ادب ڪتابن جي صورت ۾ پيش ڪيو ويندو آهي، ادب ۾ به برا ۽ ڀلا يا دلچسپ ڪردار پيش ڪيا ويندا آهن ۽ صحافت ۾ پڻ سٺا ۽ خراب، هر طرح جا ماڻهو خبرن، تبصرن ۽ فيچرن جو سينگار بڻبا آهن. ادب ۽ صحافت جي انهن مشترڪ قدرن جي ڪري، ڊگهي عرصي تائين ادب ۽ صحافت ۾ فرق محسوس نه ڪيو ويو ادبي ۽ علمي تخليقون، [illegible] ۽ رسالن ۾ ڇپجنديون رهيون. ڏهاڙي آڌو

ايندڙ مسئلن تي وڏي پائي جا صحافي عالمانہ انداز ۾ خيالن جو اظهار ڪندا رهيا. ايستائين جو رسالن جي صحافت ڪي، ادبي صحافت ڪونيو ويندو هو. ڪي ماڻهو انهيءَ ڳالهہ کي ٻئي انداز ۾ بيان ڪندي، انهيءَ ڪي صحافتي ادب ڪوئين ٿا. ڪي ماڻهو صحافت کي ادب جو تعارف يا ادب جي تربيت گاهہ ڪوئين ٿا. انهيءَ جو سبب هيءُ آهي، تہ گهڻا ئي ناميارا اهلِ قلم، صحافت جي ٻنيءَ مان سونُ ٿي نڪتا ۽ علم ادب جي آسمان تي ستارن وانگر چمڪيا. صحافت سان وابستہ فردن کي، نئين سج نون ۽ مختلف معاملن ۽ مسئلن تي اظهارِ خيال ڪرڻو پوندو آهي، تنهن ڪري کين معاملن ۽ مسئلن جي فهم ۽ تجزين کي مؤثر طور بيان ڪرڻ ۽ زبان تي عبور حاصل ڪرڻ جي تربيت ملي ٿي، لاڳيتو پڙهڻ ۽ لکندو رهڻ سان علم ۾ واڌارو اچي ٿو ۽ قلم زور پڪڙي ٿو.

آزاد صاحب ترقي پسند خيالن جو اديب هو تنهن ڪري سندس تحرير ۾ ترقي پسنديءَ جو عنصر زياده هوندو هو. آزاد صاحب گهڻا ئي ڪتاب لکيا. ان کان سواءِ گهڻن انگريزي ناولن جا ترجما بہ ڪيا، تہ جيئن اهو ادب سنڌي زبان ۾ آسانيءَ سان گهڻن ذهنن تائين پهچي سگهي ۽ گهڻا ماڻهو فائدو وٺي سگهن.

پاڻ روس جي مشهور انقلابي رهنما پرنس ڪروپاٽڪن جي ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيائين جنهن جو نالو آهي، "نوجوانن ڏانهن." اهو ترجمو پهريون دفعو 1941ع ۾ ڇپيو. جنهن جا هيلتائين ڇهہ ايڊيشن شايع ٿي چڪا آهن. ان کان سواءِ آزاد صاحب گوبند مالهيءَ جي مشهور ڪتاب "سرد آهون" جو ديباچو بہ لکيو هو جيڪو جنوري 1942ع ۾ شايع ٿيو هو. (ص: 2 تي)

دراصل آزاد صاحب جي زندگيءَ جو مقصد ئي ادب جي خدمت ڪرڻ هو جنهن ڪري هو هر وقت انهيءَ جستجوءَ ۾ رهيو پاڻ ان ڏس ۾ ڪيئين خط سائين جي ايم سيد کي لکيائين، جن جو تذڪرو سائين جي ايم سيد پنهنجي ڪتاب "اڄ پڻ ڇڪيم چاڪ" (ص: 411 تي) ۾ ڪيو آهي، اهڙيءَ طرح آزاد صاحب جا خط جناب علي نواز وفائي پنهنجي ڪتاب "يادگار مولانا وفائي" ۾ (ص: 236 تي) شايع ڪيا آهن. جيڪي سندن گرانقدر ادبي خدمتن جو اعتراف آهن.

آزاد صاحب جو خيال هو تہ ترقي يافتہ ملڪن ۾ ادب لاءِ گهڻو ڪجهہ لکيو ويو آهي ۽ جيڪڏهن اسان جي ملڪ ۾ اهو پڙهيو وڃي، تہ سنا نتيجا نڪري سگهن ٿا، انهن ئي نظرين هيٺ هُن انگريزي ڪتابن جو انتخاب ڪيو تہ جيئن انهن جو ترجمو شايع ڪرائجي ۽ سنڌي زبان ۽ ادب کي فروغ ڏيارجي:

1. فلسطين جي آزاديءَ جي تحريڪ، 2. صدر جمال عبدالناصر، 3. ٽئگور، 4. ليوٽالسٽاءِ، 5. ڪارل مارڪس، 6. دنيا جي مختصر تاريخ، 7. چنگيز خان، 8. ڊاڪٽر سوئيڪارنو 9. انقلاب ايران، 10. راسپوٽين، 11. ڳيپي جي تلاش (جن مان ڪي ڪتاب هن وقت سنڌيءَ ۾ ڇپجي چڪا آهن).

آزاد صاحب واندڪائيءَ واري وقت ۾ شعر ۽ شاعريءَ جو بہ سلسلو شروع ڪيو هن "نيرنگ خيال" ۾ علامہ اقبال کي پڙهيو ۽ سندس فلسفۂ خوديءَ کان ان حد تائين متاثر ٿيو جو باقاعدي شعر ۽ شاعري شروع ڪيائين ۽ انهيءَ مناسبت سان سندس تخلص "آزاد" آهي. هن سوين غزل لکيا. پاڪستان جي چئني صوبن ۾ مشاعرن ۾ شرڪت ڪري چڪو آهي. سندس ڪلام گهڻو سنڌي زبان ۾ آهي ۽ ملڪ جي اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندو رهيو آهي.

**آزاد جون صحافتي خدمتون:**

آزاد صاحب جي سياسي، سماجي ۽ ادبي خدمتن جو جائزو پيش ڪرڻ سان گڏوگڏ سندس صحافتي زندگيءَ جو تفصيلي جائزو بہ وٺڻ گهرجي، تہ جيئن آزاد صاحب جي مڪمل شخصيت سامهون اچي سگهي. ان کان اڳ جو آزاد جي صحافت کي بحث هيٺ آڻجي، اهو وڌيڪ بهتر ٿيندو تہ هتي پهرين "صحافيءَ"جي مڪمل تعريف ڏجي. جيئن اهو معلوم ٿي سگهي، تہ آخر اها آهي ڪهڙي شيءِ ۽ ان جو مقصد ڪهڙو آهي؟ انهن ٻنهي سوالن جي تشريح ڪجهہ هن طرح سان ڪئي وئي آهي:

"معياري صحافت، انسانن جي معاملن ۽ مسئلن کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ ۽ انهن کي حل ڪرڻ جي ڪوشش جو نالو آهي. مطلب تہ چوٽيءَ جي صحافت جو مقصد، انسانيت جي خدمت ڪرڻ آهي."

صحافت جو لفظ "صحيفي" مان نڪتو آهي. "صحيفي" جي لغوي معنيٰ آهي، ڪتاب يا رسالو. بهرحال عملاً ڏٺي عرصي کان "صحيفي" مان مراد اهڙو ڇپيل مواد آهي، جيڪو مقرر وقت کان پوءِ شايع ٿيندو آهي. تنهن ڪري سموريون اخبارون ۽ رسالا، صحيفا آهن ۽ جيڪي ماڻهو انهن جي ترتيب، تحقيق ۽ تحرير سان لاڳاپيل آهن، تن کي صحافي ڪوٺبو آهي ۽ سندن پيشي کي صحافت جو نالو ڏنو ويو آهي. صحافت جو نعم البدل، انگريزي لفظ جرنلزم (Journalism) آهي، جيڪو جرنل مان نڪتو ويو آهي. جرنل (Journal) جي لغوي معنيٰ آهي: "ڏهاڙي حساب ڪتاب جو وهي کاتو يا روزنامچو." جڏهن صحافت جي شروعات ٿي، تہ اهڙو اصطلاح، شايع ٿيندڙ اخبارن يا رسالن لاءِ استعمال آندو ويو. جرنل کي ترتيب ڏيڻ وارن جي لاءِ "جرنلسٽ" جو لفظ جڙيو ۽ انهيءَ پيشي کي جرنلزم جو نالو ڏنو ويو. صحافيءَ لاءِ لازمي آهي تہ کيس عام معلومات جي ڄاڻ هجي. عام معلومات مان مراد آهي، عمراني علمن کان واقفيت. قومي ۽ بين الاقوامي مسئلن ۾ دلچسپي. پنهنجي ملڪ، پنهنجي علائقي ۽ پنهنجي شهر جي باري ۾ تاريخي، جاگرافيائي ۽ تهذيبي معلومات.

تحرير جو ملڪو ٻي وڏي وصف آهي. جيڪو شخص پنهنجي ما في الضمير کي سليس ۽ سادي زبان ۾ پيش ڪري سگهي ۽ جيڪو لکڻ لاءِ "موڊ" ٺهڻ جو انتظار نہ

ڪري، اهو صحافي بنجي سگهي ٿو. جيڪڏهن ڪو شخص (اردو/سنڌي) صحافت ۾ اچڻ چاهي، تہ ان لاءِ ضروري آهي تہ انگريزيءَ مان اردو/ سنڌيءَ ۾ بامحاوره ۽ رواني‌ءَ سان ترجمو ڪري سگهي. جيڪي شخص انگريزي صحافت ۾ ڪم ڪن ٿا، تن لاءِ اردو/ سنڌي زبان ڪان پوريءَ طرح واقف هئڻ ضروري آهي. ڇو تہ معلومات جا وڏ ڪان وڏ ماخذ اردو/ سنڌيءَ ۾ آهن.

تحرير تي ملڪي لاءِ ضروري آهي، تہ واسطيدار زبان جي ادب جو گهرو مطالعو ڪيل هجي. جيتوڻيڪ صحافت ڪي صحتمند ادب ۾ ڳڻيو نٿو وڃي، پر صحافتي ڪم ۾ ادبي قابليت گهڻي مددگار ثابت ٿيندي آهي. مشاهدي جي قوت کان سواءِ ڪو بہ شخص صحافت ۾ ڪاميابي نہ ٿو ماڻي سگهي. صحافت ماحول جي تصوير چٽي ٿي ۽ ترجماني پڻ ڪري ٿي. ان لاءِ اهو بہ ضروري آهي، تہ جيڪي ماڻهو صحافي ٿيڻ چاهين، تن جي مشاهدي جي قوت تيز هئڻ گهرجي.

هڪڙو صاف ۽ پرسڪون ذهن، صحافت جي پيشي ۾ مدد ڏيندو آهي. ڇو جو ذهن صاف هجي تہ مسئلا واضح ٿيندا آهن ۽ انهن جو ٻين تائين پهچائڻ آسان ٿي پوندو آهي. جيڪڏهن ذهن الجهيل هوندو تہ مسئلا سمجهڻ ۾ مشڪل پيش ايندي ۽ تحرير ۾ بہ الجهن پيدا ٿيندي. ان لاءِ پُرسڪون ذهن گهربل آهي. ڇو جو صحافيءَ جي زندگيءَ ۾ پريشانيون بہ اينديون آهن. ڪڏهن ڪڏهن تہ ڪم ڏاڍيءَ تيزيءَ سان ڪرڻو پوندو آهي. ائين اعصابن تي ڇڪتاڻ پڻ رهندي آهي پر جنهن شخص جو ذهن پرسڪون هوندو سو سمورين حالتن سان مقابلو ڪري سگهندو.

صحافت جو بنيادي منصب اهو آهي، تہ عوام تائين سموري معلومات هڪي تڪي پهچائي وڃي. انهيءَ لاءِ جيڪي شخص، انهيءَ پيشي کي اختيار ڪرڻ چاهين ٿا، تن ۾ هڪ تہ تجسس جو جذبو هئڻ گهرجي، تہ جيئن حالتن جي تہ تائين پهچي سگهن ۽ معلومات جي هر پاسي کي پيش ڪري سگهن، ٻيو ڪين احساس هئڻ گهرجي، تہ معلومات صحيح هئڻ گهرجي. جيڪڏهن صحافي معلومات جي صحت جو خيال نہ رکندو سچ ۽ ڪوڙ جي پرک نہ ڪري سگهندو تہ اهو جلد ناڪام ٿي ويندو. تيون طرز عمل ۾ اڻ ڌريو هئڻ ضروري آهي. خبرن جي ادارت ۾ اڻ ڌريو رهڻ، صحافت جو بنيادي اصول آهي. اداريو لکڻ ۾ جيتوڻيڪ راءِ جو اظهار ڪبو آهي، ليڪن ان ۾ بہ ڪن وقتن تي معلومات مڪمل ڪرڻ لاءِ حوالن جي ڳولا جي ضرورت نہ هوندي آهي. اهڙيءَ حالت ۾ سٺي يادگيري رکڻ وارو شخص ئي فائدي ۾ رهندو آهي.

سڀ کان آخري نقطو آهي، ڪم ڪرڻ جو جنون. زندگيءَ جو ڪٿي ڪهڙو بہ شعبو هجي، جيستائين ڪم ڪرڻ جو جنون نہ هوندو انسان ڪامياب نہ ٿي سگهندو. ڪي اهڙا شعبا بہ آهن، جن ۾ سست رويءَ سان بہ ڪم هلي ويندو آهي. پر صحافت جو پيشو اهڙو آهي، جو اُن ۾ هر ڏينهن نہ بلڪ هر لمحي، آزمائش جو مرحلو

اڳيان ايندو آهي. تنهن ڪري هتي جنون ڪان سواءِ ٻيو ڪو رستو ناهي. جن شخصن کي صحافت سان واقعي دلچسپي هجي، فقط تن کي ئي ان ۾ پير پائڻ گهرجي.

صحافت جي پيشي لاءِ انهن مڙني صفتن جو هڪ هنڌ گڏ هجڻ ضروري آهي. اهو چوڻ غلط آهي تہ جيڪو سٺو اديب آهي، اهو ضرور سٺو صحافي ٿي سگهي ٿو. يا جيڪي شخص ليکڪ يا نقاد آهن، سي صحافت ۾ پڪ ئي پڪ ڪامياب ٿي سگهن ٿا. اديب ۾ تخيلقي قوت موجود هوندي آهي، پر ڪيس ڪيفيت (Mood) ۽ تاثير (Inspiration) جو انتظار هوندو آهي. صحافت ۾ انتظار جي ڪا بہ گنجائش ڪانهي. وڏا وڏا ليکڪ، پلي ڪان پلا ڪتاب لکن ٿا ۽ سندن منصب جي اهميت جو انڪار بہ نٿو ڪري سگهجي، پر تصنيف ۽ تاليف لاءِ وقت جو قيد ناهي هوندو. صحافت ۾ وقت جو قيد، هر وقت چنبڙيل هوندو آهي ۽ ان ۾ وڏي آزمائش آهي. مطلب تہ جيڪي ماڻهو ادبي حس رکڻ جي بنياد تي صحافت ۾ پيز پائڻ ٿا چاهين، تن کي پنهنجي ذات کي باقي وصفن جي ڪسوٽيءَ تي بہ پرکڻ گهرجي ۽ چڱيءَ طرح سوچي سمجهي انهيءَ ميدان ۾ لهڻ گهرجي.

صحافت ۽ صحافيءَ جي تشريح ٿيڻ کان پوءِ، اچو تہ هاڻي اهو ڏسون تہ جيڪي خصوصيتون هڪ صحافيءَ ۾ هئڻ گهرجن، سي جناب آزاد صاحب ۾ موجود آهن؟ جيئن تہ اسان آزاد صاحب جي لکڻين جو غور سان جائزو ورتو آهي، جنهن مان چڱيءَ طرح اندازو ٿي سگهي ٿو تہ آزاد صاحب جي عام معلومات انتهائي وسيع هئي. ڪيس قومي ۽ بين الاقوامي مسئلن ۾ دلچسپي، پنهنجي ملڪ جي تاريخي، جاگرافيائي ۽ تهذيبي، معلومات جي پوريءَ طرح ڄاڻ هئي. هن هفتيوار اخبار "اتحاد" جيڪب آباد ۾ هڪ مضمون لکيو هو جيڪو "ايراني صحافت" تي هو. اها تحرير سندس عالمي معلومات جي ڄاڻ هئڻ جي آئيني دار آهي. اهڙيءَ طرح روزاني هلال پاڪستان سکر (ڀهرين جون 1973ع) ۾ وچ اوير بابت مضمون آهي، جنهن مان چڱيءَ طرح سندن علميت ۽ معلومات جو اندازو ٿي سگهي ٿو.

آزاد صاحب هيٺ ڄاڻايل اخبارن ۾ ڪم ڪيو آهي:

| اخبار جو نالو | ڪٿان شايع ٿي | ڪڏهن شايع ٿي |
|---|---|---|
| 1. هفتيوار نوجوان | جيڪب آباد | 1934ع ۾ |
| 2. هفتيوار ڪمالِ هند | جيڪب آباد | 1934ع ۾ |
| 3. هفتيوار ڪانگريس | جيڪب آباد | 1937ع ۾ |
| 4. هفتيوار صبح زندگي | جيڪب آباد | 1942ع ۾ |
| 5. هفتيوار الحنيف | جيڪب آباد | 1939ع ۾ |
| 6. روزاني آزاد | ڪراچي | 1941ع ۾ |
| 7. روزاني الوحيد | ڪراچي | 1943ع ۾ |

[ امر تا : 69]

| | | | |
|---|---|---|---|
| .8 | هفتيوار تنظيم | ڪوئيٽا | 1947ع ۾ |
| .9 | هفتيوار زمانہ | ڪوئيٽا | 1947ع ۾ |
| .10 | هفتيوار صبح سنڌ | جيڪب آباد | 1952ع ۾ |
| .11 | هفتيوار اتحاد | جيڪب آباد | 1967ع ۾ |
| .12 | هفتيوار سنڌ | سکر | 1972ع ۾ |
| .13 | هفتيوار هلال پاڪستان | سکر | 1973ع ۾ |
| .14 | روزاني اتحاد | جيڪب آباد | 1974ع ۾ |

زمانہ صبح سنڌ ۽ سنڌ باتصوير سندن ذاتي اخبارون هيون. جيڪب آباد ۾ پرنٽنگ پريس بہ قائم ڪئي هئائين.

1948ع ۾ ايراني صحافين جو تي رڪني وفد پاڪستان آيو هو جنهن ۾ آقائي احمد ملڪي روزاني "ستاره" تهران، آقائي مسعودي ايڊيٽر روزاني "اطلاعات" ۽ روزاني "ڪيهان" جو ايڊيٽر آقائي عبدالرحمن فرح پڻ شامل هئا. انهيءَ وفد پاڪستان جي صحافين سان ملاقاتون ڪيون ۽ پاڪستان ۾ صحافت جو جائزو ورتو. اهي آزاد صاحب سان بہ مليا ۽ ڏاڍا متاثر ٿيا. وفد ايران واپس موٽي وڃي، هڪڙو ڪتاب شايع ڪيو جنهن جو نالو هيو "يڪ ماه در پاڪستان". انهيءَ ڪتاب ۾ انهن پنهنجا تاثر لکيا آهن. انهيءَ ۾ آزاد صاحب جو تذڪرو آهي.

هفتيوار سنڌ سکر، آزاد صاحب جي ذاتي اخبار هئي، جنهن تي هُن ڏاڍي محنت ڪئي، منجهس هر طبقي فڪر جي لاءِ تفريح جو سامان هوندو هيو يعني ادبي صفحو عورتن جو صفحو ٻارن جو صفحو فلمي دنيا، عالمي واقعات، ڇا اوهان کي معلوم آهي؟ ديس درشن وغيره وغيره. انهيءَ اخبار جا عام طور 30 صفحا هوندا هئا ۽ اخبار جو دائرو پوريءَ سنڌ ۾ پکڙيل هو.

**آزاد جي اداريہ نگاري:**

ڪنهن زماني ۾ اداريہ نگاري صرف ايڊيٽر جو ڪم هو. اڄ بہ دنيا اندر ننڍين اخبارن ۾ ساڳي صورت آهي. ننڍي کنڊ، پاڪ ۽ هند جي اردو/ سنڌي اخبارن ۾ ايڊيٽر ئي اداريا لکندا آهن. پر هاڻي صحافت جي ترقيءَ سان گڏوگڏ ايڊيٽر جا فرض بہ بدلجي ويا آهن. هاڻي اخبارن ۾ جيڪي اداريا شامل هوندا آهن، تن مان ورلي ڪو اداريو ايڊيٽر جو لکيل هوندو آهي. هاڻي اداريہ نگاري جن ڪارڪنن کي سونپيل هوندي آهي، سي يا تہ معاون مدير سڏائين ٿا، يا کين "اداريہ نگار" جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. جڏهن صحافت اڃا شروعاتي مرحلن ۾ هئي، تہ اداريہ نگاريءَ جا موضوع سياست ۽ ڪن شهري مسئلن تائين محدود رهيا. جنهن ڪري اداريہ نگاري بہ ساڳئي ئي شخص کي سونپيل هوندي هئي. هاڻي ادارت جي موضوعن جو دائرو گهڻو وسيع ۽ گهڻ رُخو آهي. ڪن موضوعن تي قلم کڻڻ لاءِ تہ مهارت درڪار آهي. انهيءَ ڪري هاڻي وڏين اخبارن ۾ اداريہ نگارن جو

تعداد وڏيڪ هوندو آهي. ترقي يافته ملڪن جي تمام وڏين اخبارن ۾ اداريه نگارن جي پوري ٽيم شامل هوندي آهي. جنهن ۾ هر شخص پنهنجي موضوع ۾ ماهر جي حيثيت رکندو آهي. انهيءَ ڪري اتي اداريه نگاريءَ جو معيار تمام گهڻو بلند هوندو آهي، اسان وٽ اهو ڪم بن ٽن صحافين جي ذمي ڪيل هوندو آهي ۽ جيئن ته انهن لاءِ اهو ممڪن ناهي، ته هر موضوع تي مهارت حاصل ڪري سگهن، تنهن ڪري اداريه نگاريءَ جو معيار بلند ناهي. هڪ سٺي اداريه نگار ۾ هيٺ ڄاڻايل وصفن جو هجڻ ضروري آهي:

1. اخبار جي پاليسيءَ جي پوريءَ طرح ڄاڻ هجيس، ڇو جو اداريي ۾ ذاتي راءِ نه، بلڪ اخبار جي راءِ پيش ٿيڻي هوندي آهي. خيالن ۾ ايتري لچڪ هئڻ گهرجيس، جو خلوص ۽ ديانت سان اخبار جي پاليسيءَ جي عڪاسي ڪري سگهي.
2. وسيع علم رکڻ واري قابليت ضرور هجيس. جهڙوڪ: تواريخ، جاگرافي، سياست، معاشيات ۽ ٻين عمرانياتي علمن ۾ دسترس حاصل هجيس.
3. مطالعو وسيع هجيس ۽ مطالعي جي عادت جنون جي حد تائين هجيس. اخبارون، رسالا ۽ حالات حاضره جا ڪتاب مطالعي هيٺ هجنس، ته جيئن علم جون شاخون وسيع ٿين ۽ گڏوگڏ سندس معلومات جو دائرو به وسيع کان وسيع تر ٿيندو وڃي.
4. محقق ذهن جو مالڪ هئڻ گهرجيس ۽ محنت به هڪ محقق وانگر ڪري سگهي، ڇو جو اداريه نگاريءَ کي ڪنهن واقعي جي تهه تائين پهچڻ لاءِ حوالن لاءِ ڪتاب ۽ اعداد شمار لاءِ اخبارون اٿلائڻيون پونديون آهن.
5. پڙهندڙن جي نبض تي به هٿ هجيس. ڪيس خبر هجي، ته عام ماڻهو ۽ خاص ماڻهو موجوده مسئلن کي ڪهڙي رنگ ۾ ڏسن ٿا. انهيءَ ڪم جون ڏکيائيون واضح آهن ۽ وڏين اخبارن ۾ ته، پڙهندڙن جي راءِ معلوم ڪرڻ جي لاءِ تحقيقي ادارا قائم هوندا آهن. بهرحال انهن کان سواءِ به ڪم ڪري سگهجي ٿو بشرطيڪ اداريه نگار کي انهيءَ ڏس ۾ ڪا رڪاوٽ نه هجي. ڇو جو هو ڪڏهن ڪڏهن دوستن يارن، سياسي ۽ معاشرتي ڪارڪنن، مختلف علمن جي ماهرن ۽ عام ماڻهن سان خيالن جي ڏي وٺ ڪندو رهندو آهي.
6. صلاحيت موجود هجيس ته مسئلن جي اهميت جو اندازو لڳائي سگهي. ڪيس معلوم هجي ته ڪهڙو موضوع اهڙو آهي، جيڪو ڪٽڻ ضروري آهي ۽ ڪهڙن واقعن تي ننڍڙا اداريا لکي سگهجن ٿا. ٿورن لفظن ۾ اهو چئجي ته: خبرن جي اهميت کي پرکي سگهي.
7. جيئن ته ڪيس ڏيهاڙي مختلف رخن وارن مسئلن تي توريل تڪيل راءِ پيش ڪرڻي هوندي آهي، تنهن ڪري سندس لاءِ خبردار هئڻ ضروري آهي. اها وصف هئڻ گهرجيس ته ٿورڙي وقت ۾ گهڻي کان گهڻو ڪم ڪري سگهي.

8. جيئن تہ اداريہ نگاريءَ جو هڪڙو وڏو مقصد اهو آهي تہ پڙهندڙن ۾ مسلسل سوچڻ جي عادت وڌي وڃي. جنهن لاءِ اداريہ نگار ۾ هيءَ خصوصيت هئڻ ضروري آهي، تہ هو مسئلن تي جهٽ سوچي سگهي ۽ گهٽ وقت ۾ سوچي سگهي.
9. منطق ۾ دسترس حاصل هجيس. ڇو جو جيستائين دليل پيش نہ ڪري سگهندو تيستائين پنهنجي پڙهندڙن جي راءِ تي اثر انداز نہ ٿي سگهندو.
10. سادو ۽ سليس، پر دليلن تي مبني نثر لکي سگهي. سندس تحرير ايڏي وڻندڙ هجي، جو تقرير جو گمان لڳي ۽ نہ وري ايترو مُنجهيل هجي، جو پڙهڻ تي ارواح نہ ٿئي. سندس بيان جو انداز جاندار ۽ وڻندڙ هئڻ گهرجي.
11. مبلغانہ جذبي سان گڏوگڏ، ڪم جي قابليت رکندڙ هجي ۽ خبر هجيس تہ معاشري جي خدمت ڪري رهيو آهيان.
12. ملڪي قانون، صحافت سان لاڳو قانون، صحافت جي ضابطہِ اخلاق ۽ قومي مصلحتن جي پوري پوري ڄاڻ هجيس.
13. فڪر ۽ بيان جو انداز سائنسي هئڻ گهرجي. جيئن تصوير جي ٻنهي پاسن کي پيش ڪنديہ اڻ ڌري راءِ پيش ڪري سگهي.

جيڪڏهن اهي سموريون خوبيون ڪنهن اداريہ نگار ۾ ڪنيون هجن، تہ اهو مثالي اداريہ نگار ٿي سگهي ٿو پر اها ڳالهہ واضح آهي، تہ انهن مڙني خوبين جو هڪ جاءِ ڪٺو هئڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. بهرحال وقت گذرڻ سان گڏ اداريہ نگار جون خوبيون نکرنديون وينديون آهن ۽ تجربي سان سندس شخصيت پختي ٿئي ٿي.

آزاد صاحب جا اداريہ ظاهر ڪن ٿا تہ سندس تحرير سليس، عام فهم ۽ سادي سودي هوندي هئي، جيڪا هڪ طرف پڙهندڙ کي سوچڻ جي عادت وجهندي هئي، تہ ٻئي طرف ان جو حل بہ ٻڌائيندي هئي. هفتيوار سنڌ ۾ سندس اداريہ گهڻو ڪري معلوماتي هوندا هئا. سندس انتخاب پوري هفتي جي انهن اهم خبرن ڏانهن هوندو هو جنهن ۾ عام ماڻهوءَ جي دلچسپيءَ يا ان جي متاثر ٿيڻ جو تذڪرو هيو. عام طور سندس نظر مسئلن ۽ انهن جي حل ڏانهن هوندي هئي. ڪيس اندازو هيو تہ اسان ترقي پذير ملڪ ۾ رهون ٿا، تنهن ڪري هر فرد ڪنهن نہ ڪنهن پريشانيءَ جو شڪار آهي.

هُن پنهنجي صحافتي دور ۾ "زمانہ"، "اتحاد"، "صبح سنڌ" ۽ "سنڌ" جي لاءِ ڏاڍي جاکوڙ ڪئي. انهيءَ مناسبت سان اداريہ بہ انهن اخبارن لاءِ جَجها لکيائين.

روزاني "اتحاد" ۾ هڪ اداريو هيو: "اسان جو نئون نسل ڪڏهن سجاڳ ٿيندو؟" ٻئي اداريي جو عنوان هيو "سجاڳ پاڪستان"، ٽئين اداريي ۾ پاڻ لکيائين: "جيڪب آباد ضلعي کي صنعتي ترقيءَ کان ڪيستائين محروم رکيو ويندو اسان جا اسيمبلي ميمبر ۽ نوجوان وزير جواب ڏين." ان مان توهان سندس اداريي جي بيباڪيءَ جو اندازو ڪري سگهو ٿا. سندس اداريي لکڻ جو مقصد ئي اهو هيو تہ اهڙن مسئلن جي نشاندهي ڪئي وڃي، جن جي ڪري عام ماڻهو متاثر

ٿي رهيو آهي. تنهن ڪري حڪومت جو ڌيان ڇڪائي انهيءَ مسئلي ڪي حل ڪيو وڃي. آزاد صاحب جي اداريي جي ٻي خصوصيت اها هئي ته هو تصوير جا ٻئي رخ پيش ڪندو هيو ۽ اڻ ڌريي انداز ۾ پنهنجي راءِ جو اظهار ڪندو هيو.

**ڪالم لکڻ:**

هر اخبار ۾ ڪي مستقل عنوان هوندا آهن، جن مان ڪن تحت خبرون، اعلان يا معلومات پيش ڪئي ويندي آهي ۽ ڪن تحت مزاحيه، نيم مزاحيه، ديني، طبي ۽ صحافتي اصطلاح ۾ ڪالم چئبو آهي ۽ لکندڙ لاءِ ڪالم نويس يا ڪالم نگار جو اصطلاح رائج آهي. ڪالم نويس گهري ته پنهنجو اصلي نالو ڏئي ڇڏي يا چاهي ته قلمي نالو اختيار ڪري، ڪالم نويس جي هڪ اهم شاخ تبصره نگاري سان تعلق رکي ٿي، جنهن جو ذڪر هڪ الڳ جاءِ تي ڪبو.

اڄ کان لڳ ڀڳ اڌ يا مني صدي اڳي، اردو/ سنڌي صحافت ۾ ڪالم جي صنف گهڻو ڳڻو اڻ لڀ هئي. پهرين مزاحيه صحافت جي شروعات ٿي ۽ چند سالن جي اندر اندر اها اردو/ سنڌي صحافت جزو لاينفع بڻجي وئي. پوءِ "دلچسپ معلومات ۽ اقتباسات" جا هفتيوار عنوان سان، سائنسي ۽ نيم سائنسي ۽ دلچسپ جاگرافيائي معلومات پيش ٿيڻ لڳي. ان کان پوءِ "گردوپيش" ۽ "پس منظر" جي عنوانن تحت ڪي اخبارون، خبرن ۾ اچڻ وارن مقامات، شخصيتن ۽ اصطلاحن جي تشويح بيان ڪرڻ لڳيون. ان کان پوءِ "ڊائريءَ" جو رواج پيو جنهن ۾ نيم مزاحيه ۽ ڪڏهن ڪڏهن سنجيده انداز ۾ سياسي ۽ تهذيبي واقعات ۽ رجحانات تي تبصره ٿيڻ لڳا. انهيءَ "ڊائري" مان اها تبصره نگاري اڀري نڪتي جنهن ۾ شهر جي علمي، ادبي، ثقافتي ۽ تهذيبي مجلسن جو حال، منظر عام تي اچڻ لڳو ۽ جڏهن صحافت عوام جي آڏو آئي، ته اهڙا ڪالم به مستقل طور ڏنا ويا، جن ۾ ديني، طبي ۽ قانوني معلومات پيش ٿيندي آهي. اهڙيءَ طرح صحافتي موضوعن جو دائرو وسيع تر ٿيندو ويو.

ڪالم نويسيءَ جو ٻيو فائدو هيءُ ٿيو جو شخصي صحافت هڪ نئين روپ ۾ اڳيان اچي وئي. اڄ کان پنجاهه سٺ سال اڳي پوري صحافت، شخصي صحافت هئي. اخبار پنهنجي ايڊيٽر ۽ پنهنجي مالڪ جي نالي سان هلندي هئي. جنهن ڪري مٿس ايڊيٽر جي شخصيت جي گهري ڇاپ هوندي هئي. جڏهن صحافت پڪڙي ۽ ان جي مختلف پاسن ترقي ڪئي ۽ اخبار جي ڪم جو دائرو وسيع تر ٿيو ته ايڊيٽر جي شخصيت اخبار ۾ گم ٿيڻ لڳي. هيڏانهن اهو عمل جاري هيو هوڏانهن ڪالم نويس جي روپ ۾ شخصي صحافت هڪڙي نئين انداز ۾ نمودار ٿي پئي. وري اهو اندزو اهڙو آهي، جو ڪڏهن ناپيد نه ٿيندو ڇو جو ماڻهو فقط خبرون، اداريه ۽ فيچر نٿا چاهين. اهي به چاهين ٿا ته اخبار ۾ ڪي شخص ساڻن اڪيلي ۾ سڌو سنئون مخاطب ٿين.

ڪالم نويس جون ڪي صنفون اهڙيون آهن، جن ۾ تربيت حاصل ڪري هڪ صحافي پنهنجا فرض خوش اسلوبيءَ سان سرانجام ڏيئي سگهي ٿو. مثال طور: ڊائريءَ ڪي ئي وٺو جنهن ۾ سياسي ۽ تهذيبي واقعات ۽ رجحانات تي تبصرو ڪيو ويندو آهي. جيڪڏهن اخبار نويس جو مشاهدو تيز هجي ۽ منجهس واقعن ۽ رجحانن جي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جو ڏانءُ موجود هجي ۽ ٻوليءَ تي بہ عبور حاصل هجيس تہ هو ڊائري لکي سگهي ٿو. اهڙيءَ طرح شهر جي علمي ۽ ادبي، تهذيبي ۽ ثقافتي مجلسن جو احوال مرتب ڪرڻ جي لاءِ ڪنهن مشڪل مرحلي اختيار ڪرڻ جي ضرورت نہ ٿيندي آهي. جيڪڏهن صحافت جون بنيادي قابليتون موجود هجن، تہ اهو ڪم بہ خوش اسلوبيءَ سان نباهي سگهجي ٿو. انهيءَ نظريي تحت جيڪڏهن اسان آزاد صاحب جو غور سان مطالعو ڪريون، تہ اها ڳالهہ اڳيان اچي ٿي، تہ صحافت سان لاڳيتي وابستگيءَ سبب آزاد صاحب بحيثيت ڪالم نويس بہ ماناڻيون خدمتون انجام ڏنيون آهن. هلال پاڪستان سکر ۾ هڪ مستقل ڪالم "سچيون ڳالهيون" گامون سچار جي فرضي نالي سان لکندو هيو جيڪو ڏيهاڙي شايع ٿيندو هيو. انهيءَ ۾ ٽوڪ بہ هوندي هئي، مزاح جو پهلو پڻ هوندو هيس. اهڙيءَ طرح آزاد صاحب پنهنجي هفتيوار "سنڌ" ۾ "اسلامي تعليمات" جو ڪالم مستقل لکندو هو جيڪو مسلمانن جي تواريخ تي مبني هيو. انهيءَ کان علاوه ٻيو ڪالم، "هفتي جو ويچار" جي عنوان سان "سنڌ" ۾ ڇپبو هيو. منجهس پوري هفتي جون چونڊ خبرن تي تبصرو لکندو هيو.

غرض آزاد صاحب صحافت جي هر شعبي ۾ مهارت رکندو هيو. انهيءَ جو اهم سبب اهو هيو تہ سندس مطالعو وسيع هيو. ايڏو ذهين هيو جو وقت ۽ موقع جي نزاڪت کي يڪدم سمجهي ويندو هيو ۽ هر انهيءَ ڳالهہ کي قلمبند ڪندو هيو جنهن جي صحافت کي ضرورت هئي. ڪالم لکڻ جي لاءِ جنهن معيار جي ضرورت هوندي آهي، انهيءَ تي ڪنهن حد تائين آزاد صاحب پورو لٿو ۽ ان جو سبب محض هيءُ هيو تہ لاڳيتو صحافت سان واڳيل رهيو.

**فيچر نگاري:**

فيچر (Feature) جو اصطلاح، گهڻن ئي مضمونن ۾ رائج آهي. مثال طور جيڪڏهن ڪنهن خبر جي هڪ پهلوءَ کي نمايان ڪرڻ مقصود هجي، تہ ايڊيٽر پنهنجي ماتحت ڪارڪن کي چوندو آهي، تہ هن پهلوءَ تي فيچر ڪيو وڃي. جيڪڏهن ڪا اهڙي خبر اچي، جنهن ۾ انساني دلچسپيءَ جا خاص پهلو هجن ۽ ڊرامائي پيشڪش جا امڪان موجود هجن تہ چيو ويندو آهي تہ انهيءَ جو فيچر ٺاهيو. مستقل عنوانن تحت جيڪي خاص ڪالم ڏنا وڃن ٿا، تن کي مستقل فيچر سڏبو آهي. فيچر انهيءَ مضمون کي چئبو آهي، جنهن جي اسلوب تحرير ۾ نيم ڊرامائي، داستاني ۽ پڙهندڙن سان سڌو سنئون گفتگوءَ جو انداز نمايان هجي. اها

هڪ اهڙي بي تڪلفي ۽ بي ساختگيءَ سان آراستہ هجي، جنهن کي پڙهڻ لاءِ هر شخص جي دل گُهري. مطلب تہ فيچر ۾ ابلاغ کي آسان ۽ همہ گير بڻايو ويندو آهي.

شروع شروع ۾ اخبارن ۾ حالات حاضره تي جيڪي مقالا شايع ڪيا ويندا هئا، تن ۾ معلومات جو انبار ڪٺو ڪيو ويندو هيو، تہ جيئن ان سان دلچسپيءَ ۾ اضافو ٿئي. جڏهن مقصد اهو ٿيو تہ اخبارون عوام تائين پهچن ۽ انهن جي اشاعت وڌي تہ اهو بہ محسوس ٿيو تہ زبان سادي هجي، اسلوبِ تحرير ۾ ڪشش هجي، تہ جيئن ماڻهو گهڻي کان گهڻي تعداد ۾ مضمونن جو مطالعو ڪن. اتان فيچر جي شروعات ٿي هئي. پر گهڻي عرصي کان پوءِ فيچر ۽ عام مضمونن ۾ فرق وڌيو ۽ ٻنهي کي الڳ الڳ صنفن ۾ تسليم ڪيو ويو. جيتوڻيڪ وڏي ۾ وڏا مضمون بہ ڇپجندا رهيا ۽ فيچر بہ. اهو تصور عام هو تہ فيچر صرف هلڪن ڦلڪن موضوعن تي لکڻ گهرجي ۽ وڏن وڏن سنجيده مسئلن تي مقالا پراڻي انداز ۾ لکيا وڃن. اڳتي هلي صحافت محسوس ڪيو تہ جيڪڏهن ڪين عوام جي دليلن تائين پهچڻو آهي، تہ ضروري آهي تہ اها ڳالهہ ائين چئي وڃي، جيئن هر شخص جي سمجهہ ۾ ويهي وڃي ۽ منجهانئس لطف اندوز بہ ٿئي. تنهن ڪري وڏن ضخيم ۽ ڳُوڙهن نڪتن وارن مقالن جي اشاعت گهٽجي وئي. وڏي کان وڏي ۽ ڳُوڙهي کان ڳُوڙهي مسئلي تي بہ فيچر لکيا وڃڻ لڳا. اڄ ساري دنيا ۾ صحافت جو اهو ئي انداز ٿي ويو آهي. اخبار 'عوام پسند' هجي يا 'خواص پسند'، گهڻ اشاعتي فيچرنگاريءَ تي خاص زور ڏنو ويجي ٿو. سچ پڇو تہ هاڻي دنيا جي سمورن علمي حلقن، انهيءَ حقيقت کي مڃي ورتو آهي تہ ڏکئي کان ڏکين (Technical) مسئلن تي بہ عام فهم ٻوليءَ ۾ مضمون لکڻ گهرجن. ڇو جو علم جو مقصد بہ اهوئي آهي، تہ گهڻي کان گهڻن ماڻهن تائين پهچي.

ڪنهن نئين/ سيکڙاٽ صحافيءَ کي جيڪڏهن چئجي، "ڪو فيچر لک!" اهو فوراً پڇندو: "ڪهڙي موضوع تي لکان؟" ضرورت انهيءَ ڳالهہ جي آهي، تہ ڪيس انهيءَ سوال جي حاجت ئي نہ هجي ۽ هو پاڻ سوچي سگهي، تہ ڪهڙا ڪهڙا اهي موضوع آهن، جن تي فيچر لکي سگهجن ٿا. اها صلاحيت پيدا ڪرڻ جو هڪڙو طريقو آهي. ان لاءِ اخبار جو مطالعو ڪري ۽ پنهنجي پاڻ کان هيٺيان سوال پڇي:

1. اڄ جا اهي ڪهڙا گرماگرم موضوع آهن، جن بابت ماڻهو وڌيڪ معلومات حاصل ڪرڻ گهرن ٿا.
2. اهڙيون خبرون ڪهڙيون ڪهڙيون آهن، جيڪي بظاهر گهٽيون اهم ناهن، پر سندن کي اهڙا پهلو آهن، جن بابت ماڻهو گهڻو ڪجهہ ڄاڻڻ چاهين ٿا.
3. خبرن ۾ اينڌڙ واقعن ڏانهن جيڪي اشارا ڪيا ويا آهن، سي ان امر جا گهرجائو آهن ڇا، تہ مٿن فيچر لکيو وڃي، تہ جيئن جڏهن اهي واقعا وجود ۾ اچن، تہ ماڻهو انهن جي اهميت سمجهي سگهن؟

آزاد صاحب روزاني "اتحاد" جيڪب آباد ۽ روزاني "هلال پاڪستان" سکر ۾ مستقل طور فيچر لکيا. وقت ۽ ضرورت جي مطابق مختلف موضوع قلم هيٺ آندائين جن جا تعميري پهلو هوندا هئا. ان کان سواءِ پنهنجي هفتيوار "سنڌ" سکر ۾ فيچر لکڻ جو سلسلو جاري ڪيائين. عورتن جي صفحي تي، "ايران جي جون آف آرڪ: طاهره قرة العين" جي عنوان سان فيچر لکيائين. اهڙيءَ طرح روزاني "اتحاد" جيڪب آباد ۾ "هي جيڪب آباد آهي يا غلاظت آباد" جي عنوان سان انهن واقعن تي روشني وڌائين، جن کان انتظاميه يا بي خبر هئي، يا انهن کي ڄاڻي واڻي نظرانداز ڪندي پئي آئي. بهرحال انهن ليکن جو مڙني خاطر خواهه اثر ٿيندو هيو ۽ مسئلن جي حل ۾ مدد ملندي هئي.

قصو ڪوتاهه، آزاد صاحب جون خدمتون بحيثيت فيچر نگار جي به قابلِ قدر آهن، جن کي نظر انداز ڪرڻ، صحافت سان ناانصافي ٿيندي.

**آخري ڳالهه:**

جناب برڪت علي آزاد جي زندگيءَ جو مطالعو ڪرڻ مان معلوم ٿيو ته آزاد صاحب پنهنجي ڪامياب زندگي گذاري آهي. سياست ۾ رهيو ته عزم سان. سماجي خدمتون انهيءَ انداز سان ڪيائين، جو ٻين جو درد پنهنجو درد سمجهيائين. ادب جي ميدان ۾ آيو ته ادب ڦهلائڻ جو جذبو جنون جي حد تائين صحافت ۾ قدم رکيائين ته پنهنجو الهه تلهه مٿس قربان ڪري ڇڏيائين. منهنجو مشاهدو آهي، ته اهڙا ماڻهو گهٽ پيدا ٿيندا آهن، جيڪي هر شعبي ۾ ايڏا محو ٿي وڃن، جو کين پنهنجي وجود جو احساس به نه رهي.


مددي ڪتاب ۽ حوالا:

1. فن صحافت ـ ڊاڪٽر عبدالسلام خورشيد
2. داستان صحافت ـ ڊاڪٽر عبدالسلام خورشيد
3. صحافت پاڪ وهند ـ ڊاڪٽر عبدالسلام خورشيد
4. فن ادارت – پروفيسر مسڪين حجازي
5. صحافتي زبان – پروفيسر مسڪين حجازي
6. اڄ پڻ چڪيم چاڪ – جي. ايم. سيد
7. يادگار مولانا وفائي –علي نواز وفائي
8. نوجوانن ڏانهن – پرنس ڪروپاٽڪن مترجم: برڪت علي آزاد
9. سرد آهون – گوبند مالهي
10. اخبارون: روزاني هلال پاڪستان سکر ۽ اتحاد جيڪب آباد، هفتيوار سنڌ سکر ۽ اتحاد جيڪب آباد
11. برڪت علي صاحب سان روبرو ملاقات پڻ.




# ڪيڏو ڏور ۽ ڪيترو ويجهو

•

## گوبند پنجابي

لکيدر کان ٽانگي تي سوار ٿي آغا ثناءالله جي گهر ڪڙي عطا محمد ڀٽاسين. اُتي ڪيترائي دوست اچي گڏيا. جن ۾ اُتان جي اخبار 'شڪارپور ٽائيمس' جو ايڊيٽر مسٽر نعمت الله پنو مکيه ماڻهو هو. جيڪو ڪجهه سال اڳ تائين اُتان جي ڪنهن اسڪول ۾ ماسٽر هو مگر نوڪري ڇڏي اها اخبار جاري ڪري صحافت ۾ شامل ٿيو. جنهن ڪي هرڪو پاءُ چئي رهيو هو اهڙي ريت هو هر ننڍي توڙي وڏي جو پاءُ هو. ٻيا به سڀ دوست ڏاڍي حب ۽ پيار سان پاڪر پائي گڏيا. ٿوريءَ دير کان پوءِ سيني گڏ جي منجهند جي ماني کاڌي، جيڪا نهايت ئي سوادي ۽ لذيذ هئي. ورهاڱي کان پوءِ پهريون ڀيرو شڪارپور ۾ ماني کائيندي مون کي پنهنجي ڏاڍي ياد اچي ويئي. جيڪا گهر ۾ نڪتل تازي ڏهي ولوڙيل مکڻ سان جوئر جو ڍوڍو کارائي اسڪول ڇڏي ايندي هئي، يا وري سندس ٺڪر جي ڪُنيءَ ۾ رڌل ساڳ ۽ دانگيءَ تي پڪل روٽيءَ کي اڃان تائين وساري ڪونه سگهيو آهيان.

شام جو چيئن بجي گهمڻ نڪتاسين. مان پنهنجي گهر ڏسڻ جي خواهش ظاهر ڪئي. جلد ئي سويدر جي ويجهو پير اسماعيل شاهه جي پڏر تي وياسون. ورهين کان پوءِ به مون ٻاهران ئي پنهنجو گهر سڃاتو. دروازو کڙڪايوسون ته ان گهر جو هاڻوڪو رهاڪو جيڪو جتوئي صاحب هو ٻاهر نڪري آيو. هن صاحب رسمي خوش خيرعافيت کان پوءِ پڇيو ته ٿورو ترسو ته ذائفن کي ٻئي حصي ۾ موڪليان. اتي اڃان تائين سخت پردي داري آهي. ٿوري دير ۾ گهر اندر وڃڻ جي اجازت ڏنائون. جو ڏسي سچ ته اکين ۾ پاڻي تري آيو. جنهن گهر ۾ مان ڄائو هوس. جتي ٻيءَ جي گذاري وڃڻ کان پوءِ بجلي لڳائي هيم. پکا ۽ بتيون فٽ ڪيا ويا هئا، اهي سڀ غائب هيا. ڏسڻ ۾ ائين پئي آيو ڄڻ ورهاڱي کان پوءِ ڪڏهن گهر کي چُونو يا رنگ ڪونه لڳايو ويو آهي. گهر تمام گندي حالت ۾ هو جنهن ڏاڍو مايوس ڪيو ۽ جلد ئي ٻاهر نڪري آياسون.

انهيءَ پاڙي سويدر ۾ ئي منهنجو ساهراڻو گهر هو. اهو ٻاهران ڏٺم جتي هڪ وڏي شاهي ديوار ڪنيل هئي ۽ پٽ جي وچ ۾ بلڪل سهڻو دروازو لڳل هو شايد ان گهر ۾ ڪو وڏو ماڻهو رهندو هو. ان ڪري اندر وڃڻ جي متان موڪل نہ ملي ها، سو ڪوشش ڪرڻ اجائي هئي. ٻئي طرف پاڙي ۾ ٽڪاڻو اجان قائم هو پر تمام زبون حالت ۾ جتي هڪ هندو رکوالي طور رهيو پيو هو. سيوي در مان سڀ هندو لڏي ويا هئا. جتي اسان جي سراءِ هئي، ان کي بہ وڏي ديوار ڏياري دروازو اولهہ طرف لڳايو هيائون، اهو بہ اندر ڏسڻ لاءِ ڪونہ مليو. پير اسماعيل شاهہ جي پڊر ۾ جتي فصل جي موسم ۾ سارين ۽ ٻئي اناج جا ڍير لڳا پيا هئا، اهو بہ سڄو لڳو پيو هو.

اسان جي سراءِ ڇڻ ٻڍن جي هڪ ڪلب هوندي هئي، جتي سڀ پاڙي توڙي ٻرپاسي وارا اچي ڪٺا ٿيندا هئا ۽ شهر توڙي دنيا جهان جون اوپاريون لهواريون ڳالهيون ڪندا ۽ وڏي چلم مان ٻُڙڪا بہ ڪيندا هئا. اتان پوءِ ساميءَ جو ڪوهہ ڏسڻ وياسين، جتي هندو لال سائينءَ جي پوڄا ڪندا هئا. اُتي اجان بہ ڪجهہ هندو ڪٽنب رهيل هئا ۽ ميلو متو پيو هو. ان ڪان پوءِ ڪٽ واري ڌرمسالا ڏسڻ وياسين، جيڪا ظاهريءَ طرح ساڳي حالت ۾ هئي، مگر جتي سڄو وقت ماڻهن جا هشام هوندا هئا، اُتي هينئر بلڪل سُڃ لڳي پيئي هئي. اتي ان پاڙي جو هڪ هندو گڏيو جنهن ٻڌايو تہ هندو عورتون پڻ مسلمانن وانگر ڍڪ پردي ۾ رهن. ڌرمسالا ۾ هڪ ٻڍي مائي رهيل هئي، جيڪا پوڄا پاٺ ڪرائڻ سان گڏوگڏ مندر جي رکوالي پڻ هئي. واپس ٽيڪراڻي بازار مان ٿيندا ڍڪ بازار جي اڳيان اچي پهتاسين تہ شام ٿيڻ تي آئي. ڍڪ بازار ۾ اها رونق ڪونہ هئي، ماڻهو بنهہ گهٽ نظر پئي آيا شايد دير ٿي ويئي هئي، البت دڪان گهڻي ڀاڱي کليل هئا.

ورهاڱي کان اڳ ڍڪ بازار توڙي چبوتري تي تہ شام جو اصل چانڊاڻ لڳي پئي هوندي هئي ڍڪ بازار ۾ جيئن ئي گهڙبو هو تہ پهريائين خوبو ڪتابن وارو هوندو هو جيڪو پوءِ خوبچند اينڊ سنز ٿي ويو. پوءِ ڪپڙي جا ٻڌا واپاري انهي کان اڳتي جڳ مشهور پوڪر داس اينڊ سنز جو ڪتابن جو وڏو دڪان هوندو هو. ڍڪ بازار جي ڏکڻ واري ڇيڙي تي چبوترو هوندو هو. جتي شڪارپور جي مشهور مٺائين جا دڪان هوندا هئا. جن جي مٺائي ملڪان ملڪ مشهور هئي. جن مان ڪن بمبئيءَ ۾ اهو ڪاروبار ڪري چڱو نالو توڙي ناڻو ڪمايو آهي، جن مان سيٺ نيوندمل مٺائي وارو ڏاڍو مشهور ٿيو آهي. مطلب تہ جيڪا بازار اڳ واپار جو وڏو مرڪز هئي، اُتي هاڻي اُهو اوج نہ رهيو آهي. جنهن کي ڏسي ڏاڍو ڏک ٿيو.

شام ڏاري لکيدر تي وياسين، جتي مکيہ چوڪ تي ٽاور تہ قائم هو باقي شڪارپور جي سڃاڻپ رکندڙ مشهور موتي قلفي وارو ۽ راڌو چاپ ڪباب وارا خواب بڻيل هئا. انهن جي جاءِ اچي ٻين والاري هئي. شڪارپورين لکيدر جي رونق برقرار رکي آهي، شاباس هجين! ٽاور جي سامهون مشهور بلڊنگ "نارائڻ نواس" ڪُرُ ڪٽي شانائتي نموني بيٺل هئي. اُتي ئي هڪ هوٽل جي مٿئين حصي تي علم ۽

ادب دوست اچي ڪٺا ٿيا هئا. چڱا ئي احوال ٿيا ۽ خيالن جي ڏي وٺ ٿي. شڪارپور جي روايتي ڪولڊ ڊرنڪ وائيٽ روز جو دور به هلندو رهيو.
اتي ٿوري دير ويهڻ کان پوءِ اسٽيشن روڊ تي قائم ٿيل هڪ پراڻي جگننات نارائڻ لئبرري ڏانهن روانا ٿياسين. جتي خليل موريائيءَ طرفان اسان ٻنهي پارت کان آيل مهمانن جي مان ۾ آجياڻي جو بندوبست ٿيل هو. لئبريريءَ جي عمارت نئين سر اڏيل هئي. اُتان جي وڏي شاهي هالَ ۾ اسان جي پهچڻ کان پهريائين چڱي خلق ويٺل هئي، جن ۾ ٻين معززين کان علاوه شڪارپور ميونسپل جو پريزيڊنٽ آغا لياقت پٺاڻ ۽ ڪجهه ناميارا وڪيل توڙي ڊاڪٽر پڻ موجود هئا. جن ۾ اڪثريت نوجوانن جي هئي، جيڪي علمي ادبي ۽ سياسي سوجهه ٻوجهه وارا هئا. اُتي ڪرشن راهي ۽ مون کي سنڌ جو روايتي اجرڪ پهرايو ويو ۽ اسان جي واقفيت ڪرايائون اسان ٻنهي پڻ پنهنجي پنهنجي نموني شڪرياادائي ڪئي. ڪيترن ئي اديبن پنهنجا ويچار ونديا. ڪرشن راهيءَ پڻ شاعري ٻڌائي مجلس تي سحر طاري ڪري ڇڏيو ان جي موٽ ۾ شڪارپور ۽ پرپاسي کان آيل شاعرن پڻ پنهنجي نکور شاعري ٻڌائي داد حاصل ڪيو. نوجوانن جي خيالن کي ٻڌي دل بهار بهار ٿي ويئي ۽ اُميد جو ڪرڻو اُپرندي محسوس ڪيو. اِتي به ديوان ٽاڪرداس جي جڳ مشهور مٺائي ۽ ٻين چيزن سان خاطر تواضع ڪئي ويئي. رات جي چڱي پهر تائين اها يادگار محفل جاري رهي. ميونسپل جي پريزيڊنٽ طرفان ايندڙ رات جو سانجهيءَ جاءِ تي ماني کائڻ لاءِ ڏاڍو زور ڪيو ويو سندس خلوص کي ڏسي انڪار نه ڪري سگهياسين.
ٻئي ڏينهن صبح جو گهوڙي گاڏيءَ تي چڙهي شاهي باغ ڏسڻ وياسين، جيڪو ننڍي بيگاريءَ جي ڪپ تي آهي. باغ بلڪل سٺي حالت ۾ هو. گلن جي ٻارين ٿوري ميرويدر پويلين جي پرسان فوٽو ڪڍاياسون. شاهي باغ هاڻي شهيد الله بخش جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. باغ جي ٻاهران هال جنهن ۾ هوليءَ جا هانڊا ۽ راڳ جا مقابلا ٿيندا هئا، اهو اُجڙيل حالت ۾ نظر آيو. جتي سنگيت سيائون ٿينديون هيون ۽ مهاراشٽر ۽ ٻين هنڌ کان گوَيا ڳائڻ ايندا هئا ۽ پڪي راڳ جا ساليانا مقابلا ٿيندا هئا، اُتي هاڻي ڪاريءَ وارا ڪڪ هئا.
اُتان پوءِ شنڪر پارتي مندر ڏيکارڻ هليا. اهو شهر کان چڱو پري هو. اُتي ڪجهه هندو رهيل هئا. اتان جي سنتن جو ڏيوريون يعني سماڌيون ڏسي ٻاهر آياسين. مان دوستن کي عرضُ ڪيو ته سنڌ واهه به ڏسون جيڪو سڌ پنڌ تي آهي. جواب مليو ته اتي هن مند ۾ ته سڃ واڪا پيئي ڪري، ڇو ته پاڻي ڪونه آهي، ان ڪري نه ڪو ترڻ وارو آهي، نڪو لال سائين جي پوڄا ڪرڻ وارو. جتان واپس ٿي پراڻي پريتم ڌرم سيا اسڪول ڏسڻ آياسين، جيڪو لکيدر جي ويجهو ئي آهي. انهيءَ اسڪول ۾ مان پنجين درجي انگريزي تائين پڙهيو هوس. جتي رواجي درسي وديا سان گڏوگڏ هنر ۽ وڻج واپار بابت به سکيا ڏني ويندي هئي. اهو ڏسي خوشي ٿي ته ان بلڊنگ ۾ هاڻي به اسڪول چالو آهي. جيڪو شاهه لطيف جي نالي سان هلي رهيو آهي.

منجهند جي مانيءَ جو انتظام خليل مورياڻي طرفان ٿيل هو. اُتي بہ ڪيترا ساهت پريمي شهر توڙي ٻرسان وارن ڳوٺن مان آيل هئا. نالا ياد ڪونہ آهن چاڪاڻ تہ لکي ڪونہ سگهيو هوس. البت هڪ نوجوان اُستاد سان ملي بيحد خوشي ٿي، جيڪو شڪارپور جي علم ـ ادب جي تاريخ پي. ايڇ. ڊي لاءِ لکي رهيو هو. انهن سيني سان مجلس ڪندي ڏاڍو مزو آيو ۽ جاڻ ۾ واڌارو ٿيو. ٿوري گهڙي آرام ڪرڻ کان پوءِ وري شام جو ساڳيءَ لئبريريءَ ڏي وياسين. جتي ميونسپل جي پريزيڊنٽ طرفان سنمان ڏيڻ جو شاندار بندوبست ٿيل هو. رات جي ماني کائڻ دوران توڙي پوءِ ڪچهريون ۽ ڳالهہ ٻولهہ دير تائين جاري رهي. موڪلائڻ وقت سيني جي دل ڀرجي آئي هئي تہ وري ڪڏهن ملنداسين؟ شڪارپور ۾ جيڪا عزت ۽ مانُ مليو ان کي جيستائين جيئرو رهندس وساري ڪونہ سگهندس. سيئي ملندڙ باشعور روشن خيال ۽ چاڻو هئا. اهو ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي تہ سنڌ جو نوجوان علم حاصل ڪرڻ لاءِ جاڪوڙي رهيو آهي. جيڪا وک اڳتي وڌائي اٿائون، اها ضرور کين منزل تي پهچائيندي.

ان وچ ۾ هڪ ڏينهن خليل مورياڻي سکر گهمائڻ لاءِ ڪار ذريعي وٺي هليو. سکر جو بندر روڊ، سنڌو درياهہ جو ٻنهي پاسن کان درشن ڪري ۽ سکر بئراج کان ٿيندا، خليل اتان جي هڪ مئجسٽريٽ جي آفيس ۾ وٺي هليو. (اُن وقت ادب دوست بدر اجڻ سکر جو ايڊيشنل ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ سکر هو) جتي اڳ ۾ ئي هڪ ڪيس هلي رهيو هو. هڪ بلوچ جوان ڇوڪريءَ جو ڪيس هو. جنهن بيان ڏنو تہ نہ هوءَ هاڻي مڙس وٽ رهڻ ٿي چاهي، نہ ڪيس پڄائيندڙ ڏاڙيلن وٽ رهندي ڪيس سرڪاري حفاظت گهر ۾ رکيو وڃي. مائي اوچنگارون ڏيئي روئي رهي هئي تہ ڪيس مڙس ماري ڇڏيندو ۽ ڏاڙيل ڪيس وڪڻڻ لاءِ تيار هئا. آخر جج صاحب فيصلو ڏنو تہ مائيءَ کي سرڪاري حفاظت گهر ۾ رکيو وڃي. اهو ٻڌي منهنجي پيٽ ۾ ڄڻ ساهہ پيو. مان فيصلي ٻڌڻ لاءِ ڏاڍو منتظر هوس. اڃان ڪٿي ڪٿي انصاف جو راڄ آهي.

انهيءَ فيصلي کان پوءِ جج صاحب سان ڪچهري ٿي. هند ۽ سنڌ جي ادبي موضوعن تي بہ ساڻس ڳالهين جي ڏي وٺ ٿي. چانهہ پاڻي پيئڻ کان پوءِ ساڻس موڪلائي سکر جي هڪ ڳُتيل بازار (مهراڻ مرڪز) ۾ منهنجي خواهش مطابق پراڻي دوست برڪت علي آزاد جي فليٽ تي وٺي هليو. ڪامريڊ آزاد جي گهر پهچي حيرت ۾ پئجي ويس تہ هن جي زال ۽ پٽ ساڳئي ئي فليٽ ۾ جدا ٿا رهن. هو اڪيلو ڪتابن جي ڄڻ تہ ڍير مٿان سمهندو هو. سڄو ڪمرو ۽ ورانڊو ڪتابن سان سٿيو پيو هو. ويهڻ جي جاءِ بہ مشڪل سان ملي. ماني بہ پاڻ پچائيندو هو. چار آنا ملائي ماني کائيندو هو جنهن ۾ ڪڻڪ، جوئر، ٻاجهري ۽ بيسڻ يعني ڇڻن جو اٽو شامل ڪندو هو. هو مون کان عمر ۾ وڏو آهي. مان ان وقت 71 سالن جو هوس تہ هو 75 سالن جو اڪيلو مڙس اڃان بہ ڪتابن جو شائق هتان جي اُتم وانگر. وٽس

انگريزي، سنڌي اردو ۽ فارسي ۾ لکيل ڇپيل ڪتابن جو وڏو ذخيرو هو. جن ۾ ڪيترا قيمتي، ناياب ۽ اڻ لڀ ڪتاب بہ آهن. هن جو سپنو آهي تہ سکر ۾ درياه جي ڪناري شاهہ سچل سامي مرڪز ٺاهجي. سچ تہ سنڌ ۾ پڻ شاهہ سچل کان سواءِ ساميءَ کي ڪير ڪونہ سڃاڻي!

ڪامريڊ برڪت علي آزاد سندس پڇايل ماني کائڻ لاءِ ڏاڍو زور ڀريو مگر جيئن تہ اسان اتان جي هڪ مشهور چار اسٽار هوٽل ۾ ماني کائي آيا هئاسين. ان ڪري وٽس صرف ساٿي چانهہ پيتيسين، جيڪا ڪيس ڪوئٽہ جي روسي سفارتڪار سوکڙيءَ طور ڏني هئي.

ٻئي ڏينهن صبح جو مان شڪارپور جي دوستن کان موڪلائي سنڌ ۾ هلندڙ بلولائين جي ڪشادي ۽ ايئرڪنڊيشن بس ذريعي حيدرآباد روانو ٿيس. سچ تہ موڪلائڻ وقت سيني جي دل پرجي آئي هئي، مون سان گڏ برڪت علي پڻ حيدرآباد آيو ۽ منهنجي رواني ٿيڻ تائين گڏ رهيو. ان شام جو ماهتاب محبوب جي نندي ڏيءَ زمر جو جنم ڏڻ ملهايائون. ان جي پارٽي تي. ٻئي ڏينهن صبح جوئي محبوب صاحب ڪار ۾ شاهہ لطيف جي مزار اُڏيري لال جو مندر ۽ ٻيون ڪي ڏسڻ جون جايون ڏيکاري هڪ ڳوٺ ۾ ڪنهن هندو دوست جي گهر هلي ڪار بيهاري، اُتي اڳوات نياپو موڪليو هيائين تہ ماني اُتي کائينداسين. شاهہ لطيف جي اوتاري تي وڏي محفل راڳ رنگ جي لڳل هئي. تمام وڏو خوبصورت آستان آهي.

ٻئي ڏينهن صبح جو ڪراچيءَ ويندي ماهتاب ۽ ٻارن کان موڪلائيندي اکيون آليون ٿي ويون. ماهتاب چيو وري الائي ڪڏهن ملنداسين؟ ماهتاب سان اڄ تائين خط پٽ چالو آهي. هوءَ منهنجي ڏيءَ آهي، دل گهري ڏيءَ.

ڪراچي پهچڻ تي معلوم ٿيو تہ ٻني جو دوست عبدالحئي پليجو اُتي ڪار کڻي آيو آهي ۽ مون لاءِ ترسيل آهي. ان شام جو ٻني لاءِ روانہ ٿياسين. عبدالحئي پليجو ارباب نورمحمد پليجي جو پٽ آهي. جنهن هڪ اليڪشن ۾ اسان جي ڪامريڊ جي خوب مدد ڪئي هئي. سوامي انگديو ۽ مان اُن وقت ارباب نور محمد جا مهمان ٿي رهياسين. هينئر بہ سندس پٽ مون کي ڏاڍي عزت ڏني. رات جو دير سان ٻني پهتاسين. ٻئي ڏينهن صبح جو 11 بجي منهنجي آجيان ميرپور بٺوري ۾ رکي هيائون. اُتي جيئن ئي پهتاسين تہ اسڪول جي سرڪردي غلام حسين رنگريز اسٽيج تي وٺي هلي اجرڪ پهرائي ۽ واقفيت ۾ بہ اکر چيا. مون پڻ سندن شڪر گذاري ڪندي پنهنجو حال احوال ٻڌايو. اتي ڪيترن دوستن پنهنجا ڪتاب ڏنا. جن ۾ مکيہ هو اعجاز علي خواجہ. جنهن پڻ پنهنجو ڪتاب "جيل جي ڊائري" سوکڙي طور ڏنو جو سچ پچ تہ اتي سنڌ جي سياسي هلچل ۾ ڪم ڪندڙن تي ڪهڙا ڪلور ڪيا ويجن ٿا. پڙهي ڏاڍو ڏک ٿيو. آجياڻي کان پوءِ ڇپو ڇورو ۽ چانهہ چارڻي تي. ٻنو ٺٽي ضلعي ۾ هڪ وڏو ڳوٺ آهي. جنهن ۾ منهنجي جلگائو واري دوست ڪندن ٽيڪواڻيءَ جون زمينون پڻ عبدالحئي پليجي ڏيکاريون.

رات جو سندس محلات جيڏي گهر ٻاهران پڌر تي وڏي مجلس ٿي، جتي پنج ڇهه راڳيندڙ سازن سميت آيا ۽ خوب رنگ رچايائون. ان کان پوءِ اٽڪل پنجاهه ڄڻن جي ماني ڪئي وئي هئي، جا رات جو هڪ بجي تائين هلي.

ٻئي ڏينهن عبدالحئي پليجو ۽ ڊاڪٽر راجو ڪار ۾ گڏ ڪراچيءَ ڇڏڻ لاءِ هليا. رستي تي مڪلي جا تڪر، تاريخي قبرستان ۽ ڪينجهر ڍنڍ جا پڻ نظارا ڪيا. ڪينجهر ڍنڍ جيڪا پاڻيءَ سان پريل ۽ ٺمٺار هئي، اُتي منجهند جي مانيءَ جو پڪنڪ طور شاهي بندوبست ٿيل هو. مطلب تہ سنڌ جو سير تمام سڦلو ٿيو. پراڻا، نوان يار مليا.

ڪراچي پهچڻ تي رات جو نورالدين سرڪي، جيڪو پراڻو ڪامريڊ آهي، هاليڊي اِن هوٽل ۾ هڪ جلسي ۾ وٺي هليو. جتي هڪ ڪهاڻين جي ڪتاب "اٺون گهر" جو مهورت هو. هوٽل جو هال سنڌي حاڪمن، ليکڪن ۽ سنڌي عوام سان پريو پيو هو. اتي اهو ڪتاب مون کي ڏيندي منهنجي واقفيت بہ ڪرايائون. مان اتي بيهي سيني جا شڪرانا مڃيا. جلسي کان پوءِ ڊنر پارٽي ٿي. ڏسڻ ۾ آيو تہ اتي بہ سنڌين ۾ تمام شاهوڪار سٺن ڪپڙن ۾ ملبوس ماڻهو موجود هئا. انهن ۾ سنڌي زالون پڻ موجود هيون.

نورالدين سرڪي منهنجو پراڻو دوست آهي. بمبئيءَ ۾ پڻ مون وٽ گهمڻ آيو آهي. سندس شمار ڪراچيءَ جي ناميارن وڪيلن ۾ ٿئي ٿو. سرڪي صاحب بہ پنهنجي گهر ڊفينس ڪالونيءَ ۾ منهنجي ماني ڪئي.

مان انهن سيني سنڌ واسين جو بي حد ٿورائتو آهيان. جن سنڌي ليکڪ جي حيثيت ۾ منهنجي جتي ڪٿي اجرڪن سان آجيان ڪئي. ان ريت سڄي سنڌ ۾ ڪراچي، حيدرآباد، لاڙڪاڻو، شڪارپور، سکر، ٺٽو هر هنڌ دعوتون ڪيون، مختلف هنڌن جا سير ڪرايا. اهو سڀ ڪجهہ ڏسندي نظر آيو تہ عام ماڻهن جي حالت بہ اڳي کان گهڻي سڌريل آهي.

اسين ٻئي ڪرشن راهي ۽ مان جڏهن واپس ايئرپورٽ تي پهتا سين، تہ گابا صاحب ۽ هن جا اڌ ڊزن کن دوست سڀ مون کي ڇڏڻ آيا. سيني سان پاڪر پائي موڪلايوسون. جيڪي بہ رسمي طور فارم وغيره پرڻا هئا، اهي گابا صاحب جي نائي ڊاڪٽر سريش پرائي، سڀ ڪاغذ آڻي اسان کي ڏنا. مان گابا صاحب جي سڄي ڪٽنب جو ماهتاب ۽ سندس سچ پچ محبوبڙي گهوٽ محبوب صاحب جو ۽ ٻين دوستن ڪامريڊ سوڀي، خليل موريائي، آغا ثناءُ الله، ڪامريڊ برڪت علي آزاد، عبدالحئي پليجي ۽ ٻين جو بيحد شڪر گذار آهيان، جن مون کي ساڻ ڏنو ۽ عزت ڏني.

(نوٽ: هي سفرنامو آگسٽ 2008 کان ڇپيو ويو جنهن جون 4 قسطون ڇپيون ويون پر آخري قسط ڪن سببن جي ڪري پهچي نہ سگهي ۽ هاڻ پهچڻ تي ڇپي پيئي وڃي.)



# تاريخ
# سبق سيکاري ٿي

•

## روچي رام

امرتا جي 76هين شماري، مهيني فيبروري مارچ 2008ع ۾ منهنجي جرمني جي سفر جي ڪٿا بعنوان "ماتيتياٽيءَ سان ملاقات" جنهن ۾ جرمني ۾ سفر ڪندي پل وچان ڀهراڙيءَ جي ننڍڙي ريلوي اسٽيشن تي لهي وڃڻ بعد جرمن پروفيسر ايوا (Eva) سان ملاقات جو احوال لکيو هوم، جتي منهنجو جرمني ۾ فرئنڪ فرٽ شهر ۾ رهندڙ دوست ۽ ميزبان آيو هو ۽ مون کي سندس شهر ۾ منهنجي منزل هيڊل برگ وٺي ويو هو. مون اهو به لکيو هو ته پروفيسر ڊاڪٽر ايوا وليزم کان موڪلائيندي ائين لکيو هوم ته جرمني ۾ رهڻ دوران منهنجو هن سان ملڻ ٿيندو رهندو. جرمني واري دوست مون کي پوءِ ۾ چيو هو "اها ماتيتياٽي ڪيئن مليئي" سو هاڻي منهنجي جرمنيءَ جي سفر جي ڪٿا انهن واقعي کان اڳتي ٿي هلي.

هيڊل برگ اُتر جرمنيءَ جو تاريخي شهر آهي. جتي پراڻو پر سنياليل قلعو به آهي جو مٿي جبل تي ٺهيل آهي. اهو قلعو اسان جي حيدرآباد سنڌ جي قلعي وانگر عدم توجهه جي ڪري ڀڳل ۽ ڀريل ناهي پر ائين سنياليل آهي جڻڪ هاڻي ٺهيو آهي. هڪ ڀيري مون کان BBC چئنل فور جي نمائندي پڇيو هو ته پاڪستان ۾ سنڌ جي تاريخي ماڳن ۽ قديم آثارن جي سنڀال ۽ مرمت ڇو نٿي ڪئي وڃي. مون جيڪو جواب ڏنو سو ڏکھو هو ۽ اسان جي قومي نفسيات جو تجزيو هو. انهي ڪري هٿي ڀيري لکندس. بي بي سي چئنل 4 ۾ انهي پروگرام ۾ شاه فريدالحق جمعيت العلماءِ پاڪستان جي اڳواڻ چيو هو ته جن قومن جو تدرت طرفان زوال ٿي ويل هجي ٿو ان کي هاڻي ڪيئن بچائي سگهون ٿا. مولانا صاحب صحيح هو ته اسين ان کي بچائي نٿا سگهون پر ماڳ ته تاريخ کي جيئرو رکڻ لاءِ بچائڻ کپن.

انهي هيڊل برگ جي قلعي لڳ وهندڙ درياءَ جي پل پار ڪري هٿي پاسي ٿو اڇجي ته ان رستي جو نالو علامه اقبال هو ۽ جتي هڪ ننڍڙي جڳهه تي تختي لڳل هئي. جنهن تي لکيل هو ته هتي جرمني ۾ تعليم حاصل ڪندي علامه اقبال 1905ع ڌاري رهيو هو. هڪ ڏينهن منهنجو ميزبان نجم مون کي جرمني جي ڀهراڙي گهمائڻ وٺي هليو. جهر جهنگ گهمندا هلياسون. اتي جپسي نالي واري اسان جي

جتن جهڙي قوم بہ رهي ٿي گهڻو ڪري سڀني پراڻن تاريخي ملڪن ۾ مخلوق جو هڪجهڙو حال ۽ زميني حقيقتون هجن ٿيون. جيسي اتي بہ خانہ بدوش هجن ٿا ۽ ٽوٽي ڦيٽي وارا آهن. مايون بہ همٿ واريون اٿن. فرق صرف اهو آهي جو يورپ وارا سمورا ڪم سليقي ۽ صفائيءَ سان ڪندا آهن.

جڏهن ٻهراڙي کان موٽياسين تہ نجم صاحب جي پيزا (Piza) جي دڪان تي ڪم ڪندڙ سِڪ ٻڌايو تہ پروفيسر ايوا وليزم جو فون آيو هو ۽ واپس فون ڪرڻ لاءِ چيو اٿس. مون ڊاڪٽر ايوا کي فون ڪيو ۽ ائين هن سان هيڊبل برگ ۾ ترسڻ دوران ملڻ ٿيندو رهندو هو.

جرمني عظيم ملڪ آهي. عظيم قوم آهي جنهن انسان ذات جي تاريخ، علم سائنس ۽ فلسفي تي وڏو اثر ڇڏيو آهي. هٽلر جرمن هو ڪارل مارڪس ۽ مشهور سائنسدان البرٽ آئن اسٽائين بہ جرمن هئا. محترم آءِ آءِ قاضيءَ جو پسنديده شاعر گوئٽي بہ جرمن هو. سندس گهر واري محترمہ ايلسا قاضي بہ جرمن هئي. هندو ويد رگ ويد جو ترجمو ڪندڙ سنسڪرت جو اسڪالر پروفيسر مئڪس ملر بہ جرمن هو. عربي فارسي ڪتابن جا يورپ ۾ سڀ کان اول ترجما بہ جرمي وارن ڪيا. مسلمانن ۽ هندن جي مذهبي ڪتابن ۽ تمدن تي گهڻي ۾ گهڻي تحقيق بہ جرمني وارن ڪئي آهي. محترمہ پروفيسر ايوا وليمز سان جيڪا گفتگو ۽ بحث هندو فلاسافر شنڪر آچاريہ جي فلسفي تي ٿي، تنهن جو ذڪر ٻئي پيري ڪندس. هن مضمون ۾ محترمہ پروفيسر جي حياتيءَ جي ڪهاڻيءَ جو هڪ حصو بيان ٿو ڪيان.

1930ع جي ڏهاڪي دوران پروفيسر صاحبہ هاءِ اسڪول جي شاگرد ۽ الهڙ ڇوڪري هئي. ان وقت جرمنيءَ ۾ نازي پارٽيءَ جي حڪومت هئي ۽ ملڪ جو فيوهرر (حاڪم) ادولف هٽلر هو. جنهن ٻي مهاڀاري جنگ (1945-1939) ۾ اتحادين (انگلئنڊ، فرانس، روس، امريڪا ۽ چين) کي ٽوٽا چٻايا. هن روس ۽ انگلئنڊ کان سواءِ ساري يورپ کي فتح ڪيو. لنڊن باقي انگلئنڊ توڙي روس تي حملا ڪري بمباري ڪري اهي تباهہ ڪيا. مصر ۽ اتر افريڪا بہ فتح ڪيا. پر آخر ۾ هارائي آپگهات ڪري انهي سين کي ڊراپ ڪيو. هٽلر مضبوط ۽ نظرياتي طرح برجستو پر وڏو ظالم ۽ جابر حاڪم هو. هو يهودين کي غدار ۽ جرمني کي دشمن سمجهندو هو. پهرين مهاڀاري لڙائي First World War 1914-1919 ۾ بہ انگلئنڊ ۽ اتحادين جي جرمن سان جنگ لڳي هئي. ان ۾ جرمن جي عبرت ناڪ شڪست جو ڪارڻ هٽلر موجب يهودين جي غداري هئي. انهي کان انڪار ناهي تہ هٽلر تباهہ ٿيل شڪست کاڌل ذليل ٿيل ٽڪرا ٽڪرا ڪيل جرمني کي ٺاهيو ۽ طاقتور بڻايو. هن ڪميونسٽن کي پڙ گهڻو تنگ ڪيو. ايم اين راءِ ۽ ٻين جهڙ مشهور ڪميونسٽن بہ جرمني مان ڀڄي جند ڇڏائي.

جرمني جي تاريخ جي اپٽار ڪان ڪنارو ڪندي صرف ڊاڪٽر ايوا وليمز سان واسطو رکندڙ ۽ ان جي جرمنيءَ واري معاملي سان تعلق بابت لکندس. هڪ ڀيري ايوا فون ڪيو ته اڄ قلعي جي اوچي ٽڪر تي هلي، لڳ وهندڙ درياءَ جي نظاري تي ڪافي پئجي، ڪچهري به ڪجي. آءُ اجا عمر جي 60 سالن واري پيٽي ۾ هوس، پر مائي صاحبه 70 جي پيٽي ۾. نجم جي پيزا هٽ اڳيان ٽرام جو پٽو هو ۽ پڻ ٽرام بيهڻ جو اسٽاپ سو ٽرام ۾ چڙهي قلعي ويجهو لٿس. انهي قلعي ۾ جبل تي چڙهڻ لاءِ ڪا صديون پراڻي لفٽ هئي. ان ۾ ويهي مٿي پهتس. جتي باغ ۾ هڪ بينچ تي پوڙهي پروفيسر ويٺي هئي. مائي صاحبه سان ڳالهيون ڪندي محسوس ڪيم ته هو ڪنهن اونهي خيال ۾ ٻڏل هئي. ٿوري دير بعد چوڻ لڳي، ”ڪافي واپس ٿي پيئنداسون. هل ته توکي هڪ نظارو ڏيکاري اچان.“ اسين لفٽ ۾ هيٺ لٿاسون. مائي صاحبه جي ڪار هيٺ پارڪ ٿيل هئي ان ۾ ويٺاسون. انهي قلعي کان ٿيندا اسٽيشن وٽان لنگهندا نجم جي پاڙي ڏانهن ويندڙ رستي لڳ وچ ۾ هيڊل برگ جو فوجي هوائي اڏو هو. هن وقت انهيءَ هوائي اڏي جي چوڌاري آبادي ۽ ڪالونيون ٺهي ويل هيون. اسين ڪار اندر ئي ويٺا هئاسون. مٿلم هوائي اڏي ۾ اکيون وجهي خيالن ۾ گم هئي. آءُ چپ هوس ۽ پڻ حيرت زده. مٿلم جي اکين ۾ پاڻي وهندو ڏٺم. سندس اکيون آليون هيون. آخري جرمن لهجي ۾ انگريزيءَ ۾ چيائين. سندس اکر ٽٽل هئا. ”جنگ بند ٿئي پنجاهه سال ٿيندا. هي اڏو اڄان تائين امريڪا جي قبضي ۾ آهي. پهريائين جنگ ۾ فاتح هجڻ جي حيثيت ۾ قبضو ڪيائون. اڄا تائين اسان جي فادر لئنڊ تي ديرو ڄمايو ويٺا آهن. هاڻي چيائون امريڪي وچن ٿا پر وري هاڻي ناٽو جي فوج جو بهانو بڻائي وري به قابض ٿي ويهي رهيا آهن. اسان جي مقدس زمين تي فوجي ڏاڍ اچا رکيو اچن“ هن وقت اهو هوائي اڏو هيڊل برگ شهر جي ٻن حصن ۾ وچ ۾ اچي ويو آهي. درياءَ ۾ هلندڙ آگبوٽن مان به ڏسڻ ۾ اچي ٿو. هتان جڏهن به جيڪو به جرمن لنگهندو آهي محسوس ڪندو آهي ته هنن کي شڪست ڪاڏل قوم آهن. مٿن ٻيو ڪو سوار آهي. هاڻي اهي جرمن جيڪي ائين سمجهندا آهن ته هو سڀ کان افضل ۽ مٿاهين قوم آهن تن کي هر پل شهر جي وچ ۾ ڏسڻ لاءِ ملي ۽ محسوس ڪرڻ تي مجبور ٿيڻ ته هو لاچار ۽ بي وس آهن. ايوا ٻڌائيندي هلي ته سندن پاءُ مارٽن وليمز چوندو هو ”پهرين عالمي جنگ ۾ سالن جا سال جرمن هڪ طرف ۽ انگريز فرينچ ۽ ٻيا اتحادي ٻئي طرف (trenches) کاهين ۾ ويهي بندوقن ۽ توپن ذريعي فائر ڪندا جنگ جاري رکندا رهيا. يورپ ۾ سخت سيءُ برف ۽ گپ پريل کاهين ۾ سپاهي رهندا هئا. آخر ۾ جرمن اها پهرين عالمي جنگ هارائي. ڳوٺن مان سمورا مرد جنگ ۾ ڪارخانن ۾ لڳل هئا پويان زالون هيون، صرف زالون ۽ ٻار. جنگ جي آخري ڏينهن ۾ جرمن هٽندا ويا. ڳوٺن تي اتحادين قبضا ڪيا.“ اتي پروفيسر ڳالهائيندي ماٺ پئجي وئي.

مون کي ياد آهي هڪ انگريز فوجي آفيسر رٽائر ٿيڻ بعد امريڪا لڏي ويو هو. ان هڪ ناول لکيو آهي. تاريخي ناول، جو هن جوڌپور رياست جي مهاراجا جي فوج سندس ياءُ جي ڪمان هيٺ يورپ جي جنگ ۾ ميدانِ جنگ تي هئي. ان ۾ ناول نگار لکيو آهي تہ اتحادي يوروپي فوجي آفيسرن جرمنن جي ڀاڄ بعد انهن ڳوٺن ۾ جرمن عورتون ڪنيون ڪري چڪلو شروع ڪيو ۽ سالن جا شهوت جا بکايل سپاهي جرمن عورتن سان زنا ڪندا هئا. اتي بہ انگريز ڪمانڊنٽ اهو حڪم جاري ڪيو تہ ڪو بہ هندوستاني سپاهي انهي سفيد فام جرمن عورت وٽ نہ ويجي، اها زنا ڪرڻ جي اجازت صرف يوروپي گورن فوجين کي هئي.

اهڙي قسم جون وارداتون ڪيئن نہ جرمن جهڙي بهادر ۽ باوقار قوم کي نفرت ۽ غيرت سان ڀريو هوندو. انهن ڳالهين محترمہ ايوا جي ياس ۽ نرم نازڪ جذبن کي ضربون رسايون هونديون. انهن ئي ڳالهين هٽلر ۽ سندس نازي پارٽيءَ جي نفرت ڀريل منشور کي جرمنيءَ ۾ مقبول بڻايو. اسين وري موتي قلعي جي جبل تي آياسون. مون ڪافي جا ٻہ ڪوپ ٺاهيا. مون ڏٺو ايوا پنهنجي خيالن ۾ گم هئي. ڪافي ٿڌي ٿيندي رهي. ايوا آخر تائين هڪ ڍڪ بہ نہ ڀريو.

ٻئي ڏينهن اسين ايوا جي ڳوٺ هيڊل باخ وياسون. اتي ايوا طبيعت کي ٿڌو ڪرڻ لاءِ وائين پيتو. آءٌ ڪافي دير تائين رهيس. هن جي گفتگو ٻہ طرفي هئي. هو جرمني بابت ۽ يهودين بابت ساڳئي وقت ٻنهي جي فائدي ۾ ۽ ٻنهي جي خلاف ڳالهائي رهي هئي.

ڊاڪٽر پروفيسر ايوا وليمز فلسفي جي پروفيسر هئي ۽ هن وقت پروفيسر ايميرٽيس Emiritus هئي. هن پنهنجي آتم ڪهاڻي بيان ڪئي. سندس سفيد وار منهن جا گهنج، هلڪو قداور ڪثرتي جسم چغلي هڻي رهيا هئا. هن جا ڪنبر ٻڌائي رهيا هئا تہ سندس جسم جي عمارت ۽ حسن ٻئي عجيبَ ۽ لاشڪ لاجواب هئا. سندس پوڙهي سڊول جسم مان جهڪ تاريخ جا ورق وڪري رهيا هئا. محترمہ پروفيسر جا اکر هوبهو تہ سنڌي زبان ۾ بيان ڪرڻ مشڪل آهن پر انهن جو خلاصو هو تہ 1930ع جي ڏهاڪي ۾ آخري سالن ۾ ايوا وليمز هاءِ اسڪول جي شاگرد هئي سندس پاءُ مارٽن وليمز هٽلر جي پوليس گيسٽاپو ۾ ننڍو آفيسر هو ٻين قانونن سان گڏ هٽلر اهو بہ قانون ٺاهيو تہ جيئن تہ جرمن خاص اعليٰ نسل جا ماڻهو آهن ۽ سنڌن قوم مٿيري آهي. تنهن ڪري ان کي نسلي ملاوٽ کان بچائڻو آهي. ائين نسلي پاڪائي کي قائم رکڻ لاءِ ملاوٽ کان جرمن قوم کي محفوظ رکڻو آهي. هٽلر جو نظريو هو تہ يهودي لالچي، دغاباز ۽ ڪريل آهن. انهن سازشون ڪري جرمن قوم کي ذليل ڪيو هو جنگ ۾ شڪست ڏياري هئي تڪر تڪر ڪيو هو وغيره وغيره انهي ڪري يهودي رت جرمن رت سان نہ ملايو وڃي. هٽلر اهو بہ قانون نافذ ڪيو تہ ڪو بہ جرمن مرد توڙي زال ڪنهن بہ غير جرمن سان نڪي هم بستر

ٿئي. نڪي شادي ڪري انهي دور ۾ ايوا مائي، جا اسڪول گرل هئي تنهن جو عشق
ـ هڪ يهودي نوجوان سان ٿيو ان مان ڪيس بنا شاديءَ جي حمل ٿيو. اها ايوا جي
نابالغيءَ جي ٻاراڻي ڀُل هئي، پر پيٽ ۾ حمل سماج اڳيان لڪي نٿو سگهي، پوءِ اهو
ڪٽي يوروپي سماج ئي هجي. ايوا جا ماءُ ۽ پيءُ حيات نہ هئا. سندس ڪتنب جو
اڪيلو پاتي سندس پاءُ مارٽن وليمز ئي هو. جنهن کي جيئن ئي اها پروڙ پئي هن خطرو
محسوس ڪيو تہ هاڻي وڏو ڏوهہ سرزد ٿي ويو. هاڻي ايوا ۽ سندس يهودي عاشق ٻنهي
کي وڏي سزا ملندي. ٿي سگهي ٿو سندس (مارٽن جي) نوڪري هلي وڃي.

هٽلر ظالم حاڪم هو پر هو پنهنجي وطن جرمني سان پاڳلپڻي جي حد
تائين محبت ڪندو هو. هن جرمن قوم کي جاڳائڻ، قوم جي دشمن کان وير وٺڻ ۽
جرمني کي عظيم قوم ثابت ڪرڻ لاءِ ڪيترا ئي قتل ڪيا. هن جي دور ۾ هڪ
ڪروڙ ڏهہ لک يهودي صدين کان آباد هئا. جيڪي جرمن زبان مان ورتل اکرن
محاورن وغيره مان ٺهيل پراڻي عبراني زبان زيدش (Zedish) ڳالهائيندا هئا. تن
مان هن 60 لک يهودي ننڍين ٻارن ۽ عورتن سميت مارائي ڇڏيا. بسون پري دروازا
بند بسون خالي زمين تي ڪٽي وڃي ان ۾ گئس پري اجتمائي قتل ڪرائي ڇڏيا.
هٽلر کي 1924ع ۾ قيد ڪيو ويو. هن کي سزائون ڏنائون سياسي احتجاج ڪرڻ
ڪري لئنڊبس برگ جي قلعي ۾ قيد رکيائون. جتي جيل ۾ نويڪلو ويهي هن
ڪتاب لکيو. نالو رکيائين Mein Kampt معنيٰ منهنجي جدوجهد (My Struggle)
جنهن ۾ هن پنهنجي سياسي نظرئي جي ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي. انهي خيالن کي
عملي جامون پهرائڻ لاءِ هن سياست ڪئي جدوجهد ڪئي اقتدار هٿ ڪيو
جنگ لڙيو. انهي ڪري اهو ڪتاب گهڻو بدنام ٿيل آهي، پر اهو ڪتاب آهي
پڙهڻ جهڙو. چوڻي آهي تہ دوزخ بہ نيڪ ارادن سان ٺاهيو ويو آهي.

هتي اهو لکڻ مناسب ٿيندو تہ ٻي عظيم جنگ (1945_1939) کان 25 سال اڳ
پهرين عظيم جنگ (1919_1914) ۾ لڳي هئي جنهن ۾ جرمني سان ساٿ ۾ ترڪي
هو ۽ ٻئي پاسي ساڳيا اتحادي انگلئنڊ، فرانس، امريڪا ۽ روس وارا هئا انهي جنگ
هارائڻ کان پوءِ امن جو معاهدو ٿيو جنهن کي ورسيلز معاهدو (Versailles Treaty)
سڏجي ٿو. پئرس لڳ ورسيلز جو محل آهي جنهن ۾ ايترا تہ آئينا لڳل آهن، جو ان
کي (Palace of mirrors) بہ چئبو آهي. انهيءَ محل ۾ جيڪو جنگ بعد معاهدو ٿيو
جنهن ۾ هارايل جرمن هڪ طرف ۽ اتحادي فاتح ٻئي طرف صحيح ڪئي. انهيءَ
معاهدي ۾ اهڙا تہ شرط هئا. جو چڻ جرمن کي گهڻو ذليل ڪيو ويو هو. جرمني کي
مجبور ٿي صحيح ڪرڻي پيئي. جنهن جون خاص ڳالهيون هن ريت هيون.

1. جرمني جو صوبو لورين فرانس حوالي ٿيندو.
2. اولهہ پرشيا صوبي جا حصا اُتر سلسيا ۽ پوسن پولنڊ جي حوالي ڪيا ويا.
3. اتر سليلوگ صوبو ڊينمارڪ کي ڏنو ويو.
4. دنگ جا 3 ضلعا بيلجيم کي ملندا.

5. جنگ مشهور ڊئنزگ آزاد شهر قرار ڏنو ويندو.
6. اوپر پرسٽيا باقي جرمن حڪومت کان الڳ ڪيو ويندو.
7. ميمل جو علائقو لٿوئانيا کي ملندو.
8. آسٽريا جرمني جو حصو آهي ان کي جدا ملڪ ڪيو ويندو.
9. سموريون جرمن ڪالونيون اتحادين جي قبضي ۾ اينديون.
10. رائين ندي جو ساحو ڪنارو 30 ميلن تائين غير فوجي علائقو بڻبو.
11. آسودو شاهوڪار صنعتي علائقو سار 15 سال ليگ آف نيشن تحت رهندو ۽ ان ۾ پيدا ٿيندڙ ڪوئلو فرانس کي ملندو.
12. انهي معاهدي تي عمل ممڪن بڻائڻ لاءِ رائين نديءَ جي کابي ڪناري تي اتحادين جو قبضو رهندو.
13. جرمن فوج (بشمول آفيسر ۽ سپاهي) هڪ لک کان مٿي نہ رکي سگهندي.
14. جنگ ۾ اتحادين جو ٿيل نقصان پرڻ جو فيصلو بعد ۾ ڪيو ويندو تيستائين عبوري عيوضو 20 ارب جرمن مارڪ سون جي صورت ۾ ادا ڪندو.
15. جرمن جا جنگ کان اڳ جا ڪيل بين الاقوامي واپاري معاهدا رد سمجهيا ويندا.
16. جرمن جو ٻاهرين ملڪن ۾ سرمايو ضبط ڪيو ويندو. سندس واپار وارا سمورا سامونڊي جهاز ضبط ڪيا ويا.

فاتح فوجن جيڪي مفتوح جرمن عوام سان ظلم ۽ ڏاڍايون ڪيون سي جدا هيون. انهي معاهدي ۽ روش هر روش هر جيئري جرمن کي ايتري تہ ڪاوڙ ڏياري جو هو هر ساهہ کڻڻ سان گڏ وير وٺڻ لاءِ آتو هو.

سو هٽلر جرمن قوم جي وير وٺڻ، بي عزتيءَ جو بدلو وٺڻ لاءِ يهودين جو قتلام ڪيو ۽ ٻي عالمي جنگ لڙي يورپ کي تباهيءَ طرف وٺي ويو ۽ خود بہ آپگهات ڪري پنهنجو انت آندو ۽ وري جرمني اها ٻي جنگ هارائي. ٻي انصافيون ڪيترو نہ تاريخ ساز ٿين ٿيون بغض ۽ وير وٺڻ جا جذبا ٻنهي ڌرين کي تباهہ ڪن ٿا. يورپ وارا تاريخ کان سبق سکندي اڳتي لاءِ جنگين کان جند ڇڏائڻ لاءِ گڏجي يوروپين يونين گڏيل اتحاد جوڙي ويٺا آهن. يهودين تي ڪيل ظلم جو ازالو ڪرڻ لاءِ هنن کين فلسطين، سندن مذهبي ۽ تاريخي خطي ۾ آباد ڪرايو. جيئن تہ اتي هنن اشراف صلح پسند فلسطيني عربن کي اجاڙيو آهي. جنهن جي نتيجي ۾ اسرائيل ۽ فلسطينين ۾ اجا مارا ماري جاري آهي. جنهن جي بدلي ۾ القائده ۽ طالبان امريڪا ۾ 9/11 وارو واقعو ڪيو جنهن ۾ هڪ ڏڪ سان 5 هزار ماڻهو مري ويا ۽ اجا دنيا ۾ دهشتگريءَ جي جنگ جاري آهي، هزارين بي گناهہ ماڻهو مري ويا آهن.

الاجي ڇو ماڻهو تاريخ مان سبق ڇو نٿا سکن.

مون محترمہ پروفيسر ڊاڪٽر ايوا وليمز جي لڙڪن ۾ تاريخ ڏٺي هن پوءِ هڪ ڏيءَ کي جنم ڏنو جا وري ان جي يهودي پيءُ وٽ امريڪا موڪلي ڏني، جا وڃي اسرائيل ۾ Kubtz ۾ پهتي اهو قصو وري ايندڙ مضمون ۾ لکندس.



# سنڌي ادبي سنگت ۽ ڪي سُٺيون يادگيريون

•

**اياز گل**

سنڌي ادبي سنگت، سنڌ جي سمورن روشن خيال ۽ ترقي پسند اديبن جي گڏيل تنظيم رهي آهي، جنهن سان سلهاڙيل رهي سيني جي شعوري تربيت ٿيندي رهي آهي. مون سنگت سان پنهنجي لاڳاپي تي سدائين فخر محسوس ڪيو آهي. 1973ع کان هڪ عام ميمبر جي حيثيت ۾ شروع ڪيل اهو تنظيمي سفر، سکر شاخ جي جوائنٽ سيڪريٽري، سيڪريٽري، ڪائونسلر کان ٿيندو ٻه ڀيرا مرڪزي جوائنٽ سيڪريٽري ۽ سيڪريٽري جنرل جي ذميداريءَ تائين پُهتو. هيٺيان کان مٿي تائين جو اهو مسلسل سفر، ڪيترين ڪامياٻين ۽ ناڪامين سان ٽمٽار آهي؟. تنهن جو درست جواب ته وقت ئي ڏئي سگهندو يا وري سنگت جي تاريخ!. پر ريڪارڊ تي آڻڻ لاءِ ڪجهه ڳالهين جو ذڪر ضروري ٿي پوي ٿو.

8 نومبر 1996ع تي، مسلم ڪاليج حيدرآباد ۾ نامياري شاعر ۽ سنگت جي اڳوڻي سيڪريٽري جنرل سائين ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جي نگرانيءَ ۾ ٿيل، سنڌ- سنگت جي مرڪزي چونڊن ۾ آءٌ، سيڪريٽري جنرل طور چونڊجي آيس، جڏهن ته مون سان گڏ ٻين عهدن تي وسيم سومرو (جوائنٽ سيڪريٽري)، غلام نبي ناشاد (خزانچي) ۽ معشوق ڏاريجو (آڊيٽر) طور چونڊيا ويا. هِن چونڊيل سٿَ، پنهنجي ٻن سالن واري دؤر ۾ تنظيمي ۽ ادبي حوالي سان جيڪي ڪاميابيون حاصل ڪيون، تن ۾ سڀ کان اهم، سنگت جي مرڪزي آفيس لاءِ پلاٽ حاصل ڪرڻ آهي. سنگت جي 50 سالن جي تاريخ ۾ اُهو پهريون ڀيرو هيو جو سلطان ٽرسٽ (ٽرسٽ- جي ايڊمنسٽريٽر، نامياري اديب سائين علي احمد بروهيءَ جي سهڪار سان) جي مالي مدد سان، حيدرآباد ۾ 124 چورس والن جو پلاٽ خريد ڪيو ويو جنهن لاءِ، هڪ لک پنجويهه هزار ٻن قسطن ۾ سلطان ٽرسٽ ۽ باقي چاليهه هزار ڪن، سنگت جي شخن ۽ سنگت جي ٻين گهٽگهرن کان حاصل ڪيا ويا هئا ۽ مان سمجهان ٿو هن اهم ڪاميابيءَ تي، مان ۽ منهنجا ساٿي، سدائين فخر محسوس ڪرڻ جا حقدار آهن.

تنظيمي ڪارڪردگيءَ کي بهتر بنائڻ لاءِ، اسان جي دؤر جو هڪ بيو اهم قدم غير سرگرم ۽ رُڳو مرڪزي چونڊن ۾ ووٽ ڏيڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ شاخن جو خاتمو هيو. نوابشاهه ۾ 6 اپريل 1997ع تي ٿيل پهرين ڪاروباري ڪاميٽيءَ جي اجلاس ۾ ان قسم جي 12 شاخن جو الحاق رَد ڪيو ويو. جڏهن ته بن سالن واري دؤر ۾ لڳ ڀڳ 50 شاخن جو (سمورين آئيني گهرجون پوريون ڪندي) الحاق ختم ڪيو ويو. ان قسم جي جرئتمنداڻي قدم جو مثال پڻ سخت ۾ نٿو ملي. جنهن ڪري يقيناً اسان جي سَٿَ کي سخت اندروني مخالفت جو مُنهن ڏِسڻو پيو. پر اسان قدم پوئتي نه هٽاياسين ۽ اها به حقيقت آهي ته اهڙين شاخن ۾ اسان جون همدرد دوست ۽ ووٽر شاخون به گهڻي تعداد ۾ شامل هيون. پر چڱي ڪم جي شروعات، پنهنجي گهر کان شروع ڪرڻ گهرجي.“ جي اصول تي عمل ڪنديءَ اسان ڪنهن به قسم جي مخالفت کان نه ڊڄندي بنان ڪنهن جانبداريءَ جي اهو بولڊ قدم کنيو جنهن جي نتيجي ۾ باقي رهيل شاخن ۽ سندن نمائندن کي، آئين جي اهميت ۽ طاقت جو اندازو به ٿيو ۽ احترام به. انهيءَ سبب آئيندي سمورن مرڪزي اجلاسن ۾ حاضري ڀرپور رهي ۽ ڪڏهن به اجلاسن ۾ ڪورم جو مسئلو نه رهيو اڳتي هلي اسان جا مخالف دوست به اسان جي هِن سنگت جي پلائيءَ واري قدم کي ساراهڻ لاءِ مجبور ٿيا.

سال 1997ع کي، سنگت جو گولڊن جوبلي سال ڪري ملهائڻ جو فيصلو ڪيو ويو هيو جنهن تحت سنڌ جي سمورين شاخن، سڄو سال ننڍا وڏا ادبي پروگرام ڪرايا. آخري پروگرام مرڪز پاران حيدرآباد ۾ رٿيو ويو هيو ان تاريخ ساز ۽ شاندار پروگرام جون سموريون تياريون مڪمل ڪيون ويون هيون. گولڊن جوبلي سال جي حوالي سان سوونيئر، فائيل، ليٽرپيڊ، بال پينون، چابيءَ جا ڇلا، بيجَ، ايوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ تيار ڪرايا هئا (جيڪي آيل مهمانن ۾ ورهايا ويا). 28 ڊسمبر جي صبح جو جڏهن سنڌ ميوزيم، حيدرآباد جو ممتاز مرزا آڊيٽوريم، سنڌ جي ڪُنڊ ڪُڙڇ مان آيل سينئر ۽ جونيئر اديبن سان ٽمٽار ڀريل هيو تڏهن ئي، سنڌ جي عظيم سرجڻهار شيخ اياز جي وفات جي خبر وڄ وانگر سمورن ويڙن تي (۽ سڄي سنڌ تي) ڪِري ۽ جشن جو ماحول، ڏک ۾ بدلجي ويو. گولڊن جوبليءَ جي تقريب کي شيخ اياز جي تعزيتي ريفرنس ۾ تبديل ڪيو ويو ۽ اها ڳالهه به تاريخ ۾ سدائين زنده رهندي ته عظيم شاعر سائين شيخ اياز جي تدفين کان اڳ ۾ ئي هڪ تمام وڏو تعزيتي اجلاس ’سنگت‘ پاران ٿي گذريو. سڄي دنيا اندر ادب جي تاريخ ۾ اهڙو ڪو به بيو مثال نٿو ملي.

28 جون 1998ع تي حيدرآباد ۾ ڪالاباغ ڊيم خلاف تمام وڏو مظاهرو ڪرايو ويو جنهن ۾ سنڌ جي لڳ ڀڳ 400 سؤ تمام ناليوارن ڏات ڌڻين، اُستادن ۽ سياستدانن شرڪت ڪئي. اهو تاريخي مظاهرو سيشن ڪورٽ کان شروع ٿي، گاڏي کاتي، گول بلڊنگ کان ٿيندو پريس ڪلب تي ڀرپور نموني احتجاج

ريڪارڊ ڪرائڻ کان پوءِ ختم ٿيو. اخبارن ۽ ميڊيا جي ٻين ذريعن، ان مظاهري کي، اديبن جو تاريخي مظاهرو ڪري رپورٽ ڪيو.

پنهي سالن جي عرصي ۾ سنڌ جي ٻرندڙ قومي، سماجي ۽ ادبي مسئلن تي سنگت پنهنجو واضح موقف جاري ڪندي ۽ احتجاج ڪندي رهي. سنگت جي سمورين شاخن سان، مون سيڪريٽري جنرل جي حيثيت ۾ باقاعدي رابطو رکيو. اڪثر شاخن جي پروگرامن ۾ شرڪت ڪئي ۽ تنظيمي دؤرا ڪيا. ٻن سالن ۾ شاخن ڏانهن ٻن هزارن کان مٿي خط ۽ رپورٽون وغيره اماڻيون ويون ۽ سمورو ريڪارڊ محفوظ ڪيو. منهنجن ٻين ساٿين پڻ پنهنجن ذميدارين کي بهتر نموني نڀايو ۽ شاخن سان رابطي ۾ رهيا. ورثي ۾ مليل روايتن کي قائم رکڻ سان گڏ، ڪيترن ئي نين روايتن کي جنم ڏنو ويو جنهن جي ڪري سنگت جي ساک ۾ اضافو ٿيو. سنگت کي مالي طور مضبوط ڪرڻ لاءِ اُپاءَ وٺندي سگهارا بُنياد وڌا ويا. ناميارڙي شاعر هدايت بلوچ کان مرڪزي آفيس لاءِ فيڪس مشين سوکڙيءَ طور حاصل ڪئي وئي. سنگت گولڊن جوبلي ڪانفرنس جي سلسلي ۾ ڪيل تياري لاءِ سنگت ۽ ادب جي گهڻگهري محترم حبيب الله ڀُٽي کان مالي سهڪار حاصل ڪيو ويو ڪوشش ڪئي وئي تہ ايوارڊن توڙي پروگرامن جي سلسلي ۾ ٿيندڙ خرچ جو بارُ سنگت تي نہ پوي. بهتر ڪارڪردگيءَ جي سلسلي ۾ ڪيل ڪمن جو وچور هيٺينءَ ريت آهي:

**تنظيمي ڪارڪردگي:**

- سنگت جا سمورا ڪاروباري ۽ سنڌ ڪائونسل جا اجلاس وقت سِر ڪوٺايا ويا.
- سنگت جي سمورن اجلاسن ۾ مرڪز پاران شاخن جي نمائندن کي فائيلَ، پين ۽ پنا فراهم ڪيا ويا. جيئن اجلاس، هڪ فعال تنظيم جي ڊيڪورم واري اجلاس جو ڏيک ڏين.
- لڳ ڀڳ 50 غير سرگرم شاخن جو الحاق رَد ڪيو ويو.
- وڏي تعداد ۾ سنگت جي مونوگرام سان سجايل فائيلَ، ليٽرهيڊ ۽ لفافا ڇپائي، ورڪري لاءِ موجود ڪيا ويا. جيئن سموريون شاخون يونيفارم اسٽيشنري استعمال ڪن ۽ تنظيم کي ٻين ادارن ۽ فردن پاران احترام جي نظر سان ڏِٺو وڃي.
- سال 1999ع جي مختلف صنفن جي بهترين ڪتابن تي ايوارڊ ڏنا ويا.
- سنڌ ـ سنگت جي اڳوڻي باڊيءَ کي نوابشاهہ ۾ الوداعي پارٽي ڏني وئي.

**پبليڪيشن:**

- سنگت جو نئون ترميم ٿيل آئين ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

- نامياري شاعر تاجل بيوس جو نَون ڪتابن تي مشتمل ڪتاب "ڏوريان ڏوريان مَر لهان" سنگت مرڪز پاران شايع ڪيو ويو.
- نامياري شاعر فتاح ملڪ جي ڪالمن جو ڪتاب "ٻُري هِن ٻنيور ۾" ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.
- سنگت پبليڪيشن جو بُنياد وجهي، هڪ پرچو ۽ هڪ سووينئير شايع ڪيو ويو. پرچو مرڪزي جوائنٽ سيڪريٽري وسيم سومري جي ادارت هيٺ شايع ٿيو.
- سنگت پاران هر اجلاس جي رپورٽ، ايجنڊا شاخن ڏانهن خط ۽ ٻي لکپڙهہ ڇپيل صورت ۾ پڌري ڪرڻ جو رواج وڌو ويو جنهن تي پڻ هئي سال پابنديءَ سان عمل ٿيندو رهيو.
- سنگت پاران ميمبري ۽ نامزدگي فارم، شناختي ڪارڊ، بيجَ، ووٽرلسٽون وغيره پڻ شايع ڪرايون ويون.

نيون روايتون:

- سنڌ جي سينيئر توڙي جونيئر اديبن ۽ شاعرن کي سنگت سان سلهاڙيل رکڻ لاءِ سندن جنم ڏينهن تي سنگت۔ سنڌ پاران واڌاين جو ڪارڊ موڪلڻ جو سلسلو شروع ڪيو ويو ۽ اهو سلسلو هئي سال پابنديءَ سان جاري رهيو ۽ سمورن ادبي حلقن ۾ ساراهيو ويو.
- سنڌ۔ سنگت پاران هئي سال، پاڪيٽ سائيز ڪيلينڊر ڇپائي پڌرا ڪيا ويا، جن مان هڪ تي سنگت جي سمورن چونڊيل ۽ قائم مقام سيڪريٽري جنرلن جون تصويرون ۽ هئي تي، عظيم شاعر شيخ اياز جي ياد ۾ سندس تصوير ڏني وئي. اهو سلسلو پڻ عام ماڻهن تائين سنڌي ادبي سنگت سان شناسائيءَ ۽ ناماچار جو سبب بڻيو.





امداد حسيني

## پيچ پاڳارا!

[سورهيه بادشاهه جي شهادت جي ڏهاڙي تي]

(1)

ڏس روان دوان آهي
هن سمهٔ جي ساگر تي
تيز تيز ڌارا
ٽُڙي ويا ٽُڙڳن
سِجَ، چنڊ ۽ تارا!

اکڙيون پسن پيپون
سَتَ رنگ نظارا
ڪن ٻڌي رهيا آهن
"پيچ پيچ پاڳارا"
هيءَ جا صدا آهي
روشني اهائي آ
زندگي اهائي آ!

## پيچ پاڳارا!

(2)

هيءَ شفق اُفق تي، يا
سونَ کي پگهاري، ڳهه
ٿا گهڙين سونارا!

چنڊ رات آهي، يا
ڪپهه کي لٽن ڪارڻ
ٿا پڃين پيڃارا!

ڏينهُن شينهُن آهي، يا
ڪا صدا پئي گونجي
"پيچ پيچ پاڳارا!"

♦

## ٽيڙو

لَٽجي ويا سنپ لَنگهه،
ڪُٽجي ويا ڳاٽي جيان.
حيدر ادجا هنگها!

—

چوري ٿيندي چو نه؟
ڪتن جي باهوڙ تي.
پاڳيو جاڳيو ڪونه!

—

ماٺهو هُو آهي،
وفا ڪندو ڪنهن سان چو.
ڪُتو هُو ناهي!

♦

ادل سومرو

## غزل

هي خواب جهڙا سکين جا رستا،
ستن۔ رنگن جا اکين جا رستا.

هوا سان گڏجي ڪئي سي ڳولا،
مليا نہ ليڪن پکين جا رستا.

پلي، اُجهامن اسان جا ڏيئا،
ملن اوهان کي بتين جا رستا.

هي خواهشن جو هجوم آهي،
اُجاڙ ٿيا ويا دلين جا رستا.

سڄي حياتي سفر ۾ گذري،
اسان لتاڙيا صدين جا رستا.

وڏن گهرن جي تمنا وارن،
چڏيا وساري جُهڳين جا رستا.

سموند ڪيڏو لُڇي پيو ٿو
سُڪي ويا هِن ندين جا رستا.

♦

## وائي

جيڪو توڏي وني وجي
اِهڙو درد کپي،
پيو ڪجهہ ڪين کپي.
تُنهنجو نانءُ زبان تي
داتا ڪيرُ جپي،
پيو ڪجهہ ڪين کپي.
دِلَ دروازو تُنهنجو
چُمي روز ٽپي،
پيو ڪجهہ ڪين کپي.
پڙهيم رسالو پيار جو
رکيم پيا تہ ٽپي،
پيو ڪجهہ ڪين کپي.

## هڪ زخمي ٽيڻل سپنو

اُهي ئي پيرَ جن تي اسان
ڪڏهن نيڻ پنهنجا رکيا ها گُلن جانْ
ڪتابن جيان هو اُنهن کي چُميو
گيتن جي پيتا ڪئي هئي ادب سان
سيئي خواب تن تان ها گهوري چڏيا.
مگر، وقت جا رنگ اهڙا بہ ٿيا
هُيا جي مقدس اُهي پيرَ سا ڳيا
اسان جي لتاڙي هليا دل ويا.

♦

## هڪ تمدني الميو

چاچا سائين!
اسان سيئي هاڻي
قاسم آباد ۾ آباد ٿي ويا آهيون.
فقير جي پڙ ۾
ڪوبہ فقير ناهي بچيو
پائي خان جي چاڙهيءَ تي،
هاڻي صرف پائي لوگ ئي رهن ٿا.
اسان جي هِن نئين شهرَ ۾
تمام سُهڻا ماڊرن بنگلا ٺهي ويا آهن
پر افسوس اِهو آهي تہ
اُنهن ۾ حيدرآباد وارا
روايتي منگهہ ڪونہ آهن.

♦

## محبوب سروري

### غزل

هن حُسن جي سرڪار جي بس ڳالهه ڇڏي ڏي!
گفتار ۽ رفتار جي بس ڳالهه ڇڏي ڏي!

هِن عشق جي آزار جي بس ڳالهه ڇڏي ڏي!
ڪنهن برهه جي بيمار جي بس ڳالهه ڇڏي ڏي!

ظاهر ۾ اٿس شوخي، مگر دل ۾ آ راضي،
انڪار ۾ اقرار جي بس ڳالهه ڇڏي ڏي!

هن پاڙي ۾ اڄ منهنجو پرين آيو آ شايد،
هر سمت کان هُبڪار جي بس ڳالهه ڇڏي ڏي!

سهڻا ته سوين ٻيا به نظر ايندا اوهان کي،
پر منهنجي سڄڻ يار جي بس ڳالهه ڇڏي ڏي!

اڄ ڪوبه ڪسر قرب ڪرڻ ۾ نه ڇڏي تو
پر پنهنجي پرين پيار جي بس ڳالهه ڇڏي ڏي!

شاعر ته سُٺا ٻيا به گهڻا ملڪ ۾ آهن،
’محبوب‘ جي اشعار جي بس ڳالهه ڇڏي ڏي!

## عنايت بلوچ

### غزل

چو دل ۽ جگر، سينو اکيون، روح رڙي پيا،
شايد سي سيئي تاب حسن جي ڪان سڙي پيا.

رخصت جي مهل پاڻ ته خاموش رهيو پر،
اکڙين مان سندس سُرمي رتل لڙڪ لڙي پيا.

هڪبئي کان جدائيءَ جي تصور کان ئي توبهه
اکڙين جي اشارن جا ڪيل قول پڙي پيا.

توريءَ حياتيءَ جو سفر سُيج سُجهي تو
ڪنهن کي ڇا خبر ڪيئن گذاريون ٿا گهڙي پيا.

هن هجر جي هاڃي تي ڪيم ضبط گهڻو پر،
نيڻن مان وهي نير، ڳلن تي سي ڳڙي پيا.

ڳوڙهن جو وهڻ ڪين رڪڻ راس نه آيو،
چپڙن ۾ سندس چاهه جا الفاظ اڙي پيا.

طارق عالم ابڙو

## غزل

سفر ساڳيو مگر منزل الڳ هئي،
هُوءَ پاڳل ڇوڪري بلڪل الڳ هئي.

ڇڳون بادل، اڪيون آباد وستيون،
پهاڙي پيچري تي پُل الڳ هئي.

وسي ساوڻ ڪري سيراب ٿر بَر،
ٿهڪ هن جي ۾ سا جلٿل الڳ هئي.

هئي پوپٽ، يا ڪوئي مُور جي ڪنب؟
مقدس باب ۾ سانديل الڳ هئي.

زهر سان هئي پريل ماکيءَ کان مٺڙي،
هرهڪ پَل ۾ لُنڊين ڪاڏل الڳ هئي.

لَکن جي ۽ ڪروڙن جي جَٽن ۾،
اُيي تلوار جان قاتل الڳ هئي.

خدا جو سُنهن خُدا جي سُونهن جو سُنهن،
هو ظالم 'ڏوڪِري' بابَل الڳ هئي.

—

مَنَ تي ڇانيو مونجهارو،
عشق ڇوي ٿو تنهارو.

موسمَ گُلَ کان اک ڦيري،
پَن ڇڻِ ٿيو هر ڪو چارو.

هر ڪُڙڪي تي دل ڌڙڪِي،
آئيني تي جيئن پارو.

تون جي ناهين او سانئڻ،
چنڊ بہ لڳي ٿو ويچارو.

دَردَ وڇوڙي جي ماکي،
دِل ۾ جوڙيو مانارو.

اکِ ۾ خوابُ هيس روشن،
پاڻ اُجهاڻل هو سارو.

لهرن تي خالي بيڙيہ
ڪينجهر، مان، تنها تارو.

وستي وستي سَئن هٽي،
سَڄُ وندي ٿو وڻجارو.



فوزيا بانو

## ٽڪري نظم

چون ٿا، خلا ۾ آواز محفوظ ٿي وڃن ٿا.
تہ پوءِ، منهنجي مرڻ کان اڳي
هڪ پيرو- فقط هڪ پيرو،
مون کي اتي وٺي هلي اُهي آواز ٻڌرائجو،
جتي هو مون سان گڏ کِليو هيو
مون سان گڏ رُنو هيو.

—

چنڊ تہ سرحد جي ٻنهي پاسي
هڪ جيترو چمڪندو آهي مِٺا.

—

ان شراب جي تاثير ڪهڙي هوندي..
جيڪو منهنجن لڙڪن سان مِلي
تهيو هوندو.

—

جڏهن رات جي سانت ۾ سپ
نانگ ننڊ جي ٽپڙي ۾ ويڙهجي
سمهي پوندا آهن، انهيءَ مهل
منهنجا رولاڪ خيال،
چتن ڪتن جيان منهنجو ماس
پَٽڻ لڳندا آهن.

—

بالجتيءَ کان ٻڌو اٿم:
تہ جڏهن ڪو مرندو آهي،
تہ هڪ تارو آڪاس مان ڇڏائجي
خلائن ۾ گم ٿي ويندو آهي.
تڏهن کان روز آڪاس ۾
ڏِسندي ۽ ڳوليندي رهندي آهيان،
اِهو تارو،
جنهن تي منهنجو نانءُ لکيل آهي.

—

مان فقط ايترو ڄاڻان ٿي تہ..
تون اهو آهين،
جنهن منهنجي اندر جا سمورا بند
دروازا
ايڏي تہ زور سان کوليا آهن
جو ان جي گونج ۾
چوڏسا تون ئي تون رهجي ويو آهين.

—

ٿڪي رهي آهيان
هن جي لفظن جي ٻاريل باھہ ۾،
ڪوئي وڃي هن کي چوي تہ:
منهنجي برف جهڙي وجود جي
ٿوري سرد مهري
مون ڏي بہ اماڻي.

♦

ابراهيم منشي

## اڳڪٿي

مان هوندس نہ هوندس
سو پاٽا نہ ڄاٽا.
سڳر ساٿ سڏبا
۽ مظلوم ڳڏبا
نوان ڳوٺ اڏبا
چوڙي ڇانگ ڇڏبا
نہ ظالم ڪي رهندا
نہ مظلوم مرندا
سياري نہ ٺرندا
اونهاري نہ ٻرندا
نہ محڪوم حاڪم
نہ ظالم نہ بالم
سڪيو سارو عالم
مان هوندس نہ هوندس!
سو پاٽا نہ ڄاٽا
نہ ڪنهن گهر ۾ ماتم
نہ وانگي ويڳاٽا
نہ گهوٽن ۾ گهاٽا
مان هوندس نہ هوندس
سو پاٽا نہ ڄاٽا.
جڏهن ڏينهن ٽپندا
مٿان مينهن پوندا
گلن گاهہ ٿٽندا
نوان ساز سُرندا
نوان چنگ ٻُرندا
ڪئين رنگ رچندا
نوان نينهن لڳندا
ٻوهيا ديس ٻهندا
ڏڪر ڏيهہ لهندا
نوان جام ڄمندا
نئين راهہ رمندا
نئين ڪاڪ اڏبي
نوان ايندا راٽا
مان هوندس نہ هوندس!
سو پاٽا نہ ڄاٽا.

آڪاش عامُر

## نظم

ڇيهہ نہ آهي شمشانن جو
هر ارٿيءَ سان آءٌ جلان ٿو
هر هڪ اک ۾ رَتَ آ منهنجي
هر ڳوڙهي ۾ آءٌ لُڙهان ٿو

هرڪا تار ٽُٽي ٿي مون ۾
هر هڪ گيت ڇُپي ٿو مون کي
هيءَ ماٺار ڪفن آ ڪوئي
هر منشا کي مان ويڙهيان ٿو

ڪهڙي آ ٻيچ ٻاهہ ٻلا هيءَ
نيٺ اسان ۾ ڇا وکري ٿو
اڄ تائين سوچان ٿو آخر
ڇو وکري ٿو؟ ڇا ميڙيان ٿو؟

پيار ڪان ايئن ڪو مُنهن مٽبو آ
هر شيءَ تي ارواح نہ هِرڪي
خالي وڳ وڃن ٿا ڪاڏي
ڇو تن جي ويراڳ چڙهان ٿو

وقت ڪري چٽسالي پيو ٿو
هر ريکا ۾ راز لڪائي
پلڪون ڪائي پيڙ لکن ٿيون
هر راڏا کي روز پڙهان ٿو

♦

ايوب کوسو

## نظم

### زندگي ناهي سَتي!

هُر کُر نهارن جي ڏِسي هر لوڏ وارن جي ڏسي،
ٻيرن ٻُڏايو رات کي، تارن سُٽايو تاتَ کي،
ٿهڪن گهُلڻ ناهي ڇڏيو ٻيرن رُلڻ ناهي ڇڏيو
سارنگ سُٽايو ماٽ کي وڻ وڻ ڇيو برسات کي
ڪاروڪفن اوڍي ڪِٿي ڪا دلبري ناهي سُتي!
ناهي سُتي ناهي سُتي هِيءَ زندگي ناهي سُتي!

توڙي ڪهاڙين آ ڪپيو ڦهري ٻُچاڻن آ لڪيو
ڪارين بندوقن آ ٻڪيو ناڱن جيان نظرن ڪڳيو
ڏِس خواب نيڻن کي ڪٿي ڦاهِي ڇُهي ناهي سگهي
توڙي عذابن آس کي سنگهرون هٽي آهي ونگيو
ناهي ڪنڌن پر تُوڙتي چاهت ڳُنواري ڪا ڪُٽي!
ناهي سُتي ناهي سُتي هِيءَ زندگي ناهي سُتي!

ڏاتتا ڪٽي ڪٽڪن جيان لُٽبي رهي آ ٻيوسي
ڳاٽا ڪٽي لوڙهن مٿان ڏِسي ڪا شاعري آهي سِڪي
ڳاڙهيون اکيون رستن ڏِسي ڪا شاعري آهي سِڪي
اُلڪا ڪٽي هر مُند ۾ ڪلندي رهي آ عاشقي،
ڪانون مٿان هلندي بہ ڇُوڙين جيان ناهي ٽُٽي!
ناهي سُتي ناهي سُتي هِيءَ زندگي ناهي سُتي!

ڪوئي ڪري ڀِل خاطريون ناهن اُجهاڻيون آرسيون
ديوار ڍاهڻ لئہ رُڏل آهن هزارين آڱريون،
گهُمنديون رهن ٿيون نازملن گس گس گلابي چادريون
توهر ڪٿبا ڳُنيت جُمي ڳُنڍيون رهن ٿيون ڪاڻيون
آهي هٿن لئہ اُن ڪري ٿرتي منجهان ميندي ڦُٽي!
ناهي سُتي ناهي سُتي هِيءَ زندگي ناهي سُتي!

♦

## غزل

مٽيو وڃن مٽيو وڃن جِتان ڪِٿان ڦٽيو وڃن،
اکيون تہ ڪي عقاب هِن جهٽن سلن دل جهٽيو وڃن!

اِها نہ ڳالھ ڪُوڙ آ، دغا جي مُنهن ۾ ڏُوڙ آ،
ڏسي گلاب صُورتون هينئين تان غم هَٽيو وڃن!

ملڻ جا پل بهار جي مزاج جيئن حَسِين هِن،
پرين بنا تہ موسمون سَتون ڏيو سَٽيو وڃن!

ڪهن ٿيون بي حجاب ٿي اُداس راتڙيون رَتل،
وراڪا ڏئي اُتاولا وڇوڙا تا لَٽيو وڃن!

زماني جو رواج آ، ڪجهي ڪجهي ڪجهي بہ چاھ؟
ٽِڙڻ کان اڳ عداوتون گُلن جا ڳل پٽيو وڃن!

گهَڙيءَ گهَڙيءَ جي هِيءَ ڪَڙي نندي نہ ڳالھ آ وڏي
اميد جي خُمار تي صدين جا پل ڪَٽيو وڃن!

عجب ڪجي ڇو دلبرو جفا بہ هڪڙي راند آ،
وفا ڪي اڏ ڳُنو ڪري ڪي چاهتون گهَٽيو وڃن!

♦

حفيظ باغي

## غزل

حياتي جنگ هُئي هڪڙي وڙهيلسين ۽ مري ويلسين
اسان رڻ ۾ پکين وانگر رڙيا سين ۽ مري ويلسين

نه موسم ئي هيو چاهيو ته خوشبو تي رهون جڳ ۾
اسان تورن پلن جي لئه تڙيا سين ۽ مري ويا سين

نئي منصور هئاسين جو شريعت ڪئي وئي لاڳو
پرين بي ڏوهه ڦاهيءَ تي چڙهيلسين ۽ مري ويلسين

اسان معصوميت جي دور جي هڪڙي صدا هئاسين
اجايو عشق الهجن ۾ اڙيا سين ۽ مري ويا سين

اوهان ناهيو اسان جا ميت 'باغي' ڪي پيا آهن
اوهان جا آخري جملا پڙهيا سين ۽ مري ويا سين

## ڏيڏوٽا

هو يار مليو آهي،
جڻ خودڪش حملي سان بمبار مليو آهي

ڪيڏو نه ڏکيو آهين،
اي ديس ڏٺي سڀ ڪجهه هوندي به بکيو آهين!

هاڻي ته مياڻيءَ جو
جڻ درد ئي ساڳيو آ، هن سنڌ نماڻيءَ جو

ڏاهر جي ڪهاڻيءَ جو،
تو سچ نه ڄاتو آ، تهذيب پراڻيءَ جو

ها پيار جو پابند تي،
مان يار ٿيان سرمد ڪو هاءِ اپيچند ٿي

مون لاءِ وطن آهي،
درياهه جي پاسي ۾ محبوب هُو سَنُ آهي

اڌرات جو ويلو مان،
۽ دک هيو پر ۾ ڪمري ۾ اڪيلو مان

چو هاڻ به ٿيو آهين،
تون ڪالهه جيان ساڳيو رت چاڻ به ٿير آهين

تو ياد ڪيو آهي
هُس آءُ مثل پيهر جڻ ساهه پيو آهي

مخمور بخاري

## ڪتائون

ڪتائون - ڪتائون
هي جيون ڪتائون
ڪتائون - ڪتائون!
اسان لاءِ ته ناهي
ڪو چوڙين جو ڪڙڪو
نه ڪنهن هٿ جو لمس
نه پاڪر جي موسم
نه ساهن جي سَرسَر
نه ميندي جو خوشبو
نه حجابن جي موسم
اسان لاءِ ته آهي
عذابن جي موسم!
جفائن جي موسم!
اسان جون ڪتائون
خوابن بنا جيون ڪتائون
ڪنهن ودوا جي اُجڙيل
سينڌ جيان بي رنگ ڪتائون!

♦

رخسانہ 'پريت'

## غزل

بتن جي بندگي ڪندو ناهي،
زبان هو زندگي ڪندو ناهي.

آهي هر هر هو آرسي ڏسندو
پنهنجي صورت چٽي ڪندو ناهي

بي وفا سڀ کي آ سڏيندو پر
خود وفا ڪنهن سان بي ڪندو ناهي

رڳو ماڻهو چو خودڪشي ڪن ٿا،
درد چو خودڪشي ڪندو ناهي؟

خود حقيقت پسند نٿو بڻجي!
وقت سچ پچ ٺڳي ڪندو ناهي.

پڙهو اکڙين جون پاڻ تحريرون،
ڪير سڀ ڪجهه سچي ڪندو ناهي!

پرين پاڻهي آ پيار ٿي ويندو
ڪير ڪنهن کان پڇي ڪندو ناهي!

—

ڊهي بيهر ٺهي ويا آهيون،
درد ڪيڏو سهي ويا آهيون.
وڏين اوچائين تي پهتاسين،
هُن جي دل تان لهي ويا آهيون.
وڙهون ساهيءَ بنا، نہ چئي ڪوئي
حالتن سان ٺهي وَيا آهيون.
مجون آ وهہ ڳڙي حياتي، پر
جيئڻ لئہ سا ڳهي ويا آهيون.
ايئن لڳي زندگيءَ جي نيڻن مان،
لڙڪ بڻجي وهي ويا آهيون.
پريت دنيا ڪٽي رهڻ جهڙي،
پوءِ بہ ان ۾ رهي ويا آهيون.

نيٺ ايندو آس ۾ آهيون اسين،
ڪنهن وڏي وشواس ۾ آهيون اسين.

لوچ، سڏڪا، درد پيڙا، نيٺ هي ڇا؟
عشق جي اڀياس ۾ آهيون اسين.

پيار جي احساس ايئن اُوچو ڪيو
ڄڻ اُڏيا آڪاس ۾ آهيون اسين.

ڇا سنڌءِ من ۾ بہ موهہ آ ساڳيو
ان ٿي بڏتر قياس ۾ آهيون اسين.

نيٺ اوسيئڙا بہ ماڳ ماڻيندا،
بس انهيءَ احساس ۾ آهيون اسين.

ايترو اوتيوسين پوءِ بہ ڄڻ اُڃيا:
'پريت' ڪهڙيءَ پياس ۾ آهيون اسين

◆

## گل ڪونڌر

### غزل

ڏُکن ڏوجهرن سان نڀائي ٿا چاٽون،
سُٺن سانورن سان نڀائي ٿا چاٽون

اُميدن جو ڏيئو اجان پيو ٻري ٿو
ڏَتن، آسرن سان، نڀائي ٿا چاٽون.

وفائن کي طلبيو اسان هو خدا کان،
ڪنڊَن ٻاٻرن سان نڀائي ٿا چاٽون.

آهي هوءَ جي شاعر، پلي ٿي هُجي،
اسان شاعرن سان، نڀائي ٿا چاٽون.

محبت جي ناتي اسان 'گُل' پلي پت:
پَلن ۽ ٻُرن سان، نڀائي ٿا چاٽون.

♦

## امير ميرواهي

### غزل

فنا جو سفر ٿئي انائون پيارا...
وري وقت جون ٻڌ صدائون پيارا.

جفائون ڪي جڙ کان اُکاڙي ته ڇڏ تون
سدا پال دل ۾ وفائون پيارا.

ڪڙي رک نظر تون زماني تي هر دم
دِلي يار ڪن ٿا دغائون پيارا.

اندر ۾ رکن ٿا بيائي ڪي ماٺهو
لَبن تي بيون هن ادائون پيارا.

اُڏامي تِنين جي متان آسري تون
ڪٽي سات ڏيندءِ هوائون پيارا.

سدا سار اُن کي ڏنو ساهُ جنهن ٿئي،
ڇڏي ڏي بين جون ٿنائون پيارا.

## مختيار سهتو

### غزل

اڳيارڙيءَ تي ڏسو سوچي!
پڇارڙيءَ تي ڏسو سوچي!

لڳي هوندي ڪتي پاڻهي!
اُمارڙيءَ تي ڏسو سوچي!

اڪيلايون حياتيءَ لئا؟
بي پارڙيءَ تي ڏسو سوچي!

ڪبي تي ڪنڌ پنهنجن جا
ڪهارڙيءَ تي ڏسو سوچي!

ٻُڪين پيٽن هُئي ناهي،
هن مارڙيءَ تي ڏسو سوچي!

صديون اڳتي پيا سوچيو!
ڏهارڙيءَ تي ڏسو سوچي!

پچارڙيءَ جو پتو پوندو!؟
مُهارڙيءَ جي ڏسو سوچي.

♦

## عاجز امتياز نوحپوٽو

### گيت

هيرن ۾ آ هيرو چڻ ڪا ڇوڪري ۾ آ ڇوڪري،
سهڻي آ ڀرپور.

مُنهن موڪرو نيڻ نشيلا، وار ڪُلهن تي ڳلڙا پيلا،
لال گلابي لبڙا جنهن جا، وسري ناهي مُور.
سهڻي آ ڀرپور.

ٻانهن ۾ چوڙين جو ڇمڪو پيرن ۾ پايل جو ڇمڪو
ڪپڙن تي ته ستارن ڪيڏو شور مچايو نُور.
سهڻي آ ڀرپور.

تي پيو آهي عاجز اُلڪو دل ۾ اهوئي ٺهڪو ڪُٺڪو
شايد نوحپوٽي ڪان هوءَ، ويندي اڄ وَهَلُور.
سهڻي آ ڀرپور.

♦

## عاشق چانديو

### غزل

اڱڻ تي يار جيئن آيو رقيبن کي لڳي سِرَ جي،
اسان جهومي نچي ڳايو رقيبن کي لڳي سِرَ جي

ٺنڊين بس آگريون تن جي اچي ويون رات محفل ۾،
سجڻ مون کي جو سڏرايو رقيبن کي لڳي سِرَ جي

گهٽن جا ويا لهي ڇهرا گهٽن کي ٿيا پگهر جاري،
رهين کي پاڻ هيسايو رقيبن کي لڳي سِرَ جي

ڪٿهن دوريون ڪٿهن ميلا مگر هر حال ۾ "عاشق"،
اسان هو ڪونه گهبرايو رقيبن کي لڳي سِرَ جي

♦

## شير محمد هاليپوٽو

### غزل

گلابن کي مروڙي ٿو
هرڻ جيئن هانءُ ڊوڙي ٿو.

ڏکو ئي رت رهيو ناهي،
بدن ظالم وِلوڙي ٿو.

ٻڏي ٻُک کان رسو نينگر،
سِسِيءَ ۾ ساهه نچوڙي ٿو.

ڏنم ڪُڙمي هٽي ڪوڏر،
پگهر ۾ پاڻ ٻوڙي ٿو.

اسان جي پيار جو ڪڻ ڪڻ،
زمانو ڇو اُڏوڙي ٿو.

سدائين موررّا مانجهي،
ڪلاچي ڪُنُ ٻوڙي ٿو.

انهي رهزن کي سمجهايو
ڪِلاشنڪوف ڇوڙي ٿو.

سِٽن ۾ سچ لکي شاعر،
غزل کو "شير" جوڙي ٿو.

♦

امين اُڏيرائي

## غزل

دنيا جا ڪم ڪار وساري ڇا پيو سوچين؟
تنها ويٺو سمنڊ ڪناري ڇا پيو سوچين؟

اڄ بہ گهر جي چلهہ نہ جاڳي رات لڙي وئي،
پيٽ بکيا تون پار سمهاري ڇا پيو سوچين؟

خالي گهر ۾ ڪنهن جون يادون آرامي هن،
حسرت سان گهر ڏانهن نهاري ڇا پيو سوچين؟

اکڙين جي آکيرن مان سڀ خواب اڏائي،
پنبڻين تي ڪجهہ لڙڪ وهائي ڇا پيو سوچين؟

احساسن جا سڀ ڪبوتر ڪالهہ مري ويا،
جذبن جا تون باز اڏاري ڇا پيو سوچين؟

ساهن جا آواز لڪائي پٿر بنجي،
پنهنجي هٿن سان پاڻ کي ماري ڇا پيو سوچين؟

ذهنن تي آ اونداهيءَ جو راڄ 'امين'،
لفظن جا تون ڏيئا ٻاري ڇا پيو سوچين؟

عابد مظهر

## نثري نظم

يورپن جي هوٽل ٻاهران
پُرسوز فضا جي رنگن ۾
مون توسان اظهار ڪيو هو
پنهنجي محبت جو.
هڪدم تو مون کي چيو.
ڪِنا، ڪوجها ماڻهو!
پيار تہ ڪنديس،
پر توسان ڇو...
آئيني ۾ شڪل ڏٺي ٿئي.
هٽ ٻڌي مون عرض ڪيو هو.
مان جو توسان پيار ڪيان تو
اهو تہ ڪِنو ڪوجهو ناهي.....

مهر النساءِ لاڙڪ

## غزل

جوڳي لتاڪي بر ۾
تمڪيو ڏيئو ڏهر ۾

تنهنجي مجتن سان،
سنجوڳ ٿيو سفر ۾

لاشن ڏٺو ٿي بيني،
هڪ لاش هو گٽر ۾

منهن ۾ ملوڪ ڪيڏا،
ڪارنهن پريل اندر ۾

ماڻهو وڙهيا، گِريا پيي،
بيٺا ڪُتا هٿا ير ۾

ڪنهنجي ڪتا نظم جيئن
ڪو تهڪ ڏي نثر ۾

ان جي قبر تي ڏيئا؟
اونده هئي جنهن جي گهر ۾

♦

رحيم داد جوڳي

## نثري نظم

جڏهن هيءَ رات جي خاموشي
وڇوڙي جي عذاب جهڙي!
جڏهن دل اڇي ٿي پرجهي
تہ ڪجهہ لکجي ٿو وچي
حال هن دل جو!
ننڊپڻ گذري ويو
راند ۽ روند ۾
آيا ڏينهن جوانيءَ جا
آهي هزار معنائون زندگي!
ڪهڙو ڪهڙو حال لکجي
تتل ڏينهن ۾ ٻرجي ڇانءَ لکجي
يا وڙي سياري جي ڏينهن جي شام لکجي!
آهن لهندڙ سج ڏنا
ڏکيا ڏکيا پاڇا ڪجين جا
ڳوٺ جي گهٽين ڪي.
ماڻهن سان ڀريل اوطاقون
ويران ٿينديون پيون وڃن
وڻن جي خاموشي جهڙي
زندگي پنهنجي!
ڏرتيءَ جاوا صدين کان
هڪٻئي جو وڇوڙو
برداشت ڪندا پيا اچن!
ملڻ جا ڏينهن
جڻ تہ هجن اکين جو خواب
اجا ڪيستائين
پلا اسان ڪي برداشت ڪنديون
هي بي جان پتيون گهرن جون!!!

◆

آصف اصغر پنڌ

## غزل

شور ڇا! دِل ۾ ٿرٿلو آهي،
وقت جو بوز مرحلو آهي.

تون رهي پئو اڄ شام جو مون سان،
سڪ جو جانان مسئلو آهي.

پيار ڏي پنهنجو پيار ڏي پنهنجو
پيار جيون جو حوصلو آهي.

موهہ منظر ۾ تو سوا ناهي،
هي نظر دِل جو فيصلو آهي.

غير جي سوچن ڪي ڏِڪاري ڇڏ،
غير جو ڪِرتو فاصلو آهي.

تِس ڇڇڻ تنهنجي سان ڇڇي پوندو
ساهہ جو نرم سلسلو آهي.

◆

جمن احمداڻي

ٽڙي نظم

### وفا جو گهر

گُمنام شهر ۾،
وفائن جا گهر ڳولهيندي
هُن پنهنجو روح ڦٽي وڌو.
ڇو ته-
گهر ته مليا پٺي پر،
ڪِرائي تي!!

–

### سوديبازي

خُوبرُو عورت،
الله جي نالي خيرات گُهري،
وراڻيم-
منهنجيءَ ڳل تي رب
جي نالي هڪ چُمي ڏي!
هُن، پنهنجا چَپ
منهنجي ڳل تي رکيا ۽ مون،
ڏهه روپيه سندس هٿ تِريءَ تي.
فرشتا مُنجهي پيا،
خدا جي نانءَ تي ڏنل خيرات
ڪنهن جي کاتي ۾ لکون!؟

♦

نماڻو صديق مهيسر

### غزل

ديس منهنجي جون هوائون او پرين،
پيون چمن تنهنجون نگاهون او پرين.

ڏرتتيءَ جو تو ڪيون منهنجي مٿان،
پنهنجي وارن جون گهٽائون او پرين.

ناز سان مرڪي ملڻ تنهنجو وري،
تنهنجون موهن پيون ادائون او پرين.

تو هنئي سرخي چپن تي پئي جڏهن،
دل گهريون تو لئه صدائون او پرين.

پيار مان آرس پڇي تو جو ڏنو
ويون ملي دل کي شفائون او پرين.

مون تڏهن مرڪي ڇيو وچ عاشقي،
ڏني 'نماڻي' کي پناهون او پرين.

♦

### اطهر منگي

## غزل

توسان جواکيون مِليون چرڪِي پيون!
زندگيءَ جون، حَسرتون، جاڳي پيون!

تُنهنجي پنهنجائپ مِلي ايڏي پرين!
سَڀُ رُتُلَ، خوشيون وريءِ، ٻرِچي پيون!

مون کي، تو تي آهه اَڻَ کُٽُ، ڀروسو
عظمتن جون عظمتون، اُلجهي پيون!

چند يادن جو جَڏهن ٻيي، چِمڪيو
شعر، سُهڻيون سِٽُون، سَرِجي پيون!

نَفرتن سان، گهاريو اَطهَرَ! مگر،
هاڻ يارو! مَحُبَتُون، پِهچي پيون.

◆

### نياز خالدي

## نظم

اصول وارو جو انسان آهي،
سدائين گهڻو سو پريشان آهي.
امير رکي امير سان رستو
غريب ڏي ڪنهن جو ڌيان آهي.
چڱائي ڪري رکي چڱي اميد،
اج وڏو اهو نادان آهي.
اهڙا ٻه آهن مرڪندڙ چهرا،
اندر جن جو ويران آهي.
دوستن ۾ لڪل آهن دشمن،
اخلاقي جرئت جو فُقدان آهي.
رَتُ ٿيو سفيد خود غرضيءَ سبب،
هر گهر اج سُنسان آهي.
ملن ٿا ماڻهو مفاد خاطر،
ڪير ڪنهن جو قدردان آهي.
اڪيون ٿيون ٻڌائن اصل حقيقت،
ظاهر ته هر ڪو مهربان آهي.
نياز دنيا جو دستور ڏسي،
هر وقت ڏاڍو حيران آهي.

◆

### رابعه نثار تنيو

## نثري نظم

زندگيءَ جا هي سيئي پل،
تنهنجي يادن ۾ گُذاريءِ
توکان ايڏو ڏور گهاريءِ
جِي سگهان ٿي.
ها مگر، او سانورا!
هن شرط تي،
تون منهنجو ٿين، يا نه ٿئين پر،
تنهنجي محبت منهنجي هونديءِ
هر هڪ حسرت منهنجي هوندي

◆

## امان صالحان جي وڇوڙي تي



[ماءُ جي محبت بابت مان احساسن جي پلا
کهڙي ورڪا ڪري سگهان ٿو هي شعر
ڪڏهن بہ مُن جي ماءُ جي تصوير نٿا ڪڍي
سگهن. هي شعر صرف منهنجا بہ تي لڙڪ
آهن. جيڪي 'امرتا' جي پنن جي سهڪار
سان مان، ماءُ کي پيٽا ڏئي سگهان.
-وسيم سومرو]

## امان جي قبر تي

هيءُ مٽيءَ جي قبر تون نہ چئُہ!
هيءُ تہ جيجل جو سو پيٽ آ.
جنهن ۾ آءُ هئو ڏهہ مهينا پليُس.

ڏسان ٿو خواب ۾ آءُ!
بتيءَ جي وَٽِ کي سوريہ
امان ڪئي روشني هوندي
سُکن جي سِج اُپارڻ لئہ.
ڏکن ۾ پاڻ کي توريہ
امان ڪئي روشني هوندي
اُٿي اڌ رات جو چِرڪي،
ستارن سان اندر اوري،
امان ڪئي روشني هوندي
نچوئي نُور پوتيءَ تي،
سڀُا رنگين کي سوريہ
امان ڪئي روشني هوندي
ٻچن جي لئہ ڪري پورهيو
ڏِهاڙن جو سفر ڏوريہ
امان ڪئي روشني هوندي

—

سڏي هئي سينڊ جيجل جي،
وڏا ها وار آيل جا.

ٻنل چوزن جيان آهيون،
ڇهه ئي اج ٻار آيل جا.

ويجون وڪري نہ ٻچندي هئي،
هئاسين هار آيل جا.

اکين آڏو ڪري ڳوڙها،
پچون ٿا پار آيل جا.

ڏئي ريڙهيون پيا ڳوليون،
پَٽَن تي پيار آيل جا.

—

منهنجي جيجل جيجل هئي،
سو پل سُرهو جو پل هئي.

هي مُڪڙيون ۽ هي گل هن جا،
ساري ويڙهي جي ول هئي.

ٻاجهه نبين جيئن، ٻول ڳوَين جيئن،
ڪونج هئي، ڪِي ڪوئل هئي.

ڪير اچي جيئن اُجري دل جي،
نرم اِئين جيئن . ململ هئي.

ڏوهي يا ٻي ڏوهي مون تي،
ڪڪ ٻه نه سهندي، پاڳل هئي.

—

جيئن در ڪليو آڳڻ تي،
جيجل نظر نه آئي،
هر شيءِ جتي، اُتي هئي.

گهرُ، گُلَ ڪري ڇڏيو جنهن،
سا، ول نظر نه آئي،
هر شيءِ جتي، اُتي هئي.

گم تي وئي وٽن ۾،
ڪوئل نظر نه آئي،
هَر شيءِ جتي، اُتي هئي.

سُڏڪن جي پاڪرن ۾،
آيل نظر نه آئي،
هر شيءِ جتي، اُتي هئي.

ڪنهن پوٺر ۾ اُتي هئي،
هُوءَ پل نظر نه آئي،
هر شيءِ جتي، اُتي هئي.

—

دعا جو در هئي ماتا،
خوشيءَ جو گهر هئي ماتا.

اُڏامان! ڪيئن اُڏامان مان،
پکيءَ جو پر هئي ماتا.

مچين جيئن ٻارها، هن لئه،
اکين جو جر هئي ماتا.

خدا کان سُوال آ ڇا لئه،
نه پيغمبر هئي ماتا.

—

هڪڙي تڙ جي متان،
هڪڙو ٻڙ ئي هئي،
ها! امڙ ئي هئي.
ڪو خدا جو ڏنل ٻي ٻها،
خاص وڙ ئي هئي،
ها! امڙ ئي هئي.
مينهن جي منڊ ۾ مور جي،
ڇڻ ته رڙ ئي هئي،
ها! امڙ ئي هئي.
منهنجي خالي هئي جهولي وسيمَ
هُوءَ سپڙ ئي هئي،
ها! امڙ ئي هئي.

—

[امر تا: 109]

جيئن آزاد آهن پکي،
تيئن آزاد آ مايڙي

درد جون تيز لهرون مگر،
دل ۾ آباد آ مايڙي

مان اگهاڙو بکيو پارڙو
منهنجو فرياد آ مايڙي

ڏيهہ هي، آ ڏکويل سچو
ڪا ڪتي شاد آ مايڙي!

ٻيا سيئي ساڙهڪڙي طرف،
ٻي طرف داهہ آ مايڙي

—

امڙ جي جهڻ تہ پوتيءَ ۾
اکين جي ننڊ هوندي هئي،
اکين تي جيئن پوتي ڏئي،
هيون جيئن پوريون پنبڻيون،
پکين جو جهڻ تصور تي،
سنهرا خواب لهندا هئا.
الائي ڪيتريون، راتيون،
نہ آئي ننڊ آ مون کي!
تڏهن جهڻ پڪ ٿي وئي آ،
امڙ جي جهڻ تہ پوتيءَ ۾
اکين جي ننڊ هوندي هئي.

—

ڇا ڇا نہ ڇڏي وئي آ،
هوءَ ماءُ مٺي منهنجي.
رنگين رليون ٿاهي،
هڪ مڏ آڏي وئي آ،
ڇا ڇا نہ ڇڏي وئي آ.
هِن پار ڇڏي مون کي،
هُن پار لڏي وئي آ،
ڇا ڇا نہ ڇڏي وئي آ.
سُورن جو ڇڏي سورج،
تارن جي تڏي وئي آ،
ڇا ڇا نہ ڇڏي وئي آ.
ٻي رنگ اکيون خالي،
لڙڪن ۾ گڏي وئي آ،
ڇا ڇا نہ ڇڏي وئي آ.

♦

# جديد هندي شاعري

منگليش ڊبرال

## سفيد ديوار

شهر جي سڀ کان ڏکي سڀ کان سفيد
ديوار خالي آ هِنَ وقت
هن تي لکي سگهجي ٿو پنهنجو پورو
ڏَس پتو
ٿاهي سگهجن ٿا اهي چهرا
جيکي هاڻي ناهن رهيا.
تازي حادثي ۾ مرڻ وارن جو تعداد
ختم ٿيندڙ هِيءَ پوري صدي
لکي سگهجي ٿي انهيءَ ديوار تي.
هِڪَ ڇوڪري هِنَ تي
پنهنجي پاڙيسري ڇوڪريءَ جو نالو
لکي سگهي ٿي.
هِڪَ ڇوڪري پنهنجي سڀ کان وڏي
خواهش جو
هِنَ تي اظهار لکي سگهي ٿي.
هِن تي بکايل ٻارن جون تصويرون
لڳائي سگهجن ٿيون
گولين جا نشان ٿاهي سگهجن ٿا.
هِنَ تي نقش ڪري سگهجن ٿيون
قاتلن جوا کيون
۽ اُنهن جا خون ۾ ٻڏل هَٿَ
سڀ کان ڏکي سفيد ديوار
خالي آ هِنَ وقت
هن تي لکي سگهجي ٿي ڪابہ ڪويتا
ايندڙ صبح لاءِ ڪوئي پيغام
هن تي لکي سگهجي ٿو ايندڙ ويڙهہ جو اعلان.

•

ونود ڪمار شُڪل

## سڀ کان غريب شخص

سڀ کان غريب شخص جي
سڀ کان خطرناڪ بيماري لاءِ
سڀ کان وڏو ماهر ڊاڪٽر اچي
جنهن جي فِي سڀ کان وڏيڪ هجي
سڀ کان وڏو ماهر ڊاڪٽر
غريب شخص جي جهڳيءَ ۾ اچي
ٻهاري ڏي
جنهن سان ڪجهہ گندگي ختم ٿي سگهي
سامهون وهندڙ بدبودار ناليءَ جي
صفائي ڪري
جنهن سان ڪجهہ بدبو گهٽ ٿي سگهي.
۽ انهيءَ بيمار جي دِلي لاءِ
پري کان ميونسپالٽيءَ جي نلڪي مان
صاف پاڻي ڀري اچي
بيمار جي لڳن ڪي
پر سان بيٺل بدبودار سائي پاڻيءَ سان نہ ڌوئي
بيمار کي سرڪاري اسپتال ۾ وڃڻ جو
مشورو نہ ڏي
ٺوراٺتو ٿي
سڀ کان وڏو ڊاڪٽر سڀ کان غريب شخص جو
علاج ڪري
۽ فِي وٺڻ کان ڊڄي.
سڀ کان غريب ۽ بيمار شخص لئہ
سڀ کان سستو ڊاڪٽر بہ
تمام گهڻو مهانگو ٿيندو آهي.

•

كمار امبُجَ

## دنيادار ماڻهو

هن کي ايترو وقت هوندو آهي
جو سيني کي سلام ڪري پڇي سگهي تہ
ڀڏايو ڪيئن آهيو؟
پاڙيسريءَ جي ڏکن کي
هو مسڪرائي ڀڏندو آ
هُنَ وٽ خوبصورت لفظ هوندا آهن.
هڪ ڪاتو ڪليل آبينڪ ۾ هُنَ جو
۽ هڪ بيمہ پاليسي
هن جي ڊرائنگ روم ۾ گلدستي کان علاوه
هڪ ٻئي کي چمندڙ ٻن ٻارن جي
تصوير بہ لڳل هوندي آ.
ڪڏهن ڪڏهن هو سنگيت متعلق بہ ڳالهائيندو آ
رقص بابت پنهنجو ذوق بہ ڏيکاريندو آ
رام ليلا جي لاءِ چندو بہ ڏيندو آ
۽ وڏي گرمجوشيءَ سان هٿ ملائي چوندو آ
توهان سان ملي ڏاڍي خوشي ٿي
هُو ڪجهہ زمين خريد ڪندو آ
۽ ڪجهہ شيئرز
ڪجهہ پئسو هو گهر جي الماريءَ ۾ بہ بچائي
رکندو آ
لاڪر جي لاءِ بينڪ ۾ درخواست بہ
ڏيندو آ.
موٽر سائيڪل خريد ڪندي، زال ڏي
مسڪرائي ڏسندو آ.
۽ سوچيندو آ
”زندگي ڏاڍي خوبصورت آهي“
ان هوندي بہ دنيا دار ماڻهو
هڪ ڏينهن آئينو ڏسندي
پنهنجي موت جي باري ۾ سوچيندو آ
۽ روئڻ لڳندو آ.
خوف سڀ کان پهريائين
دنيا دار ماڻهوءَ جي
سيني ۾ داخل ٿيندو آ.

وِپن ڪمار اگروال

## بادشاهہ

جڏهن مان بيمار ٿيندو آهيان
سيني کي دڙڪا ڏيندو آهيان
سيئي منهنجا دڙڪا
خوشيءَ سان سهندا آهن.
منهنجي چوڻ تي
سيئي پنهنجا ڳمَ ڇڏي ڏيندا آهن.
پوءِ جڏهن ٿڪجي سمهي پوندو آهيان
۽ ننڊ ڪري اُٿندو آهيان
تڏهن محسوس ٿيندو آهي تہ دنيا ۾
بادشاهہ بڻجڻ جون پهريون خيال
ڪنهن بيمار کي ئي آيو هوندو.



[هندي نظمن جو هيءُ ترجمو
خورشيد اڪرم جي ترجمو ٿيل
ڪتاب ”جديد هندي شاعري“
تان ڪيل آهي. جيڪو
”تخليقڪار پبلشرز دهلي“ پاران
ڇپايل آهي.
ترجمو: منور سولنگي]

# ايران جو سفرنامو

•

الطاف شيخ

## ڪا بہ عورت وفادار ناهي:

داريس (Darius I) ڪير هو؟

شروع ۾ آءُ ٻڌائي چڪو آهيان تہ ايران ۾ جيڪي اتراهن ملڪن کان آريا آيا انهن ۾ وڏا ٽولا يا قبيلا ٺهي ويا. هڪ ميڊس ۽ ٻيو پرشن جنهن جو سردار سائرس هو جنهن جو هن کان اڳ ذڪر ٿي چڪو آهي. جنهن وقت سائرس ميڊس قبيلي تي حملو ڪري هن کي پاڻ سان ملايو ان وقت ميڊس (Medes) قبيلي جو سردار ارساميس (Arsames) هو. داريس دي گريٽ، هن سردار اساميس جو پوٽو هو. سائرس جي حملي ڪرڻ تي ميڊس جي سردار ارساميس پنهنجي سرداري پڳ تان هٿ ڪڍي پنهنجو تخت ۽ تاج سائرس حوالي ڪيو. سائرس هن جي پٽ هستاسپيس (Hystaspes) کي ايران جي ٻن علائقن (پارٿيا ۽ فريگيا) جو گورنر ڪري رکيو. داريس هن گورنر هستاسپيس جو پٽ هو. سائرس جي مرڻ بعد سندس ٻنهي پٽن ۾ هيڏي وڏي ملڪ تي حڪومت هلائڻ جو حال نہ هو. انهن جي مرڻ بعد داريس ايران (يعني سڄي پرشيا) جو بادشاهہ ٿيو. هونءَ بہ داريس جي هنن سان مائٽي بہ ٿي. سائرس کي چار ٻار هئا. ٻہ پٽ جيڪي پيءُ جي مرڻ بعد هڪ هڪ ٿي تخت تي ويٺو ۽ جنگين ۾ مارجي ويا ۽ ٻہ ڌيئرون شهزادي آرتي استون ۽ شهزادي اتوسا (Atossa) . هنن ٻنهي ڀيڻن جي شادي داريس سان ٿي هئي. داريس بعد هن جو پٽ زرقيس (Xerxes I) جيڪو تخت تي ويٺو اهو چئڻ تہ سائرس جو ڏوهٽو ٿي ٿيو. هن 486ق.م کان 465ق.م تائين حڪومت ڪئي ۽ پنهنجي پيءُ ۽ ناني وانگر ناليرو بادشاهہ ٿيو.

داريس بہ پنهنجي سهري سائرس، يا ڪٿي چئجي تہ اسان واري شيرشاهہ سوري وانگر ملڪ ۽ رعيت لاءِ ڀلا ڪم ڪيا. دارس هڪ ئي ڏٺي اهورا مزدا (Ahura Mazda) جي عبادت ڪئي ٿي. زوروسترين عقيدي مطابق اهورا مزدا اها وڏي هستي آهي جنهن کي ڪنهن بہ نہ خلقيو. ان ڪري زوروسترين عقيدي کي مزدا يا سنا بہ سڏيو وڃي ٿو. يعني مزدا جي عبادت.

- داريس بهترين سياستدان، آرگنائيزر ۽ ائڊمنسٽريٽر هو.
- هن پنهنجي پرشن سلطنت کي 20 صوبن ۾ ورهايو ۽ هرهڪ تي ستراپ (گورنر) مقرر ڪيو.
- هن سائرس وارو گادي جو شهر ڇڏي اچ واري شيراز پرسان پرسيپولس (Persepolis) نالي نئون شهر اڏرايو. سڪندر اعظم ايران تي حملي دوران هن شهر کي لٽي، ڦري آخر ۾ تباهه ڪري ڇڏيو پر هن جا ڪجهه کنڊهر اڄان قائم آهن جن کي دنيا جا ماڻهو ڏسڻ لاءِ اچن ٿا.
- داريس پنهنجي جيئري ئي پنهنجو مقبرو هن شهر جي پرسان هڪ ٽڪريءَ کي ڪٽائي ان اندر ٺهرائي ڇڏيو.
- هن بادشاهه نيل نديءَ کان وٺي سئيز شهر تائين ڪئنال ٺهرايو. ياد رهي ته ان وقت جي ايران (پرشيا) ۾ مصر به اچي ويو ٿي. مصر جي تاريخ ۾ داريس جي تمام گهڻي تعريف لکيل آهي جو هن مصر جي عوام لاءِ به ڀلا ڪم ڪيا ۽ انصاف سان حڪومت هلائي هو مصر جو فرعون پڻ سڏبو هو.
- هن چوڏاري رستن جي ڄار وڇائي. ماپ ۽ تور جا وٽ ۽ ماپا مقرر ڪيا.
- بهستون شهر جي پرسان هڪ پهاڙي تي داريس طرفان لکرايل عهد ناما ايران ۾ اينڊڙ ٽوئرسٽن لاءِ ڏسڻ وٽان آهن.
- ٻين پرشن بادشاهن وانگر داريس به غلاميءَ جي خلاف هو.

بهرحال 485 ق.م ۾ داريس جي وفات بعد سندس پٽ زرڪيس اول 465 ق.م تائين تخت تي ويٺو ۽ ان بعد ٻيا به ڪيترائي بادشاهه ٿيا پر هخامنشي (يعني اهڪيمينڊ) گهراڻي جا اهي ٽي ڄڻا سائرس، داريس ۽ زرڪيس مشهور ترين بادشاهه ٿيا. هن گهراڻي جي سلطنت جيڪا 550 ق.م کان شروع ٿي سا سڪندر اعظم 330 ق.م واري حملي تي دنگ ٿي. سڪندر جي ان وقت عمر پنجويهه سال ڪا مس هئي. هو يونان جي شهر مقدونيا کان لشڪر وٺي دنيا کي فتح ڪرڻ جو خواب پورو ڪرڻ لاءِ نڪتو هو. هن کي ايران (پرشيا) فتح ڪرڻ ۾ ڪا دقت نه ٿي جو ملڪ ۽ حڪومت جا حال هيٺا ٿي چڪا هئا. پر هن کي ايران ايترو ته پسند آيو جو هن روخسانا نالي هڪ ايراني ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي ۽ پنهنجن ٻين جنرلن کي به چيائين ته اعليٰ خاندان جي پرشن ڇوڪرين سان شادي ڪريو. سڪندر اعظم 32 سالن جي ڄمار ۾ سن 323 ق.م ۾ وفات ڪئي. هنن کي ڪو اولاد نه هو. هن جا جنرل هيڏي وڏي ملڪ تي حڪومت ڪرڻ لاءِ پاڻ ۾ اٽڪي پيا. آخر مان انهن مان هڪ سيليوڪس (Seleucus)، نالي جنرل سوڀارو ٿيو ۽ هن سيلوڪي گهراڻي (Selencid Dynasty) جو بنياد رکيو جنهن جي ڏيڍسئو کن سال حڪومت رهي. ان بعد ايران ۾ رهندڙ پارٿيا قوم يونانين کي شڪست ڏئي پارٿيا گهراڻي (Parthian Dynasty) کي قائم ڪيو. هنن جي حڪومت اٽڪل 500 کن سال ـ 247 ق.م کان وٺي عيسوي سن 224 تائين هلي پارٿين ايران جي حڪومت کي

وڌائي آرمينيا کان انڊيا تائين ڪري ڇڏيو. پارٿين ملڪ کي وڌائي ضرور ڇڏيو پر هنن تي لڳاتار افغانين ۽ رومين جا حملا ٿيندا رهيا. ان کان علاوه شهري لڙائين هن حڪومت کي ڪمزور بنائي ڇڏيو. ان بعد سن 224ع ۾ هڪ پرشن آرڏر شير نالي پارٿين تي حملو ڪري هنن کي شڪست ڏني ۽ ايران جي حڪومت هڪ دفعو وري ايرانين (پرشن) جي قبضي ۾ آئي ۽ ساساني گهراڻي جي حڪومت وجود ۾ آئي. ساساني (Sasanid) گهراڻي جي ڏينهن ۾ ايران جي سلطنت جو نالو ايران شهر رکيو ويو. ساساني سلطنت جي 224ع کان 651ع تائين اٽڪل ساڍا چار سئو کن سال حڪومت هلي جنهن ۾ 33 کن بادشاهه ٿا. (يونانين جي سيلوڪي گهراڻي جي حڪومت ۾ 12 بادشاهه ٿيا ۽ پارٿين گهراڻي جي ڏينهن ۾ 42 بادشاهه ٿيا.)

ساساني گهراڻي جي ايران تي جيڪا 450 سال کن حڪومت رهي انهن جي ڪجهه بادشاهن جا نالا اڄ به مشهور آهن ۽ اهي نالا اسان جي ملڪ ۾ رهندڙ آتش پرست (Zoroastrain) ڌرم جي ماڻهن (جن کي اسان وٽ عام طرح پارسي سڏين ٿا) ۾ عام آهن جهڙوڪ:

ارڏ شير

شاهپور

هرمزد

پيروز

خسرائو وغيره....

سائرس، داريس، زرقيس، ڪئمبيسس، بادشاهن جو "هخا منشي" گهراڻو هو جيڪو Achaemenid (اهڪي ميند) پڻ سڏبو هو. هنن جي ايران تي 330 ق.م تائين 220 سال حڪومت رهي. انهي دوران هنن جا 14 کن مشهور بادشاهه ٿيا جن پرشيا (اڄ واري ايران ۽ پروارن ملڪن جي حصن) تي حڪومت ڪئي . هن گهراڻي جو آخري بادشاهه جنهن جو نالو داريس هو پر اهو "داريس سوم" سڏجي ٿو يُونان کان آيل سڪندر اعظم جو مقابلو ڪري نه سگهيو ۽ پوءِ هن ڌرتيءَ تي يونانين جي حڪومت هلي جن کي مڪاني ماڻهن ڏاريون ئي سمجهيو ٿي. هي ڌارين جي حڪومت جو سلسلو 330 ق.م کان 224ع تائين ساڍا پنج سئو سال هليو جنهن ۾ Selucid ، Argead ۽ پارٿين Arsacid گهراڻن جا 60 کن بادشاهه سڄي ايران تي يا ايران جي مختلف صوبن تي حڪوست ڪندا رهيا. ان بعد ساساني گهراڻي جي حڪومت شروع ٿي جن جو تعلق ايران سان هو جن جي ڪجهه بادشاهن جا نالا مٿي لکي چڪو آهيان . ساسانين بعد هن ملڪ تي عربن جي حڪومت ٿي. عربن جي حڪومت دوران ايران جي وڏي آدمشماريءَ جيڪا زوروسترين (باهه جي پوڄاري) هئي، اسلام قبول ڪيو ۽ نه فقط اسلام قبول ڪيو پر پنهنجو پاڻ کي سٺو مسلمان ثابت ڪيو. انهن مان ۽ انهن جي اولاد مان ڪيترائي اسلام جا وڏا عالم ۽ مفڪر پيدا ٿيا. بهرحال هخامنشي (اهڪي ميند) گهراڻي بعد ساساني اهڙو گهراڻو آهي

جنهن جو تعلق هن ڏرتيءَ سان هو. ان ڪري اڄ بہ ايران ۾ انهن گهراڻن جي بادشاهن جا نالا ۽ مورتيون جتي ڪٿي عام آهن ۽ انهن کي وڏيڪ پنهنجو سمجهيو وڃي ٿو جيتوڻيڪ ساسانين جي دور جا حاڪم توڙي رعيت زوروسٽرين ۽ يهودي هئا ۽ هخامنشي جي دور ۾ بہ اهو عالم هو. ظاهر آهي ان دور جي آخر تائين اڃا حضرت عيسيٰ بہ نہ ڄائو هو. سڪندر اعظم جي ايران فتح ڪرڻ کان 330 سالن بعد حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو جنم ٿيو. ۽ حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي ولادت ساساني سلطنت جي ايڪيهين بادشاهہ خسرو اول جي ڏينهن ۾ 571ع ۾ ٿي. خسرو اول جي ايران تي 48 سال (531 کان 579) تائين حڪومت رهي. ان بعد هرمزد چهارم يعني هرمزد چوٿين جي 579 کان 590 تائين حڪومت رهي. يعني هن جي مرڻ گهڙي تائين اسلام جي تبليغ شروع نہ ٿي هئي. جو حضور صلي الله عليہ وسلم جن تي نزول وحي 611 ۾ ٿيو. هرمزد چوٿين بعد ايرن جو بادشاهہ اهو مشهور خسرو پرويز (خسرو دوم) بادشاهہ هو جنهن کي روم جي بادشاهہ سان گڏ حضور صلي الله عليہ وسلم جن اسلام قبول ڪرڻ لاءِ خط لکيو هو. بهرحال ساساني توڙي هخامنشي مسلمان نہ هئا پر جيئن تہ انهن جو واسطو ايران جي سرزمين سان هو ان ڪري اڄ بہ توڙي ڪٿي سڄو ايران مسلمان ملڪ آهي پر ڪيترن ئي مسلمانن جي هوٽلن، گهرن، پبلڪ عمارتن ۾ سائرس ۽ داريس يا ساساني بادشاهن جون تصويرون، چٽساليون ۽ مورتيون نظر اچن ٿيون. اڄ بہ ڪيترن ايرانين جا نالا ڪوروش (سائرس)، داريس، فيروز بهرام، شاهپور، خسرو، اردشير، رخسونا (سڪندر اعظم جي ايراني زال)، رستم ۽ سهراب ٻڌڻ ۾ اچن ٿا جيتوڻيڪ ڏنو وڃي تہ اهي مسلمان تہ نہ هئا. ايران جي حڪومت کان علاوه هنن جي ادب، شعر و شاعري، ڪلچر جو اثر اسانجي سنڌي ڪنڌ تي رهيو آهي ۽ هنن جي ديڪاديڪيءَ ۾ اسان وٽ بہ رستم ۽ سهراب جهڙا نالا عام آهن. نہ رڳو اهي پر زرينا جهڙا نالا پڻ جيڪا روس جي حاڪم زار جي راڻي هئي.

- مٿي ساساني بادشاهہ خسرو اول جو نالو لکڻ مهل ياد آيو تہ خسرو اول جي ڏينهن ۾ گنڊي شاهپور جو ڪاليج جيڪو چوٿين صدي ۾ کوليو ويو هو سڄي دنيا ۾ ٿاپ جو تعليم گاهہ مڃيو ويو ٿي جنهن جي انگريز بہ واکاڻ ڪن ٿا تہ اهو ڪاليج .The greatest intellectual center of time هو. هونءَ بہ ساسانين جي حڪومت ۾ تعليم، ادب ، شاعري ۽ آرٽ جهڙين شين تمام گهڻي ترقي ڪئي جنهن جا ثبوت اڄ بہ "طاقِ بوستان" ۽ نقشِ رستم" جي تصويرين مان ملن ٿا.

- الف ليليٰ ڪهاڻيون جن کي انگريزي ۾ .One thousand and one night سڏجي ٿو عربي ۾ "ڪتاب الف ليليٰ و ليليٰ" فارسي ۾ "هزار و يڪ شب" سڏجي ٿو ان جي بنيادي شروعات ساساني دؤر جي افسانوي شهنشاهہ شهر يار کان شروع ٿي. پوءِ وقت سان مختلف ملڪن ۾ ۽ مختلف دورن ۾ وڌيڪ ۽ مختلف ڪهاڻيون ملايون ويون. اهي ڪهاڻيون ساساني بادشاه شهريار کي سندس راڻي شهرزاديءَ ٻڌايون. ساساني بادشاهہ شهريار کي جڏهن خبر پئي تہ هن جي پهرين زال هن سان وفادار ناهي

تہ هُن هِن کي قتل ڪري ڇڏيو. شهريار کي ان ڪا پوءِ دماغ ۾ اهوئي اچي ويٺو تہ "ڪابہ عورت وفادار ناهي". هو ڏهاڙي نئين زال سان شادي ڪندو هو ۽ صبح ٿيڻ تي هن کي قتل ڪري ڇڏيندو هو. ايتريقدر جو ڪنواري ڇوڪرين جو تعداد ختم ٿي ويو ۽ بادشاهہ سلامت جو وزير پريشان ٿي ويو تہ هاڻ ڇا ڪجي. ان تي وزير جي ڌيءَ شهرزاديءَ پنهنجي پيءُ تي زور آندو تہ هن جي شادي شهريار بادشاهہ سان ڪرائي وڃي. شاديءَ رات نئين ڪنوار شهرزاديءَ بادشاهہ سلامت کي هڪ آکاڻي ٻڌائي پر ان کي صبح تائين ختم نہ ڪيو. بادشاهہ سچي ڪهاڻي ٻڌڻ جي شوق ۾ هن نئين ڪنوار کي ماري نہ سگهيو: ٻي رات هن اها ڪهاڻي پوري ڪري وري ٻي شروع ڪئي ۽ صبح تائين ان جو انجام رهجي ويو. سو اهڙي طرح هڪ هزار هڪ راتيون گذاري ورتائين. انهن ڪهاڻين جي سلسلي ۾ هڪ رات (91 هين رات) شهرزاديءَ خسرو پرويز (خسرو دوم 590 کان 628 تائين حڪومت ڪرڻ واري ساساني) جي پڻ ڪهاڻي ٻڌائي ٿي. هي اهو ساساني بادشاهہ هو جنهن لاءِ لکي آيو آهيان تہ هن کي اسانجي نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن اسلام قبول ڪرڻ لاءِ خط لکيو هو. شهرزاديءَ جي ڪهاڻي جو عنوان هو: "خسرو شيرين ۽ مهاڻو." شيرين خسرو پرويز جي عيسائي زال هئي جيڪا آرمينيا جي هئي.

بهرحال الف ليليٰ جو هي داستان جيڪو اسان وٽ بہ مشهور آهي ان جي شروعات جو واسطو ايران جي ساساني دور سان آهي. جنهن بابت ايران جي هڪ شاعر ابو منصور قطران تبريزي سن 1000ع ڌاري چيو آهي تہ:

هزار ره صنف هفت خوان و ريين دز
فرو شنيدم وخواندم من از هزار افسان

(مون "هزار افسان" ۾ هزار دفعا "هفت خان" ۽ روبين ديز" جو قصو پڙهيو ۽ ٻڌو.)

بهرحال هي اهو داستان آهي جنهن کان اڄ نہ فقط مشرقي دنيا پر مغربي دنيا بہ واقف آهي ۽ اڄ تائين خبر ناهي ڪيترين فلمون ۽ ٽي وي سيريز ٺهي چڪيون آهن. هينئر ويجهڙائيءَ ۾ Arabian Nights نالي هڪ فلم تمام مشهور ٿي آهي. هن ۾ فلم ائڪٽريس مِلي اويتال شهرزادي ٿي آهي ۽ ڊوگري اسڪاٽ شهريار ٿيو آهي. مونکي بہ انگلينڊ جي ٽيليويزن BBC One تان ان فلم کي ڏسڻ جو موقعو مليو.



# لکت: ذات جي ديوار تي

•

زاهد امروز/
مراد علي مرزا

زندگيءَ جنهن پيار سان پنهنجي پاڪر ۾ جهليو هو سوچيم تہ جيئڻ ڏاڍو سَولو آهي. ننڍي هوندي ايئن لڳندو هو تہ زندگيءَ جو اصل مزو وسندڙ مينهن ۾ وهنجڻ ۽ وڏي ۾ وڏي بهادري اس ۾ ٻرندڙ گهٽين ۾ بنا ڪنهن ڊپ جي پيرن اگهاڙو ڊوڙڻ ۾ آهي. پر وقت تہ زندگيءَ جو لغام سوگهو جهلي اڳتي وڌي ٿو. ڪنهن شاخ مان ڪَلي پٽڻ تي خبر پئي، تہ ڪائنات ڪيتري نہ عطر سان پري پئي آهي. جهڪي هيٺ ڏٺم تہ پير مان خون پئي ٽِميو ۽ منهنجن ڪپڙن ۾ ڪنڊا چهتا پيا هئا. ان ڏينهن منهنجي اک ڳوڙهي کي ڏٺو ۽ مون کي پهريون ڏک پلئہ پيو. رت جي رنگ جي خبر پئي تہ احساس ٿيو تہ ڏک بہ رنگين ٿئي ٿو. مون جڏهن پهريون سچ ڳالهايو تہ منهنجي زبان مان رت ٽِمڻ لڳو. مون ان رنگينيءَ جو مزو بہ چکيو. خواب ۾ لاتون ڦيرائڻ واري ٻار جي هڪ نئين سواد سان سڃاڻپ ٿي، پر خون جي اها لذت ساهہ نپوڙيندڙ هئي. ننڍپڻ ۾ اها سهپ اهڙي سولي نہ هئي. ان سبب اهو ٽمندڙ رت ٽوڪارٽو پيو ۽ خون جي لالاڻ تان نظر پاسي ڪرڻي پئي.

آءُ زندگيءَ جي ٽهڪڙن ۾ ٽپي پيس. دنيا ٽهڪ ڏيندي هئي تہ آءُ بہ پنهنجيون واڇون ٽيڙيندو هوس. زماني جي تجوڙ مان ٽوري ڪتڪتائي چورائي پنهنجين پاسراتين تي رکندو هوس. ڏاڍو کلندو هوس، کلي کلي ڪيرو ٿي ويندو هوس. مون کي اجا زندگيءَ جي ڄاڻ نہ هئي. پر رت جو رنگ ۽ سُور جي لذت منهنجي لاشعور جو حصو ٿي ويئي هئي. ان وقت تائين مون کي لڪي وڃڻ جي ڄاڻ ٿي. ان ڪري آءُ واش روم ۾ وڃي اتي موم بتي ٻاري لات ۾ زندگيءَ جي لالاڻ کي ڳوليندو هوس. پٽ تي سرندڙ سرٽي کي جهلي لات تي جهليندو هوس، زندگيءَ جو تماشو ڏسندو هوس، خوشيءَ کي جهٽيندو هوس ۽ ميڻ جو بال ٺاهي ان سان کيڏندو هوس. ميدان ۾ راند رهندي اوچتو آءُ سيني ڪان پري ٿي ويندو هوس ۽ ويڳاڻپ مون کي وڪوڙي ويندي هئي. هڪ اڻ ڄاڻ بي چيني مون کي ڏنگيندي

رهندي هئي. الهڙ هوس، سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ ڇا ٿي ويو آهي. ائين ڇو ٿو ٿئي جو منهنجو رنگ ڦريو وڃي. پنهنجي ڄمار جيان ڳوٺ جي ڪچين گهٽين ۾ چانڊوڪي راتين ۾ اسين چور سپاهيءَ جو سانگ ڪندا هئاسون. آءٌ لڪي ويندو هوس تہ اتان ظاهر ٿيڻ ۾ ڏاڍو ڏپ ٿيندو هو. مون کي لڳندو هو تہ جيڪڏهن سيني جي نظرن کان لڪل بہ رهان تہ بہ پنهنجو پاڻ کي جهلي وٺندس. آءٌ ڏينهن جا ڏينهن پنهنجي باطن ۾ لڪي ويندو هوس، تان جو آءٌ پيڙا ۾ پئجي ويندو هوس. اها اجائي پيڙا ورچائيندي هئي تہ ان کي ڪٽي پري اڇلائيندو هوس.

گناهہ جي احساس جي ان وقت خبر پئي جڏهن مون پهريون پيرو پيءُ جي کيسي مان پئسا چورايا. منهنجي پيءُ رڙيون ڪيون ۽ هن جي رڙ مون کي چيرينديِ وئي. اصل ۾ مون پئسا نہ پر اڻ ڄاڻائيءَ ۾ هن جي عزت چورائي هئي. اهڙي ئي بي وقوفيءَ جي زماني ۾ زندگيءَ جي درين مان ليئا پائيندي آءٌ هڪڙي رات سمهي رهيس.

صبح جو اٿيس تہ منهنجي بدن تي بلوغت جو فهم ڇُهتو پيو هو. ان ڏينهن کان منهنجي شعور مون کان سوال پڇڻ شروع ڪيا ۽ خون جو سواد وري منهنجي زبان محسوس ڪرڻ لڳي. پر ان پيري مون ڪوبہ سچ تہ نہ ڳالهايو هوا... شايد منهنجي اندر ۾ اڻندڙ سوال مون کان سچ کي ڳولي لهڻ جي گهر ڪري رهيا هئا. جواب کي ڳولي لهڻ لاءِ آءٌ زندگيءَ کي کرچڻ لڳس. سچ جي سيني ۾ جهاتي پائي ڏٺم. گلن جي خوشبوءَ کي ڀُڪ ۾ ڀرڻ جي ڪوشش ڪيم. تانداڻن سان ياري ڪيم. روشنيءَ کي ويجهڙائي کان ڇهي ڏٺم پر ساڳيءَ ريت هٿ ۾ سوال جهلي بيٺس. خدا کي سڏيم، پر ڪوبہ جواب نہ آيو. منهنجو آواز آسمان تائين پهچي واپس موٽي ٿي آيو. اڪيلائيءَ جو احساس ٿيڻ لڳم. رات دير تائين گهٽيءَ جي ور وٽ اسٽريٽ ليمپ جي هيٺان ويٺو انهن سيني سوالن جا جواب سوچيندو هوس، منهنجو شعور جن جي مون کان گُهر ڪندو هو.

سچ ۽ ڪوڙ جو رنگ ۽ سواد ڌار ڌار ٿئي ٿو. اها ڄاڻ مون کي گهڻو اڳ ٿي وئي هئي، سچ ڏسڻ هڪ خواب هو تہ آءٌ خواب ۾ زندگي گذارڻ لڳس. ان خواب ۾ مون کي محبت ٿي وئي تہ اونهائي ماپيندي خواب مان خواب ۾ ٽپا ڏيندو هلندو ويس. محبت مون کي زندگيءَ سان سڃاڻپ ڪرائي ۽ خبر پئي تہ انهن جوابن جي لاءِ هڪ حياتي گهربل آهي ۽ آءٌ تہ اڃا بنهہ نادان آهيان. وقت منهنجي ڪناري کي ڇهندو اڳتي وڌندو ويو. آءٌ ان مان بہ ٿي گهڙيون چوندي اڪيلائيءَ جو پوش پائي يادگيرين جون عمارتون جوڙڻ لاءِ اڻ ڄاڻ سفر تي نڪري پوندو هوس. وڻن جي ڇانوَ کي سُنگهندو اُڏامندڙ خاڪ ۾ چهرا ڳوليندو ۽ ڳوڙهن جو سواد وٺندو هوس. ان اڪيلائيءَ ۾ منهنجو لاڙو آپگهاتيءَ ڏانهن وڌندو ويو. گهٽي گوڙ ۾ مينهوڳيءَ جي مُند ۾ يا ڪنهن وڏي خوشيءَ جي موقعي تي هڪ اونهي اداسي منهنجي وجود کي وڪوڙي ويندي آهي. پنهنجي جنم تاريخ جو ڪيڪ وڍيندي

جڏهن سيئي منهنجي چوڌاري تاڙيون وڄائيندو هئا، تہ منهنجون اکيون هڪدم ڳوڙهن جا تلاءُ ٿي وينديون هيون. تڏهن مون کي سمجهہ ۾ آيو تہ ٻي ناليءَ ڏک ۾ روئڻ ڇا هوندو آهي. ضروري ناهي تہ اکيون ڳوڙهن سان پرجي اچڻ جو سبب ڪو واقعو يا جسم تي لڳل ڌڪ هجي. آنا تي لڳل ڌڪ پيو ٻرندو. پر ڪڏهن ڪڏهن اسين ڪنهن تڪليف، ڪنهن سبب کان سواءِ روئي ويهندا آهيون.

حقيقت ۾ خوابن مان پيڙجي نڪتل اهي تجربا آءٌ پنهنجي ننڊڙي هڙ ۾ گڏ ڪندو رهيس. زندگي جيڪو ڏنو ٿي اهو آءٌ خوشيءَ سان وٺندو رهيس. ڇا لاءِ تہ "زندگي جيڪو سيکاري ٿي/اسين اوترو ئي سکون ٿا. ۽ سوچيندو هوس تہ:

اڃا هينئر تہ اُڏامڻ سکان پيو
اڃا تہ منهنجا پر نڪتا آهن.

آءٌ پنهنجن کير جهڙن پَرن کي ڏسندو هوس. جن تي اڃا سماج جي لَٽ ۽ حادثن جو لُڙاٽ ڪونہ پيو هو جن تي اڃا ڪوڙ ۽ مڪر جو رنگ نہ چڙهيو هو. منهنجا سمورا سوال اڃايل رهيا. تہ مون انهن اڻ ڄاڻ راهن جو رُخ پنهنجيءَ ذات ڏانهن موڙي ڇڏيو. هاڻي آءٌ پنهنجو پاڻ کان پري ٿيندي، گهمندو ڦرندو نيٺ پنهنجي ئي اندر ۾ پهچي ويس. ٽڪجي سوچن جي ڇت جي هيٺان ليٽندو هوس، جنهن جو ٻاهريون رُخ شعور ۽ اندريون لاشعور هوندو آهي. ماٺ ڪري ليٽي پيل اک ڇت کي گهوريندي ٽڪجي ننڊ ڪرڻ گهرندي تہ ڇت ڦڙو ڦڙو ٿي منهنجي ڇهري تي ڳڙڻ لڳندي هئي. محبت پنهنجن انهن نرم ۽ پريل هٿن سان انهن ٿڌن قطرن کي گرم ڪندي هئي تہ آءٌ سمهي رهندو هوس.

صبح جو اٿندو هوس تہ منهنجي پر ۾ هڪ نظم اکيون ٻوٽيو پيو هوندو هو. ان جي دل ۾ اهو سوال جواب سان گڏ ويڙهيل هوندو هو جنهن کي آءٌ رات جو ساڻ وٺي ستو هوس. پر جڏهن وري نظم ڏانهن نظر ڪندو هوس تہ ٻئي پاسي هڪ ٻيو سوال جاڳي اٿندو هو. آءٌ حيران ٿيندو هوس ۽ پريشاني منهنجي پيشانيءَ تي پگهر جا ڦڙا ٿي وهندي هئي. اهڙيءَ طرح آءٌ شاعري ڪرڻ لڳس. هر نظم لکڻ/چوڻ کان پوءِ لحظي لاءِ آرام ۽ وقتي سڪون تہ ٿيو پر بي قراريءَ ۾ ويتر واڌارو ٿيندو ويو. هاڻي آءٌ ٻاهر ڏسڻ کان لنوائڻ لڳس ڇالاءِ تہ مون کي معلوم ٿي ويو هو تہ سماج جي شعوري حد گهڻي محدود آهي ۽ اتي بہ مون وانگر فقط سوال ئي آهن. اڪيلائپ وڌندي پيئي ويئي تہ محسوس ٿيم تہ سماج جي سوچن تي تہ ميڻ ڄمي پئي آهي. اها ئي ميڻ جنهن سان آءٌ ننڊپڻ ۾ راند رهندو هوس. سچ اهو آهي تہ ننڊپڻ ۾ سيئي هڪجهڙا هئا. پر فرق ان وقت ٿيو جڏهن مون جلد ئي ميڻ جي ان گولي سان راند رهڻ ڇڏي ڏني. ماڻهو تہ ڪيتري وقت تائين ان سان پيا کيڏندا آهن ۽ اها ئي ميڻ وقت گذرڻ سان پگهرجي هنن جي سوچ تي ڄمڻ شروع ڪندي آهي.

. ڪوڙ جو سواد تہ ڪڏهن بہ منهنجي زبان کي سُٺو نہ لڳو. آءُ ڇا ڪريان؟ سچ جي لذت چکي ويٺو آهيان. ان سموري عمل جو عادي ٿي ويو آهيان. اڻ ڄاڻائيءَ جو درد منهنجي ساهہ ۾ سمائجي ويو آهي ۽ شعر جي روشنيءَ ۾ ان کي سمجهہ ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو. هاڻي آءُ ٻاهر نڪران ٿو. زندگيءَ مان تجربا چورايان ٿو. انهن تان گناهہ جو احساس ڇنڊي لاهيان ٿو ۽ هر رات ٽڪجي پنهنجي ذات جي ڇت تان ٽمندڙ قطرن جو نشو ڪريان ٿو. ان نشي ۾ تخليق ٿيندڙ نظم جڏهن ماڻهن ڏٺا تہ ڪن پنهنجا هٿ دل تي رکيا. ڪن ڪنن تي ۽ ٿورڙن تسلي ڏيڻ لاءِ منهنجي ڪنڌ تي. ماڻهن اکيون مهٽيون ۽ انهن کي وري پڙهيو. هنن جي وات مان هڪدم گار نڪتي. ان ڏينهن مون پهرين گار ڪمائي ۽ پنهنجي هڙ ۾ لڪائي رکي. شايد انهن نظمن ۾ لڇندڙ حسرت ۽ تڙپندڙ سوالن هنن جي سينن ۾ لڪل ڳُٽين کي ڏسي ورتو. پر آءٌ ڇا ڪريان؟ ماٺ رهان تہ خون ٿي وڃان ۽ ڳالهايان تہ ڏوهاري... مون کي ڏوهاري ٿيڻ پسند آهي. پاڻ سان ڏاڍائي ڪرڻ نہ دل نہ ٿي چوي تہ ڪاغذي گلن ۾ خوشي ڦوڪيندو وتان ۽ ديوارن تي پن ڪوٽي انهن ۾ رنگ پريندو رهان. آءُ رات جي ديوار تي چاڪ سان تحرير تہ لکي سگهان ٿو پر زندگيءَ جي زنگ لڳل سليٽ کي ڪوڙ جي روغن سان چمڪائي نہ ٿو سگهان.

گهڻو وقت ٻاهر ڏسان ٿو تہ ڊپ وڪوڙي ٿو وڃي. خون ۾ لڙڪيل روايت جي زنجير کي ڇڪيندي ڊڄان ٿو. ايئن نہ ٿئي جو ان جون ڪڙيون منهنجي اندر ۾ ڦڪڙجي وڃن ۽ آءُ مري وڃان. آءُ زنده رهڻ گهران ٿو پنهنجن انهن سوالن جا جواب ڳولڻ لاءِ، پنهنجي محبت کي مڪمل ڪرڻ لاءِ، پنهنجي پاڻ کي سڃاڻڻ ۽ شعور جي اُڃ اُجهائڻ لاءِ. اهي نظم منهنجي لاءِ رڳو نظم نہ. پر اهي سوال آهن جن جي لاءِ مون هن وقت تائين عذاب سٺا آهن ۽ اها بي نصيبي آهي، جيڪا سماج منهنجي جهوليءَ ۾ اڇلائي وڌي آهي.



# سداچار جو تياڳ

•

## پروفيسر نامديو تاراچنداڻي

گهڻا سگهارا سماجڪ سيوا ڪندڙ ناليرا شخص پنهنجي جيون ۾ سُک ۾ ڀوڳ تياڳ (ترڪ) ڪري، ڏکيا ڪم ڪندي توهان به ڏٺا هوندا. آخر هو ائين ڇو ڪندا آهن؟ هڪ جواب آهي ته هنن کي اُن ڪرت مان انوکو سنتوش (سُڪون) ملندو آهي، جيڪو کين سُک ۾ ڀوڳ تياڳڻ (ڇڏي ڏيڻ) لاءِ مجبور ڪندو آهي. ڪنهن جي سهايتا ڪري، هنن جي خوشي کين آتم ترپتيءَ (مڪمل هجڻ) جو احساس ڪرائي ٿي. پنهنجي آس - پاس گرانٽ مٽيرو هئڻ جو احساس به اهو سودو مهانگو نه پر سستو آهي. ڪنهن جي مدد ڪري ڏسو چپ چاپ. توهان کي جيون سڦل ٿيڻ جو نسخو ملي ويندو. انلاءِ فقط اِڇا - شڪتي کپي. پنهنجي وس ۾ اهڙا به ڪيترا ڪم ته هوندا ئي آهن، جيڪي ڪيترا ٻيا نه ڪري سگهندا آهن.

سماج سيوا ائين هڪ پرورتيءَ مان اگر ڪوئي مکيه مِشن ٺاهي ۾ ڪنهن سنستا (تنظيم) جي روپ ۾ پاڻ سچو وقت جُڙي وڃي ته هن کي شاباس آهي. پوءِ سنستا جون ڪيتريون ٽيڪنيڪل ضرورتون پيدا ٿيڻ تي ۾ ساٿين جي سُڀاوَ سان ٺهڪندڙ فيصلا قبول ڪرڻ ۾ روز نيون سائيڊ - افيڪٽس به سهن ڪرڻيون پون ٿيون ۾ ننڍا وڏا سمجهوتا به ڪرڻا پون ٿا.

هنن سمجهوتن ڪندي ڪڏهن ڪڏهن اهڙا سگهارا ۾ ناليرا شخص، ڌرم سنڪٽ ۾ به اچي ويندا آهن. يا ته پاڻ پاسيرا ٿي وڃن يا اهڙا سمجهوتا به قبول ڪن، جن ۾ سداچار جو تياڳ ڪرڻو پوي

هٿ مان ٿورو ترسندس.

هاڻ طئه ڪرڻ ڏکيو آهي ته هنن کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ سماج سيوا جو مِشن هڪ وڏي چئلينج بڻجي ٿو وڃي. هارائڻ ۾ پاسيرو ٿيڻ ته بلڪل سوَلو آهي. پر هنن جو هڻُ "ٿوري وقت لاءِ"، سداچار جو تياڳ ڪرڻ ۾ پوءِ سڀ ڪجهه صحيح ٿيڻ جي اُميد آڇي ٿو ۾ هو گيتا جي ڪرشن جو سهارو وٺي اهو قبول ڪري ٿا وٺن پر اهو سلسلو بدلجي ڪونه ٿو. پنهنجو پاڻ کي ڏُري سمجهڻ وارا، ڪوبه هيٺتا جو ڀاوَ پنهنجي اڳيان اچڻ ڪان اڳ ئي ڇَٽرائيءَ جا ترڪ وڃائي ڇڏيندا آهن ۾ سگهارا، ناليرا شخص، پنهنجي مِشن جي صدقي، سداچار جو تياڳ ڪندا رهندا آهن.

مون کي لڳي ٿو چترگپت جي ڪلپنا جو سهارو وٺون، تہ لڳندو تہ خود هُو بہ ڌرم ـ سنڪٽ ۾ پئجي ويندو تہ هڪ سماجڪ ڪاريہ جي صدقي ڪيل سداچار جي تياڳ جي آخر سزا ڇو ڏيڻ گهرجي؟ قانوني ماهر بہ گناهہ جي "مُراد" تي سزا جو فيصلو ڪندا آهن. هت مُراد تہ ثواب جي آهي. البت سداچار جو وهنوار ڪيل نہ آهي، اهو مسئلو آهي.

مان وري ٿورو ترسندس.

توهان لاءِ بہ.

توهان وٽ بہ پنهنجا دليل هوندا. ٻُڌائڻ چاهيو تہ دير نہ ڪريو. من وٽ سداچار جي تياڳ لاءِ ڪابہ رعايت نہ آهي. اهڙي سماج سيوا يا ساهت سيوا ڪهڙي جيڪا اسان جي آتما جو ڀوڳ وٺي. ڪوبہ نيتي شاستري قبول نہ ڪندو. ٻُڌ جو مَڌِيہ مارگ بہ هت مدد ڪونہ ٿو ڪري. توهان ڪجهہ مدد ڪري سگهو ٿا.



# سنگيت جو سُونهون شاعر: سوز هالائي

•

**ڪوثر هالائي**

سنڌي ادبي کيتر ڏانهن نظر ڪڻبي تہ شاعريءَ جي قافلي اندر هڪڙا بطور سرواڻ شاعر آهن، جن پنهنجي عظيم مادري ٻوليءَ کي خطرن کان پاسيرو رکنديءَ چوڌاري ديوارِ چين اُڀي ڪري ڇڏي آهي ۽ ٻيا وري بطور نگران شاعرن ۾ شمار آهن، جن پنهنجي پرپاسي ۾ تخليق ٿيندڙ شاعريءَ جي ڇنڊڇاڻ پڻ ڪئي آهي ۽ انهن پاڻ بہ معياري شاعريءَ جو تسلسل برقرار رکيو آهي ۽ سنڌي شاعريءَ جو ڀرم رکيو آهي، سنڌن شاعريءَ ۾ اهڙا بہ لفظ ملندا، جن سنڌن شاعريءَ ۾ دل جي اڱڻ تي تارا سجائي رکيا آهن ۽ ڪي تہ وري اهڙا بہ لفظ پڙهندئو جن بي منزل مسافريءَ جي ٿڪل جذبن کي تازي پاڻيءَ جو غسل ڏئي توانائي بخشي آهي ۽ ڪي لفظ تہ وري بي وطن ٿيڻ جيان اداس ٿيندي بہ ملي ويندا ۽ ڪٿي ڪٿي تہ اهڙا لفظ بہ آهن، جيڪي جفا جي ڪچري ۾ ڦُٽل ڪنول جو ڏيک ڏيندا آهن. لفظ شعر بہ آهن تہ گيت ۽ غزل بہ آهن. لفظ تہ هڪجهڙائي هوندا آهن بس رڳو انهن جي ادائگيءَ جو انداز منفرد ٿئي ٿو پوءِ انهن ۾ ڪو شيخ اياز ٿئي تہ ڪو وري تنوير عباسي، ڪن کي تاجل بيوس ڇوَنِ تہ ڪن کي شمشيرالحيدريءَ جي نالي سان سجاتو وڃي ٿو ڪي طالب المولٰي ٿيا تہ ڪي نياز همايوني، امداد حسيني، راشد مورائي، سليم ڳاڙهوي، منظور نقوي يا وري 'سوز' هالائيءَ جي نالي سان نروار ٿيندا رهيا آهن.

لفظن جو ذڪر نڪتو آهي، تہ پوءِ وري لفظ جهونگاريندا بہ آهن. جهونگار چاڪاڻ تہ ردم ۽ لئِہ ڪاريءَ جي دائري ۾ اچي ٿي وڃي تہ حقيقت هيءَ آهي تہ ذات سوز هالائيءَ تي ٻن روپن ۾ مهربان رهي آهي، هڪ روپ ڪويتائن جو روپ ۽ ٻيو روپ وري سنگيت وديا وارو من موهيندڙ روپ. سندس پهرئين شعري مجموعي (ڪوتا ننگر) ۾ تہ:

ٻُنهون چوري نہ ٿي سگهندو
سَسُئي جاڳي پئي آهي.

ٿورا ڪي ورق ورائبا تہ هڪ نہ ڪتندڙ آس جو احساس واسي ٿو ڇڏي ”رنگ رتا پيچرا“ ڪتاب کي:

بهارن ۾ نہ ملياسين، خزان ۾ هاڻ ملنداسين،
اکين ۾ اشڪباريءَ جي ڪٿي آلاڻ ملنداسين.

۽ ڪنهن عرصي پڄاڻان، سندس ڪوتائون ڄُوڙِ مٿائي ٻيو جنم ونئي، ”درشن ڏارو ڏار“ جو روپ ڌاري منظرِ عام تي آيون. جنهن ۾ توڙي ڦاٽڪ جهڙي لڳ ڪانڊاريندڙ سانحي جي رُوداد بہ موجود آهي، تہ نئين جي بازار ۾ گولين جي وسڪارن جا پڙاڏا بہ ڳنائي سگهجن ٿا ۽ هن ڏات ڏٺيءَ جي پنهي شعري ڳُتڪن مان جنهن شاعريءَ سنگيت جو ويس ڌاري، سريلن آوازن سان رسيلن ڪنن تائين رسائي ماڻي تنهن ڇڳو ڇالان ڪرايو آهي.

سوز جي پنهي شعري مجموعن کي هڪ ڪناري کان ٻئي ڪناري تائين پهچڻ ۾ پلي تقريباً 15 – ورهين جو طويل سفر طئي ڪرڻو پيو هجي، پر ان سان گڏوگڏ هن پنهنجي محبوب شاعريءَ کي موسيقيءَ واري ڪِرتِ سان لاڳاپي رکيو آهي.

رات اسان جي محفل ۾ هئي،
لئہ ۽ سُرَ جي ڳالهہ ڇڙي

پر جيستائين ”رنگ رتا پيچرا“ ۽ ”درشن ڏارو ڏار“ پڌرا ٿيا تہ ان کان گهڻو ئي اڳ ۾ سندس سماعتن جي سرحدن ۾ موسيقيءَ جو پڙلاءُ پهچي چڪو هو جنهن جو اعتراف خود بہ وقت بوقت ڪندو ٿو رهي ۽ اهو ئي سبب هو جو سندس شاعريءَ ۽ سنگيت شناسيءَ وارو سفر موسمن جيان هڪٻئي جي پٺيان هلندو ۽ پنهنجا نشان ڇڏيندو ٿو وڃي، ڇند وديا، عروض وارو لاڙو هڪ طرف تہ ٻئي پاسي وري موسيقيءَ جي ڪوهسارن ۾ لاهن چاڙهن متعلق سندس ادراڪُ آهي، ۽ ان ئي آڌار تي، هن سنگيت جي ستارن جي پارکُوءَ طور ۽ سنگيت جي نقطي نگاه کان، سنگيت جي وشال ساگر جيڏو ۽ جاڪوڙ جوڳو ڪتاب ’ڪارون وس ڪيام‘ سرجي، سنگيت جي حوالي سان آڱرين تي ڳڻڻ جيترن ڪتابن ۾ واڌو ڪري ڏيکاريو آهي، جيڪو سندس ٻيٽي ڏات جي نچوڙ طور سامهون آيو آهي، جنهن ڪيس سنگيت جو سونهون ثابت ڪيو آهي ۽ تڏهن ئي هو ان قابل ٿي، اهو چوڻ ۾ ڪا بہ هبڪ نٿو محسوس ڪري، تہ سنڌي موسيقيءَ کي پنهنجي ردم ڪاري ۽ سازڪاريءَ لاءِ هڪ وڏي آرڪسٽرا موجود آهي.

”ڪارون وس ڪيام“ جي محرڪ، محور عظيم گائڪ ڪلاڪار استاد جمن ئي رهيو آهي، پر شاعر جي اندر وارو سماعتڪار استاد جي اڳيان پويان ڦيرا پائيندو ۽ مشاهدو ماڻيندو ٿو رهي، استاد جمن جيڪو سنگيت جو (Genius) بہ آهي تہ (Generous) پڻ آهي جنهن متعلق سوز چوي ٿو:

پهريون سر ڪلياڻ، رسالي لطيف جو
جمن ڳاتو شاه جو پهريون سُر ڪلياڻ،
دوست پيهي در آيو نينهن ڏني نرواڻ،
موسيقيءَ مهراڻ، وهندي تارون تار ٿيو.

هُو 1955ع، ڏاري ريڊيو حيدرآباد (جڏهن اجان ميڊيم ويوز 297 ميٽرن، 1010 ڪلو سائيڪلس هو) جون سارونٽيون ساري ٿو ۽ ان زماني ۾ ئي، سنڌي موسيقيءَ جي پاند ۾ فنڪارن جا ڪي ڪٺا پيا. ۽ فنڪارن جا پاڳ ڪليا. پر انهيءَ زماني کان به اڳ ۾ هو موسيقيءَ جي حوالي سان ٿيندڙ محفلن، درگاهن ۽ ميلن ۾، راڳ جي محفلن مان مستفيض ٿي، همه تن گوش واري ڪيفيت ۾ موسيقيءَ جي اتهاس ننگر ۾ اندر جو سماعتڪار ساٿس هيئن مخاطب ٿي رهيو آهي: 'پهريون موسيقار بيجل، ٻيو موسيقار لاکيٽو لطيف ۽ ٽيون موسيقار هيءُ پنهنجو "يار ڏاڍي عشق آتِش" وارو استاد محمد جمن.'

1960ع کان 1970ع ۽ 1971ع کان 1979ع نه فقط استاد جو زمانو چئجي پر پهريون پيرو سنڌي موسيقيءَ جو درياهه تارو تار وهندو رهيو اهو دور سنڌي موسيقيءَ جو سونهري دور چئجي، ته وڏاءُ نه ٿيندو ۽ سوز ان وهندڙ درياهه جو سلطاني گواهه آهي (پر هاڻي ته ان درياهه جي حالت به جهڙوڪر هن پنهنجي سنڌو درياهه جهڙي ٿيندي وڃي) ثبوت طور يا حوالي طور سوز جي شاعريءَ جو اپياس ڪري سگهجي ٿو ڪيترائي گيت، غزل اهڙا ملندا، جن مان موسيقيءَ جا چٽا عڪس ليٽا پائيندي نظر ايندا ۽ ائين محسوس ٿئي ٿو ڄڻ اها شاعري اڳواٽ ئي موسيقيءَ جا ماڳ مڪان گهمندي ڦرندي "درشن ڏار و ڏار" جي Man gate مان ٽپي اندر آئي آهي:

بادل برسي پئه، بادل برسي پئه،
من جي اڳڻ مٿي،
دل جي ڌرتيءَ تي.
توريءَ جڻ پرديس ۾ آهيان، چئه پرينءَ کي چئه،
ڪانگل ٻڌجي پئه،
بادل برسي پئه

چنڊ پرينءَ جي پار وڃين ٿو ياد جا گل گلاب کڻي وڃ،
پرين کي پهچائي ڏج
خط هوائن ڪونه پڄايا، هاڻي هٿ جواب کڻي وڃ،
ڏج مگر شرمائي ڏج.

استاد جمن، سنڌي موسيقيءَ جيان مٽيادار گائڪ ڪلاڪار آهي، ۽ چاڪاڻ تہ سوز موسيقي پرست شاعر آهي، تنهن ڪري هُو استاد جمن جي گائڪي، سندس آسان فهم تالن، ڪلواڙي، ڏاڏري، چنچل، مغليہ، ڪهروا ۽ ليوا کان سواءِ ڪلاسيڪل تالن، تين تال، اڪتلہ، اڪوائي، جپ تال، ڌمار ۽ مول فاختو جو ويجهڙائيءَ کان مشاهدو ماڻيو آهي، نہ فقط ايترو پر هُو "بالائي ڪرج" ۽ "ذيلي ڪرج" جي استعمال جي وَيل ڪيترن ئي هنڌن ۽ موڙن تي استاد جمن جي سامهون بنفسِ نفيس حاضر آهي، سوز "گائڪ" ۽ "نائڪ" واري اصطلاح کان بخوبي واقف آهي، هن خانصاحب ڳائڻن الهڏني خان نوناري جي ڳائڻ واري انداز کان ويندي مٺو خان ميراثيءَ وارن اندازن کي باريڪ بينيءَ سان ڏٺو آهي، سرن جي روانيءَ ۾ وهندي هن هڪ سنگيتڪار جي اک سان "ميواتي گائڪ گهراڻي"، "گواليار گهراڻي"، "پٽيالوي گهراڻي"، "چوراسي گهراڻي"، "قصوري گهراڻي" ۽ "پنڊت مهراج" گائڪ گهراڻي تائين ڏسندي ڏسندي ۽ سنگيت جو سونهون شاعر بنجڻ جي حتي الامڪان ڪوشش پئي ڪئي آهي ( ۽ يقيني طور چئي سگهجي ٿو تہ استاد جمن جي ڳايل توڙي ڳارايل ڪلامن جي طرز نگاريءَ ۽ (Composition) واري عمل مان گذرڻ ويلي سوز موجود بہ رهيو آهي) ۽ ڪاش! سازُ ۽ آوازُ سندس ساٿ ڏين ها تہ شايد هُو بہ... مو... سيہ... قار...

بهرحال! تاريخ گواهہ آهي تہ ڪي بہ حادثا ۽ واقعا امالڪ ۽ اک ڇنڀ ۾ رونما ناهن ٿيندا، پر پسِ پرده ڪي محرڪ ۽ قوتون سرگرمِ عمل هوندا آهن. سوز هالائيءَ بہ ڪن زمانن کان موسيقيءَ جي اڃايل کان پوءِ هيءُ خوبصورت ڪتاب، 'ڪارون وس ڪيام'، ڪنَ رس ۽ سنگيت جي ساڃاه وندن جي بصارتن جي نذر ڪري ۽ هن ڪتاب ۾ استاد جمن جي ڳايل توڙي ڳارايل ڪافي ڪلامن جي سامهون راڳ جو نالو ڏئي ڪيترن ئي سنگيت جي متلاشي ۽ سرگردان فردن لاءِ سنگيت جي نَونِ رستن ۽ پيچرن جا ڏس ۽ گس ڏئي وڏيڪ آساني ڪري ڇڏي آهي.

◈

# نماڻو سنڌي: سونهن، سچ ۽ فطرت جو شاعر

•

**پروفيسر شمشاد احمد سومرو**

سنڌي ٻوليءَ جو خوبصورت ۽ سگهارو شاعر نماڻو سنڌي تعلقي موري جي ڳوٺ نوان جتوئيءَ جي ڀرسان ديهه ٻورڙيءَ 30 جون 1955ع تي هڪ پورهيت محمد اسماعيل ڪوسي جي گهر ۾ جنم ورتو سندس نالو علي حسن هو پر پاڻ نماڻي سنڌي جي نالي سان معروف ۽ مشهور رهيو. هن نوان جتوئي پرائمري اسڪول مان پنج درجا پاس ڪيا ۽ اڳتي غربت سبب وڌيڪ تعليم حاصل ڪري نه سگهيو. هن پيٽ گذارڻ لاءِ مختلف پورهيا ۽ مزدوريون ڪيون ۽ بعد ۾ واپڊا اسڪارپ ۾ ڊرائيور ٿيو واپڊا ۾ نوڪري دوران هو يونين ۾ سرگرم رهيو ۽ يونين جو عهديدار بڻيو هن سڪرنڊ، هالا ۽ ميرپور خاص ۾ نوڪري ڪئي. ڪيس پورهيتن جي حقن جي بحالي جي ويڙهه وڙهڻ جي ڏوهه ۾ هڪ سازش تحت نوڪريءَ تان هٽايو ويو نماڻي جي بهادريءَ جي اها انتها هئي جو مزدورن سان ناانصافي برداشت نه ڪندي ميرپور خاص ۾ ان وقت جي پراجيڪٽ ڊائريڪٽر (جيڪو هڪ پنجابي هو) کي ورلڊ بئنڪ جي نمائندي جي سامهون چماٽ وهائي ڪڍي. نماڻي تي دٻاءُ وڌو ويو ته سندس نوڪري انهي شرط سان بچي سگهي ٿي ته هو معافي وٺي پر معافي وٺڻ بجاءِ هُو پنهنجي ارادن تي اڏول رهيو. هن بيروزگاريءَ واري دور ۾ ڪجهه وقت "سنڌي قومي ساٿ" طرفان ايمبولينس هلائڻ جي نوڪري به ڪئي. پر اها نوڪري به هن حساس ماڻهوءَ لاءِ گهڻو وقت جٽاءُ نه ڪري سگهي. ڪجهه عرصي بعد نماڻي سنڌ اخبار ۾ پڻ ڪم ڪيو پر بيمار ٿيڻ بعد ان کي به ڇڏيائين.

نماڻو حادثاتي طور شاعر نه بڻيو پر هن کي حالتن شاعر ٿيڻ تي مجبور ڪيو. هن لکڻ جي شروعات ڪڏهن ڪئي ۽ سندس شاعري ڪيئن اُسري، بقول نماڻي جي ته: "منهنجي لکڻ جي شروعات تقريبن ويهن ٻاويهن سالن جي ڄمار ۾ ٿي اڄ به ڪو ٻار پيرين اگهاڙو ۽ اباڻن انگن سان نڪتڻ اس ۾ اسڪول ڏانهن موٽندي ڏسندو آهيان ته انهيءَ ۾ پنهنجو عڪس نظر ايندو اٿم. اهو ئي ڪارڻ آهي جو

افلاس واري زندگي گذارڻ ڪري، ٻڪن ۾ بدحاليءَ جي ور چڙهيل مون ۾ مون جهڙا ڪيترائي اسڪولي ٻار چاهڻ جي باوجود بہ پنجن درجن کان اڳتي تعليم حاصل نہ ڪري سگهيا ۽ ننڍي ڄمار ۾ ئي مختلف پورهين کي وڃي لڳاسين. منهنجي حصي ۾ ڪڏهن تغاري کڻڻ تہ ڪڏهن مال چارڻ وارو ڪم آيو. ڪجهہ عرصو پٽڪندي بہ گذريو ۽ مزدوريءَ جي قلت هئڻ ڪري ساڳيو قحط وارو ماحول ئي رهيو.

شام جو ٻنين تي ويهي هاري ڪچهريون ڪندا هئا تہ آءُ ڏاڏي چاهہ سان ويهي سندن ڪچهري ٻڌندو هوس. روڳ ۾ ورتل زندگيون، ڪو چهرو اداس هوندو هو تہ ڪو پورهئي ملڻ ڪري سرهائيءَ جو ڏيک ڏيندو هو. ڏاڍاين ۽ ناانصافين جي ور چڙهيل اڪثر ڪردار اسڪول جي زماني کان ئي من ۾ مانڌاڻ مچائيندا هئا.

جيڪي عڪس ذهن ۾ چٽجي ويندا هئا، تن تي پنهنجي منهن ويهي ابتو سبتو ڪجهہ نہ ڪجهہ نظم يا نثر ۾ لکندو هوس، توڙي جو بحر وزن قافيي يا رديف جي نہ اڳ ۾ ڄاڻ هئي، نہ وري هاڻ ئي ڪا ايتري آهي. ڪجهہ لکڻيون رهجي وينديون هيون تہ ڪي ڦاڙي ڇڏيندو هوس.

اسان جي علائقي ۾ تصوف جو اثر هئڻ ڪري چوطرف صوفي فقيرن جا مئخانا موجود آهن، جتان روح کي راڳ جي غذا شروع کان ملندي رهي.

فڪري ڪچهريون، سائين جي ايم سيد جو پيغام، عبدالواحد آريسر ۽ سنڌ جي دانشورن، اديبن ۽ شاعر طرفان مهيني ٻئي مهيني ملندو رهيو جتان اها ڄاڻ ملي تہ قدرت طرفان قسمتون ڦٽل نہ هونديون آهن، پر هٿ وٺي مونجهارا پيدا ڪيا ويا آهن. اهڙي ريت سماجي ۽ قومي غلاميءَ جا ڪارڻ چڱيءَ طرح سمجهہ ۾ آيا.

اڳتي هلي سنڌي ادبي سنگت نوان جتوئيءَ جو بنياد پيو جتي اسان پنهنجيون ڪچيون ڦڪيون لکڻيون پيش ڪندا هئاسين ۽ اتي بهترين سمجهاڻيون ملنديون هيون. هنن گڏجاڻين ۾ سگهڙ، ڏورن، ڳجهارتن ۽ نڙ بيت جا ڄاڻو بہ حصو وٺندا هئا. سنڌي ادبي سنگت شاخ نوان جتوئي ڪافي بهترين پروگرام ڪرائي چڪي آهي. جنهن جا سلسلا اڃا جاري آهن. (شاعر پاران- "ستارن رمجهول")

نماڻي سنڌيءَ غزل، وايون، گيت، بيت، نظم، ٽيڙو، پنج ڪڙا ۽ نثري ٽڪرا تخليق ڪيا آهن. سندس شاعريءَ ۾ چنڊ ۽ ٽر جو حسن، ڪيتن ۽ چيٽن جا خوبصورت منظر ۽ ڳوٺن جو جمال پوري شدت سان اڀري آيو.

نماڻو حسن پرست ۽ حسينن جو پرستار ۽ پوڄاري بہ هيو. جڏهن بہ ڪو محبوب ماڻهو ڪٿي ڪنهن مجموعي/ميڙ/ محفل ۾ ڏسندو هو تہ سندس دل

يڪدم ان حسين چهري ڏانهن ڇڪجي ويندي هئي ۽ اهو حسين چهرو سندس نگاهن جو مرڪز بڻجي پوندو هو.

چنڊ اڪيلو هيڪلو
هيڏن تارن ۾،
ڏاڍو وڻندڙ ٿو لڳي.
پڪي پولي ٿو جڏهن،
پرهه ڪنارن ۾،
ڏاڍو وڻندڙ ٿو لڳي.

نماڻي محبوب جي اچڻ جي منظر نگاري پڻ تمام خوبصورت پيرائي ۾ ڪئي آهي.

اڄ ڪنڌيءَ تي ڪانگ لنوي ٿو
مند آ منهنجي ميت اچڻ جي،
واءُ گهلي ٿو من چوي ٿو
ڪيڙ هجان جڻ مان ئي ڪنوڻ جي،
موسم تي وئي مينهن وسڻ جي!

جڏهن سرنهن جي ڦلارجڻ جي موسم اچي ٿي، تڏهن نماڻي ڪي پنهنجي محبوب جي ياد ڏاڍو ستائي ٿي ڪيس مخاطب ٿيندي چوي ٿو:

سرنهن جي ڦولار اچي وئي،
وهين جا ولر تا موٽن،
جوين جي هر لام پچي وئي،
جنهن ۾ جذبا پيا تا جهوٽن،
توکي ڪيئن جهليو آ ڪوٽن!

جهڙ ڦڙ جي موسم ٿئي ٿي، ڪڪر ڪارونيار ڪري اچن تا. ڪنوڻيون ۽ مينهن وسن تا ته هو محبوب کي چوي ٿو:

وڄڙين پاتا ويس وسڻ جا،
ڪڪرن چاڙهيا آهن ڪوٽ،
گهوريا هاڻي ڏينهن وسڻ جا،
اوتر اوتر تي ويا اوت،
الا! من مينهن وسن تا موٽ.

سونهن جي منظر ڪشي ڪندي چوي ٿو:

ڪيڏيون چانڊوڪيون،
گوريءَ تنهنجي گج ۾.
دل چوي ٽاڪي چڙيان،
رهجي ويل راتيون،
گوريءَ تنهنجي گج ۾.

يا:

موتيا جهومن ٽا،
گوريءَ تنهنجي گج ۾.
اونداهين ۾ اُپ تي،
ڏيئا ٻرن ٽا،
گوريءَ تنهنجي گج ۾.

نماڻي جي اک اوچتو ڪنهن حسين چهري کي ڏسي ٿي ته بي ساخته هيئن چئي ڏئي ٿو:

نظر جو وجي ڪنهن نظر ۾ پئي آ.
ٻري باهه جڻ ڪا ابر ۾ پئي آ.
هي هينئڙو هٽن مان نه جهلجي سگهيو
جڏهن اک ابهري ڪکر ۾ پئي آ.

نماڻي کان جڏهن سندس محبوب ڪجهه ڏينهن لاءِ جدا ٿئي ٿو ۽ ان جو ڪوبه نياپو يا پيغام ڪيس نٿو ملي ته سندس ڪيفيت ڪجهه هن طرح ٿي پوي ٿي:

لاٿئي ڪئين ايام،
تنهنجو ڪو پيغام،
توکان پوءِ نه آئيو!
سک ٿي ستيون ڪين ڪي،
اکڙين کي آرام،
توکان پوءِ نه آئيو!

نماڻي سنڌيءَ جي شاعريءَ ۾ جتي حسن محبت ۽ پيار جو تذڪرو ملي ٿو اتي ساڻيهه جي سڪ، وطن جي ماڳ مڪانن سان پيار ۽ الفت پڻ نظر اچي ٿي. هي جڏهن ڪاڇي ۽ نيننگ وجي ٿو ته اتان جي قدرتي منظرن کان تمام گهڻو متاثر ٿئي ٿو ۽ جڏهن ڪاڇي ۾ رات گذاري ٿو اتي چنڊ جو حسين منظر ڏسي ٿو ته هڪدم سندس قلم جُنبش ۾ اچي ٿو ۽ ان حسين ۽ خوبصورت نظاري کي هيئن پيش ڪري ٿو:

هيٺ هنيلي هوءِ، متان ڪاڇي چنڊ،
جرڪي پٺي تي جوءِ، گذري تي جو گام مان.

چوڏهين چنڊ ڦٽو جهڙو ڪٽ جو ٿالهه،
مالهڻ هٿ مشعال، ٻاري ڪنئين چڙ ٻاٽ ۾.

هي جڏهن نئنگ جي چشمن وٽ سج جو خوبصورت منظر ڏسي ٿو ۽ سج جا سون سريڪا ڪرڻا انهن چشمن ۾ ڪرندي حسين منظر پيش ڪن ٿا تہ هيئن چئي ڏئي ٿو:

وهين پيو ٿو نئنگ ۾، سون سريڪا سج،
لهريون لهريون تج، ڪاڇيلڻ لئہ ڪانپ ۾.

هي ڪاڇي ۾ گاج نديءَ تان ويهي رات جو چنڊ جي منظر ڪشي ڪندي چوي ٿو تہ:

رات مون گاج تان جو ڏٺو عرش ڏي،
اپ اڊڙيل گهگهو چنڊ ان تي چتي.

نماڻو سنڌ جي تاريخي ڪردار روپلي ڪولهيءَ کي خراج تحسين پيش ڪندي ۽ ٿر جي حسين ماڳ مڪانن جو ذڪر ڪندي چوي ٿو تہ:

وڙهي ويڙهہ امن جي، جرڪائي وئين جل،
ڪارونجهر جي ڪانپ ۾ ٻري ٿي مشعل،
پرئي باک مهل، گونج ڪري ٿي گوڙڊرو.

ساڙدري تان سڏ، سچ کي رسيو روپلو
پاٽيارين سان گڏ، ڪونجن ڪر جهڪائيا.

اڄ نہ آ تروٽ، ڪارونجهر تي ڪو
پوءِ پيي گوڙڊرو اڄا مورن ماڳ آ.

نماڻي کي سڄي سنڌ سان محبت هئي، پر هن جو ٿر سان هڪ عجيب قسم جو رشتو هوندو هو. هن ڪان ٿر جا آڳم، ٿر جا منظر، ان جو حسن، مورن جا ٽهوڪا، پدمات جا پڊ، روحل واءِ ۽ هاسيسر ڪڏهن بہ نہ وسريا. نماڻي پدمات جي پڊن تان ويهي ٿر جي هيئن منظرڪشي ڪئي آهي:

رات پدمات تي چنڊ آيو چڙهي،
روح جي روهہ مان ڪونج ڪائي ڙي

ڏرتيءَ جي ديس دلالن کي مخاطب ٿيندي چوي ٿو:

كاهي آيا كيترا، نتي متان كالهه،
ناهي ديس ڏلال جي، منهن تي كو ملال،
هاءِ ڙيا تنهنجي حال، كانئر ويري كڙم جا!

حر تحريك جي مركز ۽ سورهيه بادشاهه جي مركزي هيڊكواٽر سانگهڙ لاءِ هيئن چوي ٿو:

متان پانيو ائين، سانگهڙ سانگهڙ آ،
كيئي صوبا سنڌڙيءَ، جٽيا سورهيه ماءُ،
اک اک وٺي تحريك ٿي، وک وک تي لوڙها،
كانئر تنهنجي كا، ساک نه رهندي سنڌ ۾.

سنڌ جي مشهور عوامي شاعر استاد بخاريءَ كي پيٽا ڏيندي چوي ٿو ته:

استاد بخاري چا، كاڇو هو يا كڇ،
ون كان ڳالهه نه پڇ، عالم هو هي آدمي.

نماڻي سنڌيءَ جي شاعري ۾ مزدور ۽ پورهيت جي ڏكن ڏاكڙن ۽ پيڙائن جو تذكرو پڻ جهجهو ملي ٿو جيئن:

هو جو سانجهيءَ ويل جو موتي ٿو مزدور،
اوريندو سڀ سور، وجي ٿو جڻ پاڻ سان.

هڙ ۾ اٽي لپ، پورهيت جي پيڙا،
كيڏا اوسيئڙا، كٽي وجي پ'ڻ سان.

بک ۽ غربت ج ، منظر نگاري كندي چوي ٿو ته:

ڳڙي پيو ڳوڙهو
بک ۾ ماءُ ۽ بار،
كٽ چكي پوڙهو.

سنڌ جي وستين ۽ واهڻن ۾ صحت جي سهوليتن جي اڻاٺ/ اڻ هوند جي منظركشي كندي چوي ٿو:

بيل گاڏيءَ ۾ بيمار نه ويجهو اسپتال كا،
اسُر ٽين سوار، سانجهيءَ پهچن شهر ۾.

نيم حكيم جي نشاندهي كندي چوي ٿو:

هك اڳ اٽپوري، پيو كڏا وبج ٽيا،
پورهيت جي پوري كڍهن ٽيندي ڏيهه ۾.

نماڻو ڪڏهن تاريخي ماڳ ٽيڪسيلا گهمڻ ويو ته اتان جي خوبصورت ۽ حسين نظارن کان تمام گهڻو متاثر ٿيو. سندس شاعريءَ ۾ اهڙا ڪيترائي بيت ملن ٿا جيئن:

ٽيڪسيلا تي چنڊ،
گوتم ڪي گهوڙي ڏسي،
ماٺ ڪري هي گهنڊ.

ٽيڪسيلا تي چنڊ،
ٻرن ٿا ڪنن ۾،
جيڏانهن ڪيڏانهن گهنڊ.

نماڻي سنڌيءَ جي شاعري ۾ گڏيل جدوجهد جو سبق پڻ ملي ٿو:

تون ٿورو ساٿ نڀائيندي، سڀ سانگ سويارا ٿي پوندا.
هي ٻيڙا پيڙا منزل جي نزديڪ ڪنارا ٿي پوندا.
چا، هٿ ڪٽيا، چا قلم ٽٽا، تاريخ ته پوءِ به ڳالهائيندي،
هي ڏنڊ ٽُٽن، ڪوهيڙ هٽن، سڀ روشن چهرا ٿي پوندا.
هي دونهين اڳ جا پٽ ڏٽيءَ هن دور نئين لئه دمائي هئي،
ٿي فڪر تهين ۾ فاني ڪيئي ٻارڻ وارا ٿي پ ندا.

نماڻي سنڌيءَ جا ڪيترائي خوبصورت نظم پڻ رچيل آهن. جن مان سندس مشهور نظمن ۾ "تون آءُ پرين، هن شهر وري"، "نئين صديءَ جي نانءُ "سرخ ڪوئي سڏ ٿئي ته هانوَ سان هنڊائجانءُ" ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا. سندس مشهور نظمن جا هڪ ٻه بند نمومي طور هيٺ ڏجن ٿا:

جت ٻاجهر ڦوهه مان ساماٽي، جت پيهي پيهي ڪانياٽي،
اچ تون مان گڏجي جهار ٽڙيون، هن ڏيهه سچي جو ڏڪار ٽڙيون،
اچ پيار بچايون پهرن مان، هن اونهن اونهن ڏهر مان،
ڪو ماري باقي ڪين بچي، نروار پٽن تان نينهن نچي،
هي سونهن جي ول آ جاڻ ڦري، تون آءُ پرين، هن شهر وري!

پڙاڏا پيار جا ڦُٽي پون پٽن مُهاڙ تي،
چنڊ جڏهن چڙهي اچي، سج لٽي ڪراڙ تي،
بندش نه ڪا هجي جڏهن، راڳ جي اڏام تي،
تنهنجا به ڪئل اچي وڃن، سونهن جي سلام تي،
پيگ ڪي پياڪ پين، پري تنهنجي نام تي،
نماڻي ڪي به نيڻ مان انهن سندي نهارجانءُ!

سرخ ڪوئي سڏ ٿئي تہ هانوَ سان هنڊائجان!
خواب منهنجا چڇريل تعبير تائين پڄائجانءِ!

نگهہ پر تہ قدرت جا پُر نور آهي،
محبت خدا جو ئي منشور آهي،
اوهان جا هي ايٽم جي اڄ ڪي اجهائن،
ڏين جڳ کي مانيءِ محبت ورهائن،
تہ گولي سڄي کي سُهائي ملي پئي،
علم ۽ عقل، روشنائي ملي پئي،
ميت حسرتن جا تہ نڪرن نہ نا حق،
صدي نئين مبارڪ، صبح نئون مبارڪ.

نماڻيءَ سنڌيءَ جا خوبصورت نثري ٽڪرا پڻ ملن ٿا جن ۾ وڏي مامرڪيل آهي:

-بک جي ستايل ٻارن ۾ اوچتو راڙ پئجي وئي،
اڇو اڇو هو ڏسو
ڪتي جي وات ۾ سڄي ماني!

-زهريلا نانگ هميشہ ڏيهہ کي ڏنگيندا رهيا آهن،
اي جوڳي! تو وٽ ڪا اهڙي ٽپڻي آهي،
جنهن ۾ تون هنن کي بند ڪري سگهين؟

-پولڙا رڳو مدارين جي ٻولي سمجهندا آهن.

-چورن جي پاڻ ۾ ڪيڏي نہ ٻڌي آهي،
۽ ڦرجڻ وارن کي ڪو الڪو ڪونہ آهي.

وڻ روئي رهيو آهي،
رات ٿي وئي آهي،
منجهس رهندڙ پکي،
چونہ وريا واهيرن ڏي!

سنڌ جو هي خوبصورت شاعر 17 اپريل 2003ع تي دوستن ۽ احبابن کي وڇوڙي جو گهاءُ ڏئي ويو. سندس خوبصورت شاعري جو خوبصورت ڪتاب "ستارن-رمجهول" سندس وفات کان ترت پوءِ سنڌي ادبي سنگت نوان جتوئي پاران ڇپايو ويو.



# سُونهن، سنڌ ۽ سيف بخاري "تنها"

•

عزيز ڪنگراڻي



سنڌ جي سرزمين شاعريءَ جي لحاظ کان نهايت زرخيز رهندي آئي آهي. هر دور ۾ هر شاعر پنهنجي ذات ۽ ڏانءَ جي ڏِيِ تي پنهنجي شاعريءَ ۾ حساس ۽ نفيس جذبن ۽ خيالن کي سموهي، سچ ۽ ساٽيه جي سونهن جا عڪس ۽ اولڙا اجاگر پئي ڪيا آهن. هر سرجڻهار جي تخليق پٺيان ڪو نه ڪو جذبو يا پسمنظر ڪار فرما هوندو آهي، جيڪو سرجڻهار جي سوچن تي سرسِي ڪري کيس تخليقي عمل لاءِ اُتساهيندو آهي. اهڙا ڪيئي انساني جذبا، احساس يا معاشرتي پسمنظر ٿين ٿا، جيڪي شاعر يا اديب کي تخليقي عمل تي آماده ڪن ٿا يا اهڙو اُتساهه پيدا ڪن ٿا. انهن جذبن منجهان سونهن نهايت اهم، سگهارو ۽ پُرڪشش مظهر آهي، جيڪو نه صرف شاعر جي شاعراڻين صلاحيتن ۽ سوچن ۾ سرگرمي پيدا ڪري ٿو پر هر عام انسان کي به متاثر ڪري ٿو. ائين ڪٿي چئجي ته سونهن شاعريءَ يا ٻئي تخليقي عمل جو اهم ۽ بي حد سگهارو سرچشمو آهي، ۽ هر دؤر ۾ شاعر انهيءَ کان متاثر ٿي پئي لکيو آهي يا شاعري ڪئي آهي. شاعر سونهن کي عام ماڻهوءَ جي ڀيٽ ۾ منفرد انداز ۾ محسوس ڪندو آهي ۽ سونهن جي سحر انگيزيءَ کي به مختلف انداز ۾ محسوس ڪندو آهي. وٽس سونهن جو نظريو به الڳ آهي. جڏهن سندس سونهن جو دائرو سچ جي سونهن کان وڌي وڃي ساٽيه جي سونهن تائين وسعت ماڻيندو آهي، تڏهن نه صرف سندس شاعريءَ ۾ نکار اچي ويندو آهي، پر سندس شاعريءَ ۾ سمالي سوچن ۽ خيالن ۾ پڻ وسعت نظر ايندي آهي. جيڪڏهن ڪنهن سرجڻهار جي شاعريءَ جي تاڃي پيٽي ۾ سچ جي سونهن سان گڏوگڏ ساٽيه جي سُونهن جون سهڻيون ۽ سيبتيون تندون موجود نه آهن ته انهيءَ شاعريءَ جي اُڻت اڻوڻندڙ ٿي پوي ٿي ۽ نه وري اهڙي شاعريءَ جو تاڃي پيٽو امرتائن جي رنگت ۾ رنگجي ۽ اُڃجي سگهجي ٿو. سونهن سان گڏ شاعر

لاءِ سماج ۽ سماجي قدرن، زندگي ۽ زندگيءَ جي پهلوئن جو مطالعو ۽ مشاهدو بہ لازمي هوندو آهي. انهن سان شاعر سونهن بابت وسيع نوع ۾ سوچڻ جو دائرو جوڙي اظهار ۾ ڪماليت ۽ وسعت پيدا ڪري سگهي ٿو.

شاعر، سونهن نگر جو رهواسي هوند هي. ڪڏهن ڪڏهن تہ ڪيس ڏک، سور عذاب ۽ اڪيلائپ ۾ بہ سونهن جا جلوا نظر ايندا آهن. وٽس سونهن نہ صرف مقدس پر زندگيءَ جي علامت جي حيثيت رکندي آهي. سونهن سچڻ جي هجي يا سون جي، پنهيءَ جي ڪيرت ڪي عبادت سمجهندو آهي. سيف بخاري بہ اسان جي سرزمين جي اهڙن ئي سپاجهن ۽ سونهن پرست شاعرن جي سٿ ۾ شامل آهي، جن وٽ نہ صرف سچڻ جي سونهن پاڪ پوِتر آهي پر وٽن ساٽيهہ جي سوڀيا بہ سرس ۽ سڳنڌ پري آهي. سيف بخاري بہ پنهنجي ذات، ذانءَ، تجربي، مطالعي ۽ مشاهدي آهر سچڻ ۽ ساٽيهہ جي سونهن بابت پنهنجي خيالن جو اظهار ۽ جذبن جي اپٽار ڪئي آهي. ڪاش! سيف سونهن جي اهڙي ڪيرت ڪندي اچا بہ ڪي پل جِي سگهي ها، پر افسوس جو سيف بخاري عمر جي حد، جنهن حد ۾ قدم رکندي سيد ممتاز بخاريءَ جي هنج مان پڙڪو ڏيئي اُڏامي ويو تنهن حد ۾ اچا ڪيس شاعريءَ جي فني گهرجن، زندگيءَ جي پهلوئن سماجي قدرن ۽ معاشرتي حالتن جي مطالعي ۽ مشاهدي جي گهرج هئي پر تنهن هوندي بہ سيف بخاريءَ جي شاعريءَ جو سچڻ ۽ ساٽيهہ جي سونهن ۽ سُندرتا جا عڪس، سُريلا، سيبتا ۽ اُجرا موجود آهن. انهن ئي جذبن ۽ پنهنجي تخليقي عمل جي وسيلي اسان جو هيءُ سرجڻهار سدائين ياد رهندو.

سيف بخاريءَ ڪي سونهن جو سرجڻهار چئجي تہ وڌاءُ نہ ٿيندو. وٽس سونهن جا پنهنجا ۽ منفرد معيار آهن تہ انهن جي اظهار جو بہ پنهنجو انداز رکي ٿو. ڪيس سچڻ جي سونهن سنسار جي هر سونهن وند منظر يا نظاري کان بہ سرس نظر اچي ٿي ايتري تائين جو چنڊ ڪي بہ سچڻ جي سونهن سان ڀيٽ ڪرڻ لاءِ تيار ناهي:

چنڊ سان ڪهڙي ڪري سگهندس سچڻ سان ڀيٽ ڪا
ماهہ پارو نور جو سامان بڻجي آيو آ.

سيف بخاريءَ ڪي سچڻ جي هر ادا، هر ناز هر عمل، سچڻ جو مرڪڻ، ڳالهائڻ ۽ سندس انگ انگ ۾ سُندرتا نظر اچي ٿي، خوبصورتيءَ جي انهيءَ تصور ڪي هن پنهنجي تخليقن ۾ سادي پر ڏاڍي دلڪش انداز ۾ سمائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ پنهنجي موهت ٿيڻ جي ڪيفيت بيان ڪئي آهي:

ناز واري گهور تنهنجي منهنجي دل ڪي مات ڪِيو
چا ڪيان ساراهہ جادوءَ سان ڀريل چا گُهور آ.
ماهہ رخ توتي لکان چا گيت وائي ۽ غزل،
شمس کان وڌ خلقيو تو ۾ ُخدا ڪو نور آ.

سيف بخاري حساس دل شاعر هجڻ ڪري پريءَ جي هر روپ سروپ جي عڪس بندي ۽ منظر نگاري نهايت ليائيندڙ انداز ۾ ڪري ٿو. جڏهن سندس محبوب جا وار کلن ٿا ته جڻ ڪي ڪارا ڪڪر اُڀ تي اُڏامندي وسڪارو ڪن ٿا ۽ وسڪاري ڪان پوءِ ماحول ۾ ڪائنات جو هر مظهر جڻ ڌوپي، اجرو ۽ چٽو ٿي من موهيندڙ ٿي پوي ٿو:

وار جي تو چوڙيا سي ڪڪر ڪارا بڻجي ويا
برڪا رُت جا چن ته سهڻا ڪي نظارا بڻجي ويا

جڏهن وري پريءَ جي پريتڻي جي چانوري ۾ ويهي ميل ملاقات ۽ روح رهاڻ جي خواهش سندس من ۾ ڪر موڙي ٿي ته تڙپي پوي ٿو ۽ محبوب جي ملاقات لاءِ واجهائڻ لڳي ٿو. پريءَ ڪي پر ۾ نه ڏسي عجيب وسوسن ۾ وڪوڙجي سوچڻ لڳي ٿو ته سجڻ سان سامهون ويهي سُور سلڻ. سندس معطر ۽ ملائم انگ چمڻ جو ويلو نصيب ٿيندو الائي نه؛ اڻين مايوس ڪُن سوچن ۾ ويڙهجي چئي ويهي ٿو:

ٿيندو سجڻ جو ديدار وري ڪو يا نصيب.
مرڪي مون کي ملي يار وري ڪو يا نصيب.

ڪڏهن وري سجڻ سان سامهون ويهي، رس رهاڻيون ڪندي، خوبصورتيءَ جي رنگ ۾ رنگيل سندس انگ ڪي ڇهندي سندس سونهن جي ساراهه مان نٿو ڍاپي. بنا هار سينگار جي سجڻ جي سُندرتا جي ڪشش کي وڏيڪ محسوس ڪري ٿو. جڳ ۾ ڪنهن به خوبصورت مظهر کي سجڻ جو جوڙ جيس نٿو ڀانئي. سجڻ جي هٿن ۾ ڪُل ڪائنات جي خوبصورتيءَ کي سمايل محسوس ڪري ٿو ۽ چئي ڏئي ٿو:

دل چوي ٿي پيار مان ڏسندو رهان تنهنجا هٿ
خلقيا آهن خدا ڇا ڇا منهنجا تنهنجا هٿ

يا:

سهڻل جي حُسن کي ڪيان بيان ڪهڙيءَ طرح.
تنهن نازنين لئه مان لکان ڪهڙيءَ طرح.

سيف بخاري پنهنجي تخليقي سفر ۾ روايتي وکون ضرور کنيون آهن پر پنهنجي وس، وت، ڏات، ڏانءَ ۽ مشاهدي آهر سجڻ جي سونهن جي واکاڻ ۾ ڪا به ڪسر نه ڇڏي آهي. هر تخليقڪار وٽ سونهن جو متبرڪ ۽ پُرڪشش تصور سونهن جهڙو ئي هوندو آهي، سونهن جي ڪشش ۽ ڇڪ آڏو سندس جذبا جنون جي حد تائين جنبش ۾ اچي ويندا آهن ته سندس تخليقن ۾ نفاست ۽ جاذبيت سموهجي ويندي آهي. سونهن سراسر سچ آهي ۽ سچ سونهن جو مظهر آهي. جڏهن انهيءَ سونهن جو آڳر ڦهلبو ۽ وسيع ٿيندو ويندو آهي ته شاعر انفراديت کان اجتماعيت ڏانهن راغب ٿيندو آهي. شخصي خول منجهان نڪري اجتماعي سوچ جو پيروڪار ٿي پوي ٿو ته نه صرف سندس سوچن ۾ سگهه پيدا ٿئي ٿي، پر خيالن ۾ بلندي ۽ اظهار ۾ وسعت پڻ اچي وڃي ٿي. جڏهن سندس سوچن ۾ وسعت اچي ٿي تڏهن سونهن بابت سندس نقطهءِ نظر ۾ به واڌارو ۽ سڌارو اچي وڃي ٿو. محبوب جي سونهن سان گڏ ساڻيهه جي سُندرتا کي به ساڳي ڪشش ۽ موهت سان

محسوس ڪرڻ لڳي ٿو. سيف بخاري به سنڌ ڌرتيءَ تي اک کولي، سندس خمير ۾ سنڌ جي مٽيءَ جي خوشبوءِ ۽ سنڌوءَ جي اُجري آب جي آلاڻ به موجود هئي. وطن جي مٽيءَ جو واس به پنهنجي انفراديت پري ڇڪ ۽ ڪشش رکي ٿو. جنهن سيف بخاريءَ کي به پنهنجي پاڪيءَ ۾ آندو جنهن ڪري سيف هڪ هنڌ چئي ويٺو:

هي سنڌ ڌرتي منهنجي ڌرتي آ
هن جي نانءُ سان ئي منهنجي سرسي آ
مون آ ڳڪ هن جي مان جنم ورتو
ڪيڏي سبحان الله خوش بختي آ

سنڌ ڌرتيءَ جي سونهن سوپيا جو هيءُ ساڪي شاعر پنهنجي ڌرتي سرتيءَ جي هر شيءِ کي پيارو ۽ سونهن جو مظهر سمجهي ٿو. سنڌ جي سُندرتا نياري ۽ انمول پانئي ٿو. سنڌ جي هر نظاري کي سونهن پري نگاهه سان ڏسي ۽ پسي ٿو. اِها نه صرف سندس ديد جي خوبصورتي آهي، پر سندس سوچن ۾ سمايل سُرهاڻ به آهي ۽ اِهي شيون ڪيس پنهنجي سرزمين جي طفيل عطا ٿيل آهن.

سنڌ ۽ سنڌ واسين ۾ ڪيس سرس سونهن ته اوس محسوس ٿئي ٿي پر جڏهن مٽن ڪو ڏکيو ڏينهن اچي ٿو ته همت نه هارڻ واريءَ خوبيءَ ۾ به ڪيس عجيب سونهن محسوس ٿئي ٿي. هر ڏکئي وقت کي منهن ڏيڻ واري خاصيت سان به ڪيس پيار آهي ۽ انهيءَ پيار جو اظهار ڪندي چوي ٿو:

ڌرتيءَ تي جڏهن آيو تي ڪڏهن وقت ڏکيو
ميدان ۾ پون ڳڏيو شينهن جي دل رکن تا.

سنڌ ڌرتيءَ جي مٽيءَ ۾ سونهن ۽ سڳنڌ کان سواءِ سيف بخاريءَ کي سچائي به سمايل محسوس ٿئي ٿي. نڌوءَ جي مٽيءَ ۾ جا سچائي سمايل آهي تنهن کي هانءَ سان هنڊائيندي پنهنجي دل جي صفائيءَ جي حڪمت جو راز سَلي ٿو. پنهنجي ڌرتيءَ جي سُندرتا تي ناز ڪري ٿو ۽ فخر ڪندي چوي ٿو:

سنڌو جي هن مٽيءَ ۾ سمايل آ سچائي
هنڊايان ٿو جيءَ سان ته دل جي ٿئي صفائي

پنهنجي ديس جي ڌرتيءَ جي سُندرتا کي ساهه ۾ سانڍي ۽ انهيءَ جي ثنا خوانيءَ ۾ رچنائون رچيندي جڏهن سنڌ جي سورن ۽ ان تي رهندڙ ڏکويل دلين جو پُور پويس ٿو ته جيءَ کي جهوبوا اچيو وڃيس. سچ جي علامت انهن ڏکويلن بابت سرباٺ ڪري ٿو:

ڌرتي منهنجي ديس جي، منڙي موچاري،
سنڌڙي سونهاري، ڇا لاءِ سهي سور ٿي.

يا:

سون سَريکي ڌرتي، پر ماڻهو ڏکيارا.
آهن سچارا، ڪوڙا ٿين نه ڪڏهن.

جتي سيف بخاري سنڌ ڌرتيءَ جي سونهن جو ساڪي آهي اُتي سندس سورن کان اڻ واقف به ناهي. پنهنجي ديس جا ڳيرو جڏهن بي ڏوهي ڪنهن ظلم جو شڪار ٿي وڃن ٿا ته سندس جيءُ جهُري پوي ٿو جن جوڏن جي وڏڻ ويجهڻ، ڪلي

گھمڻ ڦرڻ ۽ جوانيءَ جي بهار ۾ واس وٺڻ جي مند آهي سي وقت جي ڏاڍ، جڏهن کسڻ شروع ڪيا تہ سيف بخاريءَ جو ڪليجو ڪُرڻ لڳي ٿو. ائين ٿو لڳي تہ هن ڇهين حس سان محسوس ڪندي پاڻ ۽ پاڻ جهڙن انيڪ ڳڀروئن جي بي وقتي ۽ ناحق موت جو اهنج اوريو هجي ۽ چيو هجي:

توڙي مند بهار جي، پوءِ بہ پَنَ ڇڻن
وٽن آ سُرہاڻ ڪيو لامُون ٽيون لُڏن
الا! وڻ پيا وڍجن، ڌرتيءَ جي سيني مٿان.

اِهو انساني جبلت ۾ شامل آهي تہ هُو هر حال ۾ پنهنجا پَڌَ سارينڊو ۽ چاهيندو آهي. ڏک ڏولاون ۾ يا سک سهنجن ۾، خوشحالي يا بدحاليءَ ۾ پنهنجي پِڊن تي ٿي زندگيءَ جون گهڙيون گهاريندي عجيب سڪون ۽ ساءُ محسوس ڪندو آهي. جنهن ڌرتيءَ تي جنم وٺندو آهي انهيءَ سان سندس اڻ ٽُٽ روحاني رشتا جڙيل هوندا آهن. هڪ پل بہ پري رهڻ ڪي ورهين جي وٿي پائيندو آهي. انهيءَ فطري ڳانڍاپي ۾ تند نرم هوندي بہ مضبوط ۽ اڻ ٽُٽُ هوندي آهي. ايستائين جو بُک ۽ بدحاليءَ جي صورت ۾ بہ پنهنجي جنم ڀوميءَ جي محبت تان هٿ نہ ڪڻندو آهي. ٻئي هنڌ ڪيس ڪيترا بہ سک ساءُ ميسر ٿين پر پنهنجي سرزمين جي ذڪر واري صورتحال ۾ رهڻ بہ لک ڀيرا ماناڻتو محسوس ڪندو آهي، چاڪاڻ تہ ٻي ڪنهن ڌرتي يا ديس جي ڀيٽ ۾ ڪيس پنهنجي ديس جي ڌرتي وڌيڪ سونهاري، موهيندڙ معطر ۽ پياري پاسندي آهي. پنهنجي ديس جي سونهن سندس روح جي وروُنهن تي پوندي آهي، جو دنيا جا سارا سک ڇڏي ديس جي بک کي بہ اتم سمجهي پنهنجي پِڊن تي حياتيءَ جا پل گهاريندي فخر محسوس ڪندو آهي. ڏک يا سک ۾ گذاريندي ڪيس پنهنجي ڌرتي سرتيءَ جي سونهن سرس محسوس ٿيندي آهي. سيف بخاري بہ هڪ هنڌ پنهنجن اهڙن ئي جذبن ۽ احساسن جو ذڪر ڪيو آهي:

ڌرتي منهنجي ديس جي سرس آهي سونهن ۾
سڳند خستوريءَ جي آ رچيل هن پوِنءَ ۾
سونهن ۽ ورونهن ۾ اُتم آهي سڀ ڪان.

پنهنجي پرينءَ ڪان پوءِ جيڪڏهن سيف بخاريءَ وٽ ڪنهن لاءِ محبت آهي يا ڪنهن جي سوُنهن جي ڇڪ موجود آهي تہ اِها سندس ڌرتي سرتي آهي، جنهن سان نينهن لائي نباهہ جا نغارا وڄائيندي پنهنجي سڪ ۽ اُڪير، محبت ۽ الفت جو بي پناهہ اظهار ڪري ٿو:

پرت پنهنجي ڌرتيءَ سان نڀائيندو رهندس
پڻي پنهنجي اکين سان لائيندو رهندس
مثل باغ رضوان آ ڌرتي اسان جي
غزل گيت جوڙي خوب ڳائيندو رهندس.



# ڪُماچ

[ڪمپوزيشن]

●

اڪبر سومرو

(5)

## Mary had a Little Lamb!



اُها چانڊوڪي رات هُئي. شهر جون اجگرن جهڙيون عمارتون، بلڊنگس ۽ سمورا نظارا سحرزده هُئا. سمُنڊ هنبوڇيون هڻي هڻي ساٿو تي پيو هئو. تڏ ۽ گهم جي ڪري سموريون روشنيون مدّم تي لڳيون ۽ ماحول جادوئي. گهٽين ۾ يخ هَوا شُوڪارا پيري رهي هئي. اڪثر ماڻهو هوٽلن ۾ ڪلبس مان جلد ئي واندا ٿي گهرن ڏانهن واپس وڃي رهيا هُئا. رات گهري ٿيڻ ڪان پوءِ سيءُ ۾ سڄي رات رولُو ڪُتا ڀئونڪيا هُئا. اڄوڪو صبح ڪجهہ ٺڪل ٺڪل لڳي رهيو هُئو.

صبح ٿيندي ئي بلاڪس ۽ اپارٽمينٽ منجهہ روز جيان ساڳي هڙ ٻڙ مَتل هئي. پارڪنگ لاٽ ۾ ڊرائيور ڪي گاڏيون ڌوئي رهيا هُتا. ڪن گاڏيون اسٽارٽ ڪيون هُيون. هيٺ اخبارن وارن جي رڙمثان رڙ هئي. ڪنهن اپارٽمينٽ ۾ ڪٽي T.V چينلز تي قرآن شريف جي تلاوت ۽ ترجمي جا آواز هئا. ڪٿي وري MTV ۽ 'زِي' وغيره تي گانا هلي رهيا هئا. ڪافي اپارٽمينٽس ۾ سويل اٿيل وڏيءَ عمر جا ماڻهو ٽي. ويءَ تي جنگ جون خبرون ٻڌي رهيا هئا. اڪثر اپارٽمينٽس ۾ شام وارين شفٽن ۾ پڙهندڙ ڇوڪرا ڇوڪريون سُتا پيا هُئا. شريف جي گهر ۾ سڀ سُتل هُئا. اُنس بہ دير تائين جاڳڻ ڪري ننڊ ۾ هئو. پروفيسر ڪامل علي آغا يونيورسٽيءَ وڃڻ جي تياري ڪري رهيو هئو ۽ عماد ان وقت پنهنجي اپارٽمينٽ جي بالڪنيءَ ۾ بيهي شهر جو نظارو ڪري رهيو هُئو. سمورو شهر سرديءَ، گهم ۽ ڌنڌ ۾ ويڙهيل هئو. هيٺ شاهي رستن تي ڊوڙندڙ ڪارون ۽ رڪشا، فٽ-پاٿس تي هلندڙ ماڻهو سڀ ڪجهہ پنهنجي ڊوڙ ۾ مصروف هئو.

ڊبل روڊ جي ميڊيئن ۾ ڪجهه ٻوٽا لڳل هئا ۽ ان بعد پري پري تائين ڦهليل گهرن کان پوءِ ڪٿي ڪٿي ريلوي ٽريڪ نظر ٿي آيو جتان ڪيڏي ڪيڏيءَ مهل اينڊڙ ويندڙ ٽرينون ڏسڻ ۾ اينديون هيون. سمورن گهرن مٿان واٽر ٽينڪ، ڊش انٽينا، بجلي ۽ ٽيليفون جون تارون. ۽ انهن کان به پريان ڪجهه پراڻا گهر جن جون ڇتيون ٽين جون هيون شايد اُهي ريلوي ملازمن جا ڪوارٽر هئا ۽ انهن پرسان ڪجهه ناريل جا وڻ، ڪجهه پپر جا شاهي وڻ. انهن مٿان آسمان ڪجهه ڏنڊلو ڪانوَ ۽ سرٽيون ۽ اڏامندڙ ابابيل.

۽ پري پري کان نظر اينڊڙ پٿر جو هڪڙو مندر جنهن کي سمنڊ جي گهم آهستي آهستي ڳاري رهي هئي. عماد پنهنجو سگريٽ ختم ڪيو ۽ واش روم ڏانهن هليو ويو. اُتي هن کي ياد آيو رات هن ڪافي عجيب غريب خواب ڏٺا هئا. جن مان ڪجهه خواب ته ڪافي پريشان ڪندڙ به هُئا ان ڪري ڪجهه وقت هن جي ننڊ به ڦِٽي هئي ۽ هن ڪجهه دير ٽي وي هلائي جنگ جون خبرون ٻڌيون هيون. ان مهل رات ڪافي سانتيڪي هئي پر ان هوندي به ڪيڏي ڪيڏيءَ مهل ٻاهران ڪنهن گاڏيءَ جو آواز يا وري ڪنهن ڪتي جي ڀئونڪ ٻڌڻ ۾ آئي ٿي. ڪابل تي اسٽيلٿ ميزائيل ڪيرايا پئي ويا ۽ انهن سان گڏ کاڌي جا پئڪيٽ پڻ. هڪ پاسي بم ماڻهن کي ڇيتيون ڇيتيون ڪري رهيا هئا ۽ ٻئي طرف معذور ٿيندڙ ماڻهن لاءِ کاڌي جا پئڪيٽ اڇلائي دعوت جو انتظام پئي ڪيو ويو. عماد کي ياد آيو ته اجا هو ننڊ ۾ ئي هئو ته صبح سويل هن جي گهر جي فون جو رنگر وڄڻ لڳو هئو. هن رسيور کنيو ته ٻئي طرف ربيعا هئي. ننڊ مان جاڳڻ مهل هن محسوس ڪيو ته هن کي مٿي ۾ هلڪو سور هئو ۽ هو اڄ تازو توانو نه هئو. ان جو سبب رات جو هن جي بي سبب ننڊ ڦٽڻ هئو. هن جو دماغ ڪجهه ڳئورو ۽ جسم ٿڪل ٿي لڳو. ربيعا ۽ هن جي تعلق کي هاڻ لڳ ڀڳ ٽي مهينا گذري ويا هئا. ”ڪافي ڏينهن کان سوچيم پئي ته توهان سان ڳالهايان پر الائجي ڇو وقت ئي نه پيو مِلي.... هينئر ڪٿي آهيو؟“ ربيعا پڇيو.

”ننڊ ته پوري رات مون کي نه آئي آهي پر لڳي ٿو هوش توهان کي ڪونهي! يا وري اجا به ننڊ ۾ آهيو. مارڪيٽ مان واڳڻ وٺي رهيو آهيان... يار! جڏهن گهر فون ڪيو اٿئي ته...“ عماد ڳالهايو.

ٻئي طرف ٺهڪ ٻرڻ لڳا ربيعا شرمساريءَ مان کِلي رهي هئي. ”ساري! لڳي ٿو اوهان ننڊ ۾ هُئا ۽ مون اوهان جي ننڊ ڦٽائي... منهنجو مطلب هئو اوهين ڇا ڪري رهيا آهيو؟“ هوءَ اجا به کلي رهي هئي.

”جي سامهون هجين ها ته وهاڻو اڇلائي هڻانءِ ها. هونئن به ڪا به ڇوڪري تيستائين Courageous نٿي ٿي سگهي جيستائين اها شادي نه ڪري!“ عماد چيو.

”خير، هرويرو ائين بہ ڪونهي، جيڪڏهن تنهنجو مطلب سنجيدگيءَ سان آهي تہ ڪافي واچڙ واچڙ ڇوڪرا گهمندا ٿا وتن.. جن ڪي .... جن ڪي.... خير ڇڏيو ڪٿي.“ ربيعا چيوءِ ٽهڪ ڏيڻ لڳي.

”جن ڪي ... جن ڪي ڊائننگ ٽيبل تي ڪانٽي ڇمچي سان ماني کائڻ ۽ ... ۽ Even سيڪس انجواءِ ڪرڻ بہ نٿو اچي!“ عماد، ربيعا جو جملو انهن لفظن سان پورو ڪيو تہ ٻئي ٽهڪ ڏيڻ لڳا.

”Off_Course!“ ربيعا وري ٽهڪ ڏنو ”پر مون کي افسوس آهي تہ سيڪس ۽ ڊائننگ ٽيبل جو پاڻ ۾ گهٽ واسطو آهي.“ هوءَ مسلسل کِلي رهي هئي.

”you know سيڪس ۽ ڊائننگ ٽيبل هڪٻئي لاءِ لازم ملزوم آهن. مون کي لڳي ٿو اڄڪلهہ جي هر پڙهيل لکيل ڇوڪري فيميل شاونزم جي سينڊر ۾ رڱيل آهي! الائجي پڙهيل لکيل ڇوڪرين کي ڇا ٿي ويو آهي؟“

”نہ ائين ڪونهي... مرد ان کان پهرين ميل شاونزم جو سُرمو اکين ۾ وجهيو ويٺا آهن!“

”خير ڇڏيو ان بحث کي ٻڌايو توهان جي شاديءَ جو ڇا ٿيو؟“

”مون ان بينڪر سان پنهنجو مڱڻو ٽوڙي ڇڏيو!“

”ڇا؟... ڇري آهين ڇا؟“

”ڇرين کي وري ڪهڙا سِڱ ٿيندا؟“

”تنهنجي لاءِ ڀلي نہ هجي منهنجي لاءِ اها چڱي ڳالهہ ناهي!“ عماد چيو.

”Well done!.... پوءِ ڪڏهن ٿي تنهنجي ماءُ مون کي چانهہ جي دعوت تي سڏائي؟“

”What?“ ربيعا رڙڪئي ۽ حيرانگي ظاهر ڪئي ”ڇا...؟ ڇا؟ ڇا چيَوَ؟“

”بابا ظاهر آهي مان بہ هاڻ سڄي عمر ويٺو تہ ڪونہ هوندس تنهنجي انتظار ۾ هاڻ منهنجي مٿي تان وار بہ گهٽجڻ لڳا آهن... ۽... ۽ پاڪستان ۾ هوندئن ئي Longivity گهٽجي پئي. مرد ۽ مينهن وساڙي ۾ ڪو فرق ڪونهي... ٻنهي ۾ ڪو جتاءُ ڪونهي. چاليهن سالن جي عمر گذرڻ کان پوءِ مرد جو پروسو ئي ڪونهي! سمجهيئہ جي پروپوز ڪرڻو اٿئي تہ ڪري وٺ اهڙو سودو مارڪيٽ ۾ هميشہ نہ ملندو آهي.“ عماد ڳالهايوءِ ٽهڪ ڏنو.

”Oh my God! منهنجو پالو ڪهڙي قسم جي مرد سان پيو آهي؟“ ربيعا وري ٽهڪ ڏنو ”... منهنجي ماءُ هڪڙي سخت قسم جي عورت آهي. ان جي ورتل انٽرويوز ۾ ڪي ياڳ وارا ئي ڪواليفاءِ ڪري سگهندا آهن.“ ربيعا کلندي کلندي چيو.

”Any how! مان بہ ڪو ايترو واندو ڪونہ آهيان جو شيو ڪري ڪاٽن جو وڳو پائي، پرفيوم هٽي گاڏيءَ جو تيل ساڙي تنهنجي بنگلي تي پهچان. ساري! مون وٽ صرف چانهہ پيئڻ لاءِ ايترو ٽائيم ڪونهي! يار هاڻ ڊيگهہ ڇڏ... ۽ مذاق نہ

ڪر... سيريس ٿي. شاديءَ لاءِ... ان بينڪر جي ته جان ڇڏ پر هاڻ دير نه ڪر. شادي ماڻهوءَ کي آفر ملي ته ڪري ڇڏڻ کپي ۽ مانيءَ جو وقت هجي ۽ مانيءَ جي صلاح ٿئي ته ماني کائي ڇڏڻ کپي... سو هاڻ !Be Positive شادي ڪري ڇڏ."

"ڪنهن بئي سان شادي ڪنديئن؟ منهنجو هڪڙو States Return دوست ڪنهن تو جهڙي ڇوڪريءَ جو انتظار تو ڪري" عماد چيو.

"Sorry!... مون کي شاديءَ جو ڳاڙهو وڳو ۽ ڳهه- ڳنا پائي بيوقوفيءَ جي تصوير ناهي بڻجڻو.. شادي ڪنهن به ڇوڪريءَ جي انساني حقن تي ڌاڙو آهي. اهو اهڙو تعويذ آهي جيڪو لکي به مرد تو ۽ ڦاڙي به اهو ٿو! ان ڪري مون کي ڪو شوق ڪونهي جو اهڙي تعويذ جو ڦاهو ڳچيءَ ۾ وجهان!" ربيعا دليل ڏنو.

"اهڙو اعتقاد ته ڪافي مرد به نٿا ڪن. بلڪ چاهيندي به بئي ڌريون نٿيون ڪن. هر اداري ۾ سُٺاين سان گڏ خرابيون به ٿين ٿيون! بلڪ هر شيءِ ۾ سُٺاين سان گڏ خرابيون به آهن...! توهان هن دنيا کي ڪجهه به نٿا ڪري سگهو. جنهن جا فطري اصول ڪافي بيهودا آهن! ڪافي ڪثيف ۽ ڪن حالتن ۾ ذليل به آهن! How and where you will Escape? توهان ڪيڏانهن ويندئو؟ ڇا ڪندئو؟... آخر ڪيڏانهن پڄندئو؟ ماڻهو پنهنجي پيدائش کان به پهرين مخصوص سرڪلز ۾ قيد آهي ۽ پيدائش کان پوءِ به پنجوڙن ۾ واڙيل آهي... ۽ ... ۽ ايستائين جو مرڻ کان پوءِ به ڪن مخصوص صورتن ۾، پر مخصوص اصولن تحت جڻ ڪنهن قلعي ۾ قيد ٿيل آهي. ماڻهو هر صورت ۾ جڻ 'گوانتانامو بي' جو قيدي!"

"شادي ٻار کي پيءُ جو نالو ڏئي ٿي ۽ ان جي ماءُ کي پڻ تحفظ. ان ڪري ڪئين مرد ۽ عورتون شاديءَ ۾ Believe نه ڪرڻ جي باوجود شادي بهرحال ڪن ٿا." عماد ڳالهايو.

"پوءِ پلي اهو ٻار ڪنهن بئي مان هجي؟"

"آف ڪورس!"

ڪجهه دير لاءِ هو بئي چُپ ٿي ويا.

"جڏهن زندگيءَ ۾ ڪجهه به ڪرڻ لاءِ ڪو ڪم نه هوندو ته پوءِ شادي ڪندس!" ربيعا ڳالهايو. "مان هينئر ڪنهن به مرد جي ڳچيءَ جو تعويذ بڻجي ٻار ڄڻڻ نٿي چاهيان. ان لاءِ وريانا فيلاسيءَ روڪيو آهي."

"تيستائين جهرڪيون فصل چڳي چُڪيون هونديون! جڏهن تون پنهنجن فضول معاملن مان واندي ٿيندينءَ ته پوءِ شايد ڪو بيو تنهنجي لاءِ واندو نه هجي! ربيعا !Sorry مون کي... اهو سڀ ڪجهه نه چوڻ کپي پر توهان عورتن ۽ ڇوڪرين جي مٿي ۾ ميجالي بجاءِ مُنڌل ڀُيٽ ڀريل هوندو آهي. 'ميل شاونزم' ۽ 'ميل ڊامينسي' اوهان عورتن لاءِ 'Dellemma' بڻيل آهي. خبر اٿئي. ميل ۽ فيميل جو ڏوهه ئي ڪونهي سمورو ڏوهه 'Situation' جو آهي ۽ سمورو ڏوهه 'Opportunity'

جو آهي. جڏهن بہ ڪنهن مرد کي موقعو ملي ٿو تہ هُو بيءُ ڏُر تي ظلم ڪري ٿو ۽ جڏهن بہ عورت کي موقعو ملي ٿو تہ هوءَ مرد تي پنهنجي 'Deminancy' قائم ڪري ٿي ۽ اڪثر عورت بہ عورت تي ظلم ڪري ٿي. ماڻهوءَ کي رڳو Situation سهوليتون ڏئي ٿي. پوءِ اهو مرد هجي يا عورت! مون تمام گهڻا مرد اهڙا ڏٺا آهن. جن جي سندن زال تي نظر پوندي ئي پيشاب وهيو وڃي." ٻئي ٽهڪ ڏئي کِلڻ لڳا.

"مون توکي اڳ بہ ٻڌايو هو تہ هاڻ دنيا ۾ فيمنسٽ تحريڪ ڪمزور ٿي 'Cyber Feminism' ۾ تبديل ٿي ويئي آهي. هاڻ مرد ۽ عورت ٻيئي هڪ ٻئي کي Manage ڪرڻ واري پوزيشن ۾ آهن. Any way تون اهو ڪجهہ ڪر جيڪو توکي وڻي. پنهنجو خيال رکجانءِ چڱو خدا حافظ " ۽ عماد فون رکي ڇڏيو. رمُسيا ڪچن مان آئي ۽ ڪافيءَ ٽيبل تي اچي چانهہ رکيائين.

واش روم ۾ برش ڪندي هن کي محسوس ٿيو تہ هن جي,اندر جي عمارت ۾ ڪا ٽوڙ ڦوڙ ٿي رهي آهي.... ڪجهہ ڀڄي ڀُري رهيو آهي. آهستي آهستي هن جي جسم جي وڻ تان ڪجهہ پن... ڪجهہ گل ۽ ڪجهہ گلونچ ڇڻي رهيا آهن. حالانڪ زندگيءَ هن جي هر خواهش پوري ڪئي هئي. زندگيءَ هن کي سڀ ڪجهہ ڏنو هئو. سُٺي جاب, خرچ ڪرڻ لاءِ ڪافي پئسا, سهڻي سيبتي زال, سُهڻا ٻار, ڪافي خوبصورت دوست چوڪريون ڪافي پاورفل ۽ ويلدي دوست پر تہ بہ ڪجهہ هئو جيڪو هن کي اندران ئي اندران اسٽرائيڪ ڪري رهيو هو. ڪجهہ هئو جيڪو شايد ماڻهوءَ جي وَس ۾ نہ هئو! هن جي بدن جي هر شيءِ مٿان ڪا عجيب غريب موسم قبضو ڪري رهي هئي. هن کي محسوس ٿيو تہ هو ڄڻ پاڻيءَ ۾ پُسي رهيو آهي. ويراڳ هن جي اندر ۾ اِسٽِڪر جيان چنبڙي ويو هو. جيڪو ڪرڙي لاهڻ سان بہ نہ لهي! ان سان گڏ هن اهو بہ محسوس ڪيو تہ هو ڄڻ گليشئر جيان ڪٽان ڳري رهيو هئو. يا وري پٿر جي ان پراڻي مندر جيان سڙي رهيو هئو. سمنڊ جي لوڻياڻي هوا ۾ ڳري رهيو هئو.

ان ئي مهل هن کي محسوس ٿيو تہ هن جي اندر ڄڻ برسات وَسي رهي هئي ۽ هن جي اندر جي عمارت جون ديوارون موهن جي دڙي جي پُتل پٿبن جيان ڳري سَڙي رهيون هيون. شايد هن جو من پڪ جائيتو نہ هئو. سڀ ڪجهہ هوندي بہ هن کي سڪون نہ هئو.

*

**سالٽ اينڊ سيفران:**

شهر ۾ ڪافي گوڙ ۽ گهماگهمي هئي. اهو آچر جو ڏينهن هئو زارا ۽ عماد اَڄ پنهنجي منجهند گذارڻ لاءِ هاڪس- بي جو رُخ ڪيو هئو. ٻنهي ايڪسٽرا ڪپڙا کنيا هئا جيڪي چينج ڪري هنن سمنڊ ۾ ترڻ جو پروگرام ٺاهيو هئو. اتي بڪ ٽيل Hut ۾ ڪجهہ وقت گذارڻو هئو ۽ ان بعد لنچ ڪرڻ هئي.

سمنڊ جي ويجهو پهچڻ تي ڪافي سانت ڇانيل هئي. هتي پهچڻ سان شهر جي گوڙ جو ڇڻ گلو گهٽجي ڇُڪو هئو. سمنڊ پري ڪان ئي هنبوڇيون هٽي رهيو هئو. ڇڻ ڪليل آسمان هيٺان ڪو ازدها ڦوڪاري رهيو هئو. سمنڊ جون ڇوليون شاهي پٿرن سان ٽڪرائي رهيون هيون ۽ آواز پري ڪان اچي رهيو هئو. عماد پنهنجي گاڏي هڪ ويران هنڌ تي ريتيءَ تي اچي بيهاري ۽ افق تي نظر وڌائين نيٺ هڪ جاءِ تي سمنڊ ۽ آسمان مِلي ويا هئا.

"تون سمنڊ آهين ۽ مان آسمان زارا! بيئي شفق وٽ ملي ويا آهن." زارا ٽهڪ ڏنو. هن جي گلابي پيرن ۾ ڪاري رنگ جي چمڙي جي چپل پيل هئي، اچي رنگ جي شلوار گلابي رنگ جو چولو ۽ ننهن تي لائيٽ پِنڪ نيل پالش لڳل هئي. هو بيئي ڪافي دير تائين سمنڊ جي ڪاري ۽ ٿڌي پاڻيءَ ۾ ترڳندا رهيا. هنن ٻنهي جي جاڙي ٿڌ ۾ ڏڪي رهي هئي. اتي هنن ڪافي سِپون ۽ پٿر گڏ ڪيا ۽ اچي گاڏيءَ ۾ رکيا. ان بعد هنن ٻنهي ڪجهه دير هٽ ۾ گذاريو ۽ بعد ۾ لنچ ڪرڻ لاءِ هو هِڪ چائنيز ريسٽارنٽ ۾ اچي ويٺا. ريسٽارنٽ ۾ بيرن ۽ گراهڪن جي ڳالهائڻ جو گوڙ ۽ اچ وڃ لڳل هئي. هنن جي ساڄي پاسي وارين ڪرسين تي ٻه نوجوان ڇوڪرا ۽ ٽي ڇوڪريون ويٺل هيون جن مان هڪ کي ڪارو چشمو پاتل هئو. سڄو هال ماڻهن سان ڀريل هئو پر هنن جي ڀرسان ويٺل انهن ڇوڪرين مان هڪ، لڳو ٿي سڀن کان وڌيڪ ڳالهائي رهي هئي. جنهن ڪري ان ننڍيءَ هوٽل ۾ ڪافي گوڙ هئو.

"لڳي ٿو هن وائيٽ برمودا پاتل ڇوڪريءَ سان ڪو مسئلو آهي". زارا ڳالهايو.

"I think she is just crying... She is overacting you know!" عماد تبصرو ڪيو.

"شايد ڪنهن NGO ۾ ڪم ڪندڙ تا لڳن. بهرحال هن چشمي واريءَ کي ڳالهائڻ جي بيماري آهي ڇر ڇر بند ئي نٿي ٿئيس.

اها ڇوڪري سڄي هال کي مٿي تي کڻيو ويٺي هئي. ساڻس گڏ ويٺل ٻنهي ڇوڪرين کي ويڪريون شلوارون ۽ ننڍا چولا پيل هئا. ۽ ٻنهي ڇوڪرن کي جينس ۽ پلين قميصون پيل هيون. هڪڙي کي فرينچ ڪٽ ڏاڙهي هئي ۽ ٻئي جي وارن کي براؤن ڪلر ٽيڙ هئو ۽ هن پنهنجن وڏن وارن کي ويڙهي پويان پُوني ٻڌي ڇڏي هئي.

"ڇوڪريون هونئن ته هر شيءِ ضرورت کان وڌيڪ پسند ڪنديون آهن." عماد ڳالهايو.

"مثلاً!" زارا کلڻ لڳي.

"مثلاً... ضرورت کان وڌيڪ ڪپڙا، ضرورت کان وڌيڪ ميڪ اپ، ضرورت کان وڌيڪ جُتيون، ضرورت کان وڌيڪ سون، ضرورت کان وڌيڪ وڏو گهر، ضرورت کان وڌيڪ پيار... عورت ۽ بين جا علائقا ڦهائيندڙ ملڪ ۾ ڪو فرق

ڪونهي! بلڪ عورت ۽ شهنشاهه ۾ ڪو بہ فرق نہ هوندو آهي...“ اها عورت جي وڏائي آهي تہ هوءَ هميشہ نواڻ پسند بہ آهي.“ عماد مسلسل ڳالهايو.

”ڪافي ڪاوڙ آٿو... عورتن تي؟“ زارا اوباسي ڏني.

”توهان کي شايد ننڊ ٿي اچي... مون کي عورتن تي ڪاوڙ ناهي مان انهن جي عظمت تي ٿو ڳالهايان!... لڳي ٿو رات ننڊ گهٽ ڪئي اٿوَ... ڪنهن ڊوڙ ۾ ماڻهو لانگ ڊرائيو تي نڪرندا هئا ۽ هاڻ ڏکيون ڪالون، پي. سي تي 'Chatting'... 'E_mails' ۽ 'SMS' ماڻهن لاءِ ڪريز بڻيل آهن!“

بيئرر مينيو بُڪ ليٽ کڻي آيو تہ هن اهو زارا ڏانهن وڌائي ڇڏيو!

"Choose yourself. It's your job!" عماد چيو ”مون کي اڄ اوهان جي پسند جا کاڌا کائڻا آهن.“

”نہ نہ اهو اوهان جو ڪم آهي“. زارا مينيو بڪ عماد ڏانهن وڌايو.

”تہ پوءِ Sea food گهرايو. فنگر فش، فش نگيٽس، پران سُوپ، پران فش رائيس، فش ڪٽليٽس Like that ۽ آخر ۾ آئيس ڪريم... وال نٽ آئيس ڪريم. That's all!“

❋

اُلٽي:

اهو جمعي جو ڏينهن هئو نيري آسمان تي اڇيون ۽ ڳاڙهي رنگ ڪڪريون چانيل هيون. مارچ جي هوا گهُلي رهي هئي. منجهند جو وقت هئو. علائقي جي جامع مسجد ۾ جمعي جي نماز هلي رهي هئي. مولوي صاحب ان وقت ٻي رڪعت ۾ قِرئَت ڪري رهيو هئو تہ اوچتو ٻاهران هڪڙو ڏاڙهي رکيل سوسائيڊ بمبر جنهن جي عمر اٽڪل ايڪويهہ ٻاويهہ سال هُئي مسجد ۾ ڊوڪندو آيو. اندر اچي صفن جي وچ ۾ گهڙيو ۽ پاڻ کي ڌماڪي دار مادي سان اُڏائي ڇڏيائين. شاهي ڌماڪي سان مسجد جي درين ۽ دروازن جا شيشا ڀڄي پيا. اڪثر نمازي مسجد جي غاليچن تي تڙپڻ ۽ لُڇڻ لڳا. ڪن جون ٽنگون ۽ ڪن جون ٻانهون جسم کان ڌار ٿي ويون. سوسائيڊ بمبر جا ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويا. لمحي اندر مسجد امن جي جاءِ ۾ جڻ قيامت برپا ٿي ويئي. ماڻهن جون دانهون، ڪُوڪون، ٻچ ٻچان، ڪنجهڪا، رت جا ڦوهارا، غاليچن تي دڙڳ، انساني عضوا، مسجد نہ هئي ڄڻ جنگ جو ميدان هئو. ٻهرين تہ خبر ئي نہ پئي تہ ڇا ٿي رهيو هو. اڪثر ماڻهو حواس وڃائي ويٺا هئا. ٻاهر پنجنڌڙ منهن مٿو پٽيندڙ ماڻهن مٿان وري ٻاهران تاڙ ۾ ويٺل ڪجهہ دهشتگردن گولين جا برسٽ هلائڻ شروع ڪيا ۽ موٽرسائيڪل تي چڙهي گم ٿي ويا. ڪجهہ سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ هيءُ ڇا ٿي رهيو هئو. آخر نمازين جي ڪهڙي غلطي هئي؟ هو تہ پنهنجي رب اڳيان سجدو ڪرڻ آيا هئا. ڪجهہ ماڻهو ماتم ڪري رهيا هئا، پنهنجن گهر وارن جي مرڻ تي.

چند ئي منٽن ۾ ايمبولينسون شوٽرز وڄائينديون آيون. شوٽرز جو آواز ماڻهن جون دانهون ڪوڪون، آهه زاريءَ سين آوازن ملي ماڻهوءَ جو اندر ٿي روڙيو. ڪجهه ريسڪيو ميمبرس زخمين کي کڻي ايمبولنيسن ۾ وجهڻ شروع ڪيو ۽ وري ان ئي رفتار سان اسپتالن تائين پهچائڻ شروع ڪيو. ڪن کي اتي ئي ايمرجنسي مدد ڏني ويئي. مسجد جو صحن انساني رت ۽ گوشت سان ڀريل هئو. پٽيون ۽ ڀيل- پاوا رت جي ڦوهارن سان وهنتل هئا. عبادتگاهه نه هئي ڄڻ ڪوس گهر هئو. روح راڙو متل هئو. ٻارن سان گڏ ڪافي وڏا به روئي رهيا هئا.

جيئن ئي اها خبر ٻاهر پکڙي ته نمازين جي گهرن مان ٻار ۽ عورتون دانهون، ڪُوڪُون ڪندا مسجد ڏانهن ڀڄندا آيا. عورتون ۽ مرد پنهنجن مئل ۽ زخمي گهر وارن کي ڏسي بين ۽ ماتم ڪرڻ لڳا.

"ياالله! تون ظالمن کي نابود ڪر!، رب العالمين! تون انهن جي گهرن ۾ قيامت تائين ٻاهه لڳاءِ جن اسانجن گهرن کي برباد ڪيو آهي." 'اي رسول عربي صه تون انهن کي نابود ڪر جن نماز پڙهندڙ مسلمانن کي رت سان وهنجاريو آهي.' روح راڙي ۽ پِٽڪي جو سمو هئو.

ڪجهه ئي دير ۾ مسجد جي مُنارن مٿان بيٺل آسمان ڪارا ٿيڻ لڳو هئو. سج اُمائجڻ لڳو هئو اهڙي خونِ ناحق تي.

سمورن ٽي. وي چئنلز کي پنهنجا ڪئين ڪلاڪ کپائڻ جو مصالحو ملي ويو هئو. ابتدائي سرڪاري انگن اکرن موجب ڌماڪي ۾ گهٽ ۾ گهٽ 20_ ڪلو بارود استعمال ڪيو ويو هئو. جنهن سان نه رڳو مسجد اندر دروازن ۽ درين ۾ لڳل شيشا پرزا پرزا ٿي ويا. بلڪ مسجد اندر لڳل گهڙيال به اچي فرش تي ڪريا ۽ ڀڃي ويا. مسجد ٻاهران ڪافي بنگلن جا شيشا به ڏري پيا هئا. پنجويهه نمازي شهيد ٿيا هئا ۽ ٻاهتر ڄڻا زخمي. جن مان اٽڪل ويهن ڄڻن جي حالت نازڪ هئي.

ٽي. وي چئنلز تي عماد جڏهن سڀ ڪجهه ڏٺو ته هن جو هيانءُ ڪچو ٿيڻ لڳو.

مسجد اندر رضاڪارن جي ٻوڙ ٻوڙان رت سان رڱيل ڀيل پاوا، غاليچن تي ڄمي دڙڳ ٿي ويل رت، انساني عضوا ۽ جسم، ٻارن ۽ عورتن جو روح راڙو لاش جيڪي ايمبولينسن ۾ سٽيا پئي ويا. عماد کي ابڙڪو اچي ويو ۽ هو تکڙو واش روم ڏانهن وڃي واش بيسن تي بينو ۽ اُلٽي ڪيائين... ڪافي دير تائين هن کي اُبڙڪا ايندا رهيا هن جي اکين مان پاڻي وهي رهيو هئو. رُمسيا هن جي پُٺيءَ کي هٿ سان ملي رهي هُئي. "سڀ... ڪجهه ٺا ڏيکارين... ٻارن جو ڇا حال ٿيندو؟" عماد ڪنگهندي ڳالهايو ۽ ٽوال سان پنهنجو مُنهن اُگهيو. رُمسيا واش بيسن ۾ ڊٽال هاريو.

ٻاهر اچي هن چئنل بدلايو ته ان تي وري ڪنهن پوليس آفيسر جو بيان هلي رهيو هئو. دهشتگرد جي سِسي ملڻ جو انڪشاف. مُنڍيءَ جي DNA ٽيسٽ جا

حڪم. فرار تي ويل دهشتگردن جا خاڪا. شهر جي سمورين مسجدن تي سيڪيورٽي جا انتظام. وزيراعظم طرفان هر مري ويل شخص لاءِ ٽي لک روپيا ۽ زخمين لاءِ هڪ هڪ لک جو انعام. فوري طور انڪوائري ٽيم جي تشڪيل جو اعلان. هڪ هفتي اندر رپورٽ ڏيڻ جي هدايت. دهشتگرد نيٽ ورڪ جو پتو لڳائڻ جا انومان... ڪنهن به دهشتگرد ۽ ملڪ دشمن عناصر کي نه بخشڻ جو عزم. انهن کي 'آهني هٿن' سان ڪُچلڻ جا نيڪ ارادا دهشتگردن کي 'ڪيفرِ ڪردار' تائين پهچائڻ جا پختا خيال ۽ سموري ڪارروائيءَ ۾ ٻاهرين ملڪن جي ملوث هجڻ جا انديشا.

هو ٻيڊ تي آهلي پيو ته ان وقت تڪڙيون تڪڙيون ڪال بيلز وڳيون. شام واري شفٽ ۾ پڙهندڙ هنن جا ٻار اڄ اسڪول مان تڪڙا واپس اچي ويا هئا.

'هي ڏاڙهين وارا سوسائيڊ بمبر آخر ڪهڙي اسائنمينٽ پوري ڪري رهيا آهن؟' عماد. رُومسيا کي چيو: جنهن ڪو به جواب نه ڏنو.

"جڏهن ڪرسچنز به سئو پندرهن فِرقا هوندي به سک ۽ چين سان حياتي گذاري سگهن ٿا ته پوءِ مسلمان ڇو نه؟"

رُومسيا ٻيهر ڪجهه نه ڳالهايو.

"پٽ پنهنجا يونيفارم چينج ڪريو ۽ بيگ ڪمري ۾ ٽيبلز تي وڃي رکو!.... هوم ورڪ مليو اٿوَ؟" هن پنهنجي پٽ کان پڇيو.

"نه ڪلاس هليا هئا مما.... ته موڪل ٿي ويئي. الاجي ڪٿي بم ڦاٽو آهي...." هن جي پٽ ڳالهايو "مما شهر ۾ وڏو بم ڦاٽو آهي.... ماڻهو مري ويا آهن" هن جي ڌيءَ پنهنجي ٻاتي زبان ۾ ڳالهايو.

ٻئي ڏينهن بزنيس ڪميونٽي سميت سڄي شهر ۾ ان واقعي خلاف هڙتال ڪرڻ جو سڏ ڏنو ويو هئو. لڳو ٿي رڳو رُومسيا نه پر سڀ ڪجهه اِداس ٿي ويو هو. آسمان. زمين. هوا. فضا. سڀ ڪجهه سوڳ ۾ هئو.



# نمبر 33

## ڊاڪٽر حبيب الله صديقي

ڏنم تہ هڪ نوجوان عورت مون کي گھُوري رهي آهي. منهنجون اکيون بہ منجهس کُپي ويون: ڊگهو قَد، ڪارا وارَ آڇي چمڙي وبڪري پيشاني، گهاٽا ڀِرُون ڇِهڙيون ڪمانُون ۽ ڪاريون تير انداز اکيون نَڪُ ڊگهو ۽ سِڌو ڳل ڳاڙها ۽ ڀَريل، چَپَ سُرخيءَ لڳل سنها ڪُليل، ڪاڌي مُناسب ۽ سهڻي، ڳُلها ويڪرا ۽ مضبوط ڄَنگهون ٻانهُون ـ نہ ٿُلهي، نہ سَنهي. قدرتي حُسن جو شاهڪار منهنجي سامهون هو.

مونکي ائين پاڻ ۾ گُم ٿيندو ڏسي، مون ڏي وڌي آئي. چيائين، ”آءُ توکي وڻان ٿِي؟“ چيم، ”ها.“ چيائين، ”مون سان سنگت رکندين؟“ چيم ”خوشيءَ سان.“

پنهنجو وزيٽنگ ڪارڊ مونکي ڏنائين تہ ايتري ۾ هڪ ڪاري ”ڪارولا“ اچي بيٺي جنهن ۾ هڪ اچي مٿي ۽ اڇن مُڇن وارو وڏو ماڻهو ويٺو هو جنهن ڪيس اشارو ڪيو ۽ هو هڪدم وڃي ساڻس گڏ ڪار ۾ ويٺي. سمجهيم تہ ڪنهن امير ماڻهوءَ جي ڌيءَ آهي. شناختي ڪارڊ سوگهو ڪيم ڄڻ ڪو خزانو هٿ لڳي ويو هو.

پوءِ شوق مان فون ڪيم: ”هيلو!“

جواب آيو ”ڪهڙو آهين؟ ڪير تو ڳالهائي؟ نالو ٻڌاءِ!“

پانيم تہ غلط نمبر لڳي ويو. سو ڪارڊ مان ٻيهر چيڪ ڪيم ۽ اهو نمبر ملايم. جواب آيو ”ڪون هئي؟ ڪون بات ڪر رها هئي؟ نام بتاؤ!“ وَڃي ويس.

فون بند ڪيم. سوچڻ لڳس: آواز ساڳو نمبر صحيح پر اهو اندازِ گفتگو!

ٻيهر ڏنم تہ چائنيز ريسٽوران جي اَڏَ اُونداهي. ڪمري ۾ اڪيلي ويٺي آهي. وڌي وڃي سامون ٿيس. مونکي ڏسي چيائين ”ويهُہ“

سامهين ڪرسيءَ تي ويٺس. اکين ۾ اکيون وجهي چيائين، ”ڇا توکي مون سان محبت ٿي وئي آهي؟“ چيم، ”لڳي ٿو تہ اهو مرض لڳي ويو اٿم.“

چيائين، ”پر عشق محبت يا دوستي ڪرڻ کان اڳي ضروري آهي تہ هڪ ٻئي جي سڃاڻپ ڪرائجي!“

چيم، ”سو برابر.“ چيائين، ”تنهنجي عمر ڇا آهي؟“ چيم، ”72 سال.“

چيائين، ”ڪا ڳالهہ ناهي، منهنجي عمر 22 سال آهي. هيل تائين 32 يارَ ڪيا اٿم. تنهنجو نمبر 33 هوندو.“

مون کان ڇرڪُ نڪري ويو ۽ بيڊ کان هيٺ ڪري پيس ۽ اک کُلي وئي.

◈

# پارڙو

•

منشي پريمچند/
مقصود گل

گنگوءَ کي ماڻهو برهمڻ چوندا آهن ۽ هُو بہ پنهنجو پاڻ کي برهمڻ سمجهندو آهي. منهنجا پيا سپ نوڪر مون کي جُهڪي سلام ڪندا آهن. پر گنگوءَ ڪڏهن بہ مون کي اهڙي طرح سلام ناهي ڪيو هو نہ پاڻ مون کان ئي سلام جي اميد رکندو آهي. هو منهنجي استعمال ڪيل ٿانوَن کي هٿ بہ ناهي لائيندو مون ۾ ايتري بہ همت ناهي جو گرميءَ ۾ مان گنگوءَ کي پکي جهلڻ لاءِ بہ چئي سگهان. ۽ ڪڏهن آءٌ جي ڪٽي گرميءَ سبب پگهر ۾ شل ٿي ويندو آهيان ۽ اتي ٻيو ڪو ماڻهو موجود نہ هوندو آهي تہ پوءِ لاچار گنگو پکو ڪٽي مون تي جهليندو تہ آهي، پر ائين محسوس ٿيندو آهي جڻ تہ هو مون تي وڏو احسان ڪندو هجي، هو ڏکٽي ۽ ڪاوڙيل طبيعت وارو آهي ۽ ٿورڙي بہ سختي ناهي سهي سگهندو. هن جا دوست تمام ٿورا آهن ۽ هو ملازمن يا نوڪرن سان گڏ ويهڻ پنهنجي شان جي خلاف سمجهندو آهي، مون هن کي ڪڏهن بہ ڪنهن سان ميل جول ڪندي ناهي ڏٺو ۽ نہ ئي هو وري ڪنهن ميلي ملاکڙي ۾ ويندو آهي. نہ وري گنگوءَ کي ڪوينگ يا ڀي ڪا اهڙي شي پسند آهي. جنهنجي عادت خاص طرح سان اهڙي طبقي جي ماڻهن کي عام جام هوندي آهي.

هُو ڪڏهن بہ پوجا پاٺ نہ ڪندو آهي ۽ نہ وري ڪڏهن هُو نديءَ تي سنان ڪرڻ ئي ويندو آهي. هو بلڪل اڻ پڙهيو ۽ ڪورو چٽ آهي پر هميشہ اها اميد رکندو آهي تہ ماڻهو ڪيس برهمڻ جي حيثيت سان عزت ڏين. ائين ڀلا ڇو نہ هجي؟ جيڪڏهن ماڻهو گذاري ويل وڏن جي جائداد ۽ دولت کي ڏسي پنهنجي عزت ڪرائڻ گهرن ٿا تہ پوءِ گنگو بہ چاهي ٿو تہ سندس حسب نسب کي ڏسي ماڻهو عزت ڪن.

منهنجي طبيعت ڪجهہ اهڙي آهي جو مان نوڪرن سان ضرورت کان سواءِ نہ ملندو آهيان. منهنجي کين هدايت ڪيل آهي تہ، "جيستائين مان ڪنهن کي نہ گهرايان، تيستائين مون وٽ نہ ايندا ڪريو." هلڪا سلڪا ڪم جيئن پاڻي پيئڻ، بوٽ پائڻ، بتي وغيره ٻارڻ اهي پاڻ ڪرڻ پسند ڪندو آهيان. ٿوري ٿوري ڪم تي نوڪرن کي گهرائڻ سٺو نہ لڳندو آهي. انهيءَ مان مون کي آزاديءَ ۽ خود اعتمادي

جو احساس ٿيندو آهي. نوڪر بہ منهنجي عادتن کي سمجهي ويا آهن ۽ مون کي پريشان ڪونہ ڪندا آهن.

جيڪڏهن اهي مون وٽ ايندا آهن تہ يا تہ اڳواٽ پگهار وٺڻ لاءِ يا وري ٻين نوڪرن جي شڪايت ڪرڻ لاءِ ۽ مون کي وري اهي ٻئي ڳالهيون خراب لڳنديون آهن. مان جڏهن ڪين وقت تي ۽ مناسب پگهار ڏيندو آهيان تہ پوءِ اها ڳالهہ منهنجي سمجهہ ۾ نٿي اچي تہ اهي هڪ مهيني جي پگهار پندرهن ڏينهن ۾ ڇو ٿا خرچ ڪري ڇڏين. ۽ ٻيو مان سمجهان ٿو تہ ڪنهن تي چغلي هڻڻ وري ڪمزوريءَ جي نشاني آهي يا خوشامد ڪرڻ جو هڪ طريقو ۽ ٻئي ڳالهيون اخلاق کان ڪريل ۽ بريون ڳالهيون آهن.

هڪ ڏينهن صبح جو گنگو منهنجي گهرائڻ کان سواءِ ئي مون وٽ اچي نڪتو مون کي ڪاوڙ اچي وئي ۽ مون بيزاري مان کانئس پڇيو تہ هو ڇو آيو آهي؟ سندس ڇهري مان ائين محسوس ٿي رهيو هو تہ هو ڪجهہ چوڻ وارو آهي پر تمام گهڻي ڪوشش جي باوجود بہ هو ڪجهہ نہ چئي سگهيو. ٿوري وقفي کان پوءِ مون کانئس پڇيو آخر ڪهڙي ڳالهہ آهي ڳالهائين ڇو نہ ٿو؟ توکي خبر آهي تہ مون کي صبح جي سير تي دير ٿي ٿئي." گنگو هٻڪندي هٻڪندي چيو تہ "توهان دير نہ ڪيو وڃو مان پوءِ وري ايندس". ... اها ڳالهہ تہ اڃا خراب هئي چاڪاڻ تہ مان تڪڙ ۾ هوندس تہ گنگو پنهنجي ڳالهہ بہ جلد ختم ڪندو پر جيڪڏهن هو فرصت جي وقت ايندو تہ منهنجو گهڻو وقت ضايع ڪندو. مان جڏهن لکڻ پڙهڻ ويهندو آهيان تڏهن ئي هو مون کي مصروف سمجهندو آهي. ۽ جيڪڏهن مان ويٺو ڪجهہ سوچيندو آهيان تہ بس هو مون کي واندو سمجهندو آهي. خير مون چاهيو ٿي تہ مان هن کان هاڻي ئي جند ڇڏايان چيو مانس، "جيڪڏهن تون اڳواٽ پگهار وٺڻ آيو آهين تہ اها توکي بلڪل ئي نہ ملندي"

"مون کي اڳواٽ پگهار نہ گهرجي." گنگوءَ چيو "مون اڳ ڀلا توهان کان ڪڏهن اڳواٽ پگهار ورتي آ؟"

"تہ پوءِ تون ڪنهن جي شڪايت ڪرڻ آيو آهين" مون چيو "ڏس گنگو مون کي چغليءَ کان سخت نفرت آهي".

"نہ سرڪار" گنگوءَ چيو "مون کي ڪنهن کان بہ ڪائي شڪايت نہ آهي."

"تہ پوءِ ڇو ٿو پريشان ڪرين؟" مون بي صبر ٿيندي چيو.

گنگوءَ پنهنجي دل جي ڳالهہ ٻڌائڻ جي ڪوشش پئي ڪئي. سندس ڇهري مان ائين محسوس ٿي رهيو هو ڄڻ هن پنهنجي طاقت سميٽڻ جي ڪوشش پئي ڪئي. نيٺ هن چيو "سائين مان نوڪري ڇڏڻ ٿو چاهيان. مان اوهان جي خدمت نہ ڪري سگهندس."

مون وٽ اهڙي درخواست پهريون ڀيرو آئي هئي. مون کي ڏاڍو ڌڪ ٿيو. مان نوڪرن سان سٺي ورتاءَ جي ڪري مثالي مالڪ ليکيو ويندو هوس ۽ ملازم مون

وٽ رهڻ ۾ پنهنجي خوش قسمتي سمجهندا هئا. ”تون ڇو ٿو وڃڻ چاهين؟“ مون کانئس پڇيو.

” توهان تہ مهربانيءَ جي مُورت آهيو سرڪار“ گنگوءَ چيو ”بس ڪنهن مجبوري کان سواءِ ڪير توهان کي ڇڏڻ چاهيندو؟ پر ڇا ڪريان مون وٽ پيو ڪو رستو ئي ڪونهي، ماڻهو منهنجي ڪري اوهان ڏي اجايو آڱريون کڻندا.“

گنگوءَ ڏاڍي مونجهاري واري ڳالهہ ڪئي هئي. مون کان تہ سير تفريح واري ڳالهہ وسري وئي مون ڪرسيءَ تي ويهندي چيو ”تون پلا ڳجهارتن ۾ ڇو ٿو ڳالهائين؟ تون پنهنجي دل واري ڳالهہ صاف صاف ڇو نٿو ٻڌائين؟“

گنگوءَ وري هٻڪندي هٻڪندي چيو ”سرڪار حقيقت هيءَ آهي تہ.... هوءَ عورت جيڪا ويجهڙائي ۾ بيوه آشرم مان ڪڍي وئي آهي... هوءَ گومتي ديوي....“ ۽ ڳالهہ پوري ڪرڻ کان اڳ ۾ رڪجي بيهي رهيو.

مون بي صبريءَ مان کانئس پڇيو ”انهيءَ عورت جو تنهنجي نوڪريءَ سان ڇا ويو؟“

”مان انهيءَ سان شادي ٿو ڪريان سرڪار“ گنگوءَ چيو.

مان حيرت مان سندس منهن ۾ نهارڻ لڳس. هي پراڻن خيالن وارو هڪ برهمڻ جنهن جو نئين تهذيب سان ڪو وڙو نہ واسطو اهڙي عورت سان ڇو ٿو شادي ڪرڻ گهري جنهن کي ڪو بہ غيرتمند ماڻهو پنهنجي گهر جي پرسان بہ بيهڻ نہ ڏي. پاڙي جي پرسڪون ماحول ۾ انهيءَ گومتيءَ بي سڪوني اچي مچائي هئي. ڪافي سال اڳ هوءَ بيوه آشرم ۾ اچي داخل ٿي هئي. آشرم وارن بہ پيرا سندس شادي ڪرائي، پر هوءَ ٻئي پيرا هفتو هفتو بہ پنهنجي گهر ۾ رهي نہ سگهي ۽ واپس پچي آئي هئي. آخرڪار آشرم وارن بيزار ٿي هن کي آشرم مان ڪڍي ڇڏيو. هاڻي هوءَ پاڙي ۾ هڪ مسواڙي ڪوٺڙي ۾ رهي ٿي ۽ پاڙي جي ڇڙواڳ نوجوانن جي دلچسپيءَ جو مرڪز آهي.

مون کي گنگوءَ تي خار بہ آئي ٿي تہ همدردي بہ. ”شادي ڪرڻ لاءِ هن مت ڄڃي موڙهي کي ڪا ٻي عورت ڪونہ ٿي ملي؟“ مون سوچيو مون کي پڪ هئي تہ هيءَ شادي گهڻو وقت ڪونہ هلي سگهندي

”توکي انهيءَ جي ماضيءَ جي خبر آهي؟“

”اهو سڀ ڪوڙ آ سرڪار“ هن پوري اعتماد سان جواب ڏنو. ”ماڻهن هن ويچاري کي بي گناهہ بدنام ڪئي ڪيو آهي.“

”بڪواس نہ ڪر“ مون چيو ”تون انهيءَ ڳالهہ کان انڪاري ٿي سگهندين، تہ هوءَ هن وقت تائين ٽي مڙس مٽائي چڪي آهي؟“

گنگو اطمينان سان وراڻيو ”انهن هِن کي گهر مان ڪڍي ڇڏيو تہ هيءَ ڇا ڪري؟“

"اڙي صفا چٽ آن ڪوا!" مون چيو "ڇا تو سوچين اهو ڪو ماٺهو ايڏو پري کان شادي ڪرڻ اچي ٿو هزارين روپيا خرچ ٿو ڪري، بس انهيءَ لاءِ تہ هو وري ان عورت کي گهر مان ڪڍي ڇڏي اٿين!؟
گنگوءَ شاعرن جهڙي پرجوش انداز ۾ جواب ڏنو "سائين جنهن جاءِ تي محبت ڪونهي اتي ڪابہ عورت نٿي رهي سگهي. عورت صرف روٽي ڪپڙو ۽ مڪان ئي نٿي گهري. هو سمجهندا هوندا تہ انهن هڪ بيوهہ عورت سان شادي ڪري مٿس ڪو وڏو احسان ڪيو آهي ۽ اُهي سمجهندا هوندا تہ هوءَ هر طرح سان انهن جي ئي ٿي وڃي. ها، پر ڪنهن کي بہ پنهنجو ڪرڻ جي لاءِ پاڻ کي وسارڻو پوي ٿو. هن کي دورا پوندا آهن ۽ الائي ڇا جو ڇا بڪواس ڪندي آهي ۽ بي هوش ٿي ويندي آهي. ماڻهو چوندا آهن تہ هن تي ڪنهن جن ڀوت جو اثر آهي."
"۽ تون اهڙي عورت سان شادي ڪندين." مون چيو "اٿين سمجهہ تہ تون پنهنجي لاءِ ڄڻ تہ مصيبت کي گهلي گهر ۾ ٿو وٺي اچين."
گنگوءَ وري بہ شاعرن واري لهجي ۾ چيو "جيڪڏهن هوءَ مون کي ملي وئي تہ ڀڳوان جي ديا سان منهنجي زندگيءَ ۾ بهاري اچي ويندي
"تہ تو اهو پڪو فيصلو ڪري ڇڏيو آهي."
"ها سائين!" هن جواب ڏنو.
"ٺيڪ..." مون چيو "جيڪڏهن اٿين آهي تہ پوءِ مون تنهنجي استعيفيٰ منظور ڪئي."
هونءَ تہ مان پراڻين رسمن ۽ اجاين رواجن تي ڀروسو ڪونہ ڪندو آهيان. پر هن معاملي ۾ مون سوچيو تہ اهڙو ماڻهو جيڪو هڪ آواره ڪردار واري عورت سان شادي ڪري، انهيءَ کي پنهنجي گهر ۾ رهائڻ خطري کان خالي نہ ٿيندو ٿي سگهي ٿو انهيءَ مان ڪي مسئلا پيدا ٿين. منهنجي خيال ۾ گنگوءَ جو انهيءَ عورت سان شادي ڪرڻ ايئن هو جيئن ڪو سخت بڪارو ماڻهو ماني ڏسي ۽ ان ڏي ڊوڙي، انهيءَ کي اها بہ پرواه ناهي هوندي تہ ڪو ماني پاروٽي، سُڪل يا بي مزي آهي. بهرحال مون اهو فيصلو ڪري ورتو تہ انهيءَ معاملي کان پري ئي رهجي تہ بهتر آهي.
پنج مهينا گذري ويا، گنگوءَ گومتيءَ سان شادي ڪري ورتي هئي ۽ هو اسان جي ئي پاڙي ۾ هڪ جُهڳي ۾ رهندا هئا. ڏگ سير ۾ راهہ ويندي ملندو هو تہ مان گنگوءَ کان حال احوال وٺندو هوس، مون کي ڄڻ تہ هن جي زندگيءَ سان خاص دلچسپي ٿي وئي هئي. هي ڪهاڻي ڪٿي ٿي دنگ ڪري؟ مون کي انهيءَ جو بي صبريءَ سان انتظار هو. بهرحال گنگو مون کي ڏاڍو خوش نظر ايندو هو. سندس چهري تي مون کي اهڙي چمڪ چمڪندي نظر ايندي هئي جيڪا صرف بي فڪريءَ جي ڪري ئي پيدا ٿيندي آهي. هو هر روز لڳ ڀڳ هڪ روپيو ڪمائي وٺندو هو. انهيءَ مان خرچ لٿي پٽي هن کي ڏهہ آنا ڪن بچندا هئا ۽ انهن ڏهن آنن ۾ هن کي اهڙي خوشي شايد ڪا آسماني طاقت ئي عطا ڪندي هئي.

هڪ ڏينهن مون ٻڌو تہ گومتي پڇي وئي. خبر ناهي ڇو مون کي انهيءَ خبر ٻڌڻ سان ڏاڍي خوشي محسوس ٿي. شايد انهيءَ ڪري جو منهنجي ڳالهہ سچي ثابت ٿي هئي. هاڻي ٿي ڪيس سمجهہ ۾ ايندو تہ جيڪي ماڻهو ڪيس گومتيءَ سان شادي ڪرڻ کان روڪي رهيا هئا، اهي ئي سندس حقيقي خيرخواهہ هئا. "ڪيڏو نہ بي وقوف هو." مون سوچيو "گومتيءَ سان شادي ڪرڻ ۾ هن پنهنجي خوشقمستي ٿي سمجهي. ڄڻ تہ ڪيس جنت ٿي ملي" مون کي گنگوءَ سان ملڻ جو هاڻي بيچينيءَ سان انتظار هو.

شام جو جڏهن منهنجي هُن سان ملاقات ٿي تہ مون کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ گنگو هاڻي صفا چڪناچُور ٿي چڪو هو. هو مون کي ڏسندي ئي روئي ويٺو. "سائين! گومتي مون کي اڪيلو ڪري هلي وئي."

مون مٿاڇري همدرديءَ سان ڪيس جواب ڏنو "مون تہ توکي شروع ۾ ئي چيو هو تہ انهيءَ عورت مان ڪجهہ نہ ورندئي، پر تو منهنجي هڪ بہ نہ ٻڌي.. سڀ ڪجهہ ميڙي، گهر اُگهي ويئي يا ڪجهہ بچائي ويئي."

گنگوءَ پنهنجيءَ دل تي اهڙي طرح هٿ رکيو ڄڻ مون ڪا غلط ڳالهہ ڪئي هجي ۽ چيائين، "سائين! مهرباني ڪري ائين نہ چئو هن ويچاريءَ ڪنهن بہ شيءِ کي هٿ نہ لاتو آ. منهنجون تہ ٿهيو پر پنهنجون شيون بہ نہ کڻي وئي آهي. خبر ناهي هن کي مون ۾ ڪهڙي ڪمي نظر آئي جو هوءَ مون کي ڇڏي وئي. مون کي پڪ آهي تہ مان انهيءَ جي قابل نہ هوس، هوءَ پڙهيل هئي ۽ مان ڪورو چٽ...مان ڪجهہ وقت اجان هن سان رهان ها تہ ماڻهو ٿي وڃان ها سائين!.....هوءَ پيِن جي لاءِ ڪيئن بہ کڻي هجي پر منهنجي لاءِ تہ ديوي هئي. ضرور ڪا مون ۾ ئي گهٽتائي هئي جو هوءَ مون کي ڇڏي وئي."

گنگوءَ جي ڳالهين مان مون کي مايوسي محسوس ٿي، مون کي پڪ هئي تہ هو ضرور پنهنجي ڪئي تي پڇتاءُ ظاهر ڪندو ۽ گومتيءَ جي بي وفائيءَ جون ڳالهيون ٻڌائي روئندو ۽ مون کي ساڻس همدردي ڪرڻي پوندي. پر سندس ڳالهين مان ائين محسوس ٿيو تہ هن بي وقوف جون اکيون اڃا کو نہ کليون هيون، يا تہ هو صفا پنهنجي مت ڪسائي ويٺو هو. مون مذاق ڪندي ڪيس چيو "تنهنجي گهر مان ڪجهہ بہ کو نہ کڻي وئي؟"

"بلڪل نہ سائين، هڪ پئسي جي بہ شيءِ نہ"

"۽ هوءَ توسان ڏاڍي محبت بہ ڪندي هئي؟"

"بس سائين، مان هاڻي ڇا چوان، موت گهڙيءَ تائين مان ڪيس وساري نہ سگهندس."

"۽ پوءِ بہ هوءَ توکي ڦٽي ڪري هلي وئي؟"

"اها ئي حيرت جي ڳالهہ آهي سائين..."

"تو هيءَ پراڻي چوٽي ٻڌي آهي: بي وفائي، تُنهنجو پيو نالو عورت آهي".
"سائين مهرباني ڪري ايئن نہ چئو مان تہ هن لاءِ ائين سوچي بہ نہ ٿو سگهان."
"اڙي تون اجا بہ هن لاءِ مرين ٿو تہ وچين ڳولهينس."
"ها منهنجا سائين، مان جيسيتائين گومتيءَ ڳولهي نہ لهندس، تيسيتائين مون کي هڪ پل لاءِ بہ چين نہ ملندو بس رڳو ايتري خبر پوي تہ هوءَ ڪٿي آهي! مون کي پڪ آهي تہ هوءَ ضرور مون وٽ موٽي ايندي. مان سندس تلاش ۾ زمين آسمان هڪ ڪري ڇڏيندس ۽ جيڪڏهن حياتي آهي تہ ضرور موٽي اچي توهان جو درشن ڪندس." ائين چئي گنگو مون وٽان هليو ويو.

انهيءَ واقعي کان پوءِ مون کي نيني تال وڃڻو پيو ۽ تقريباً هڪ مهيني کان پوءِ مان اتان موٽيس، اجا مون ڪپڙا ئي مس تبديل ڪيا، ڇا ڏسان تہ گنگو هڪ نئون ڇاول ٻارڙو جهوليءَ ۾ کنيو سامهون بيٺو هو. سندس خوشيءَ جو اندازو لڳائڻ تمام گهڻو مشڪل هو. شايد ڪرشن کي ڏسي نند ۾ بہ ايڏو خوش ڪو نہ ٿيو هوندو. سندس ڇهري تي ايتري تہ چمڪ هئي جيتري ڪنهن بکايل جي ڇهري تي پيٽ پري ماني کائڻ کان پوءِ هوندي آهي. مون وري کائنس مذاق ڪندي پڇيو "ڏي خبر گومتي ديويءَ جو ڪو پتو کُرو مليو يا نہ؟ تون تہ کيس ڳولهڻ نڪتو هئين."

گنگو خوشيءَ ۾ ٻوليندي چيو "مون هن کي نيٺ ڳولهي لڌو سائين! هوءَ لکنوءَ جي زناني اسپتال ۾ هئي. هوءَ پنهنجي ساهيڙيءَ کي چئي وئي هئي تہ گنگو گهڻو پريشان ٿئي تہ کيس منهنجو پتو ٻڌائجانءِ مون کي گومتيءَ جو پتو مليو تہ مان لکنوءَ پڳس ۽ هن کي وٺي آيس، منافعي ۾ هي ٻارڙو بہ مون کي ملي ويو." ائين چئي هن ٻارڙي کي منهنجي طرف ائين وڌايو جيئن رانديگر پنهنجي ڪاميابيءَ جو تمغو ڏيکاريندا آهن.

هن جي بي حيائيءَ تي مون کي ڏاڍي حيرت لڳي، گومتيءَ سان سندس شاديءَ کي ڇهہ مهينا بہ نہ ٿيا هئا ۽ هو ٻارڙي کي وڏي فخر سان ڏيکار رهيو هو. مون چيو "وهوا! تہ توکي اهو ٻارڙو بہ ملي ويو هوءَ شايد انهيءَ ڪري ئي ڀڄي هئي، پر توکي پڪ آهي تہ اهو ڇوڪرو تنهنجو آهي؟"

"منهنجو ڇا جي لاءِ سرڪار، هي ڀڳوان جو آهي".

"اهو لکنوءَ ۾ پيدا ٿيو هو نہ؟"

"ها سائين، هي ڪلهہ ئي تہ هڪ مهيني جو ٿيو آهي"

"تنهنجي شاديءَ کي ڪيترا ڏينهن ٿيا آهن؟"

"هي شايد ستون مهينو آ سرڪار".

"تہ پوءِ تنهنجي شاديءَ کان پوءِ ڇهن مهينن ۾ هي ٻارڙو ڄائو؟"

"ها سائين!" گنگوءَ اطمينان سان جواب ڏنو.

"اجا بہ تون هن کي پنهنجو ٻارڙو ٿو سمجهين؟"

"ها سرڪار".

"تنهنجو هوش تہ جاءِ تي آهي؟" مون ڪانئس پڇيو. خبر ناهي هن منهنجو اشارو بہ سمجهيو پئي، الائي هرويرو اٽڃاڻ بڻجي رهيو هو.

"هن ڏاڍا سور ڪاٽا آهن سائين!" گنگوءَ ڏڪاري لهجي ۾ چيو "هوءَ جڏهن تہ نئين زندگي وٺي آئي آهي سرڪار پورا ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون هن تڙپي گذاريون آهن. برداشت ڪان وڌيڪ هن تڪليف سٺي آ."

مون وري بہ ڪيس هڪ دفعو ٽوڪيندي چيو "شادي ڪان پوءِ ڇهن مهينن ۾ ٻار ڄمندي اسان پهريون ئي پيرو ٽا ٻڌون."

منهنجي اها ڳالهہ ٻڌي گنگو جڻ تہ حيرت ۾ پئجي ويو. شرير مسڪراهٽ سندس چپن تي نچڻ لڳي ۽ چيائين، "مون کي انهيءَ جي بہ پرواهہ ناهي. شايد انهيءَ ڪري ئي گومتيءَ گهر ڇڏيو هو. مون تہ هن کي اهو بہ چيو هو تہ جيڪڏهن هن جو مون سان پيار آهي تہ هوءَ مون کي ڇڏي نہ وڃي. جيڪڏهن هوءَ مون کي ٽورڙو بہ چاهي ٿي تہ پوءِ ٻارڙي کي اسان جي وچ ۾ رڪاوٽ نہ بڻجڻ گهرجي. مان ٻارڙي کي پنهنجو سمجهي پيار ڪندس. جيڪڏهن پوکيل ٻني خريد ڪبي آهي تہ انهيءَ جي فصل کي اهو سمجهي نہ ڦٽي ڪبو آهي تہ ڪو اهو ٻين جو پوکيل آهي." ائين چئي هن هڪ وڏو ٽهڪ ڏنو.

گنگوءَ جي جذبن منهنجي دل کي ڇُهي ورتو ۽ مان پاڻ کي گهڙيءَ کن ۾ ئي اٻالو ۽ بي وقوف محسوس ڪرڻ لڳس. مون پنهنجا هٿ ڊگهيري گنگوءَ کان ٻارڙو پنهنجي گود ۾ ورتو ۽ بي ساختہ ان کي چمڻ لڳس. گنگوءَ چيو "سائين توهان تہ نيڪيءَ جا مجسما آهيو. مان گهڻو ڪري گومتيءَ سان توهان جون ڳالهيون ڪندو آهيان. مون تہ کيس ڪيترائي دفعا چيو آهي تہ اچي توهان جو سلام ڪري، پر هوءَ ڏاڍي لڄاري آهي."

مان ۽ نيڪيءَ جو مجسمو! منهنجي وچولي طبقي جي ذهنيت، گنگوءَ جي حوصلي ۽ ايمانداريءَ جي اڳيان شرمسار ٿي رهي هئي.

"نيڪيءَ جو مجسمو تہ تون آهين گنگو!" مون چيو "۽ ٻارڙي تہ توتي چار چنڊ چمڪائي ڇڏيا آهن. مان توسان گڏ هلندس ۽ هلي گومتي ديويءَ سان ملندس" ۽ گنگوءَ سان گڏ منهنجا قدم بيساختہ گنگوءَ گومتيءَ جي گهر طرف وڌڻ لڳا.



# ٽوبا ٽيڪ سنگھ

•

## سعادت حسن منٽو/ ميرزا دبير

ورهاڱي جي ٻن ٽن سالن کان پوءِ پاڪستان ۽ هندستان جي حڪومتن کي خيال آيو تہ اخلاقي قيدين وانگر چرين جي بہ مٽاسٽا ڪئي وڃي، يعني جيڪي مسلمان چريا هندستان جي پاڳل خاني ۾ آهن، اهي پاڪستان موڪليا وڃن ۽ جيڪي هندو ۽ سِک چريا پاڪستان جي پاڳل خاني ۾ آهن، انهن کي هندستان جي حوالي ڪيو وڃي.

خبر ناهي تہ اها ڳالھ صحيح هئي يا غلط بهرحال سياڻن عاقلن جي فيصلي مطابق هِتي ۽ هُتي وڏيون وڏيون ڪانفرنسون ٿيون ۽ آخرڪار چرين جي مٽاسٽا جو هڪڙو ڏينهن مقرر ٿيو. چڱيءَ طرح ڇنڊڇاڻ ڪئي وئي، اُهي مسلمان جن جا مٽ مائٽ هندستان ۾ ئي هئا انهن کي اُتي ئي رهڻ ڏنو ويو ۽ باقي بچيل کي سرحد ڏانهن روانو ڪيو ويو. هِتي پاڪستان مان تقريباً سڀ جا سڀ هندو ۽ سِک وڃي چڪا هئا، تنهن ڪري هِتي ڪنهن جي رکڻ يا رکائڻ جو سوال ئي پيدا نہ ٿيو. جيڪي بہ هندو ۽ سِک چريا هئا اُهي سڀئي پوليس جي حراست ۾ بارڊر تي پهچايا ويا.

هُتي جي خبر ناهي، پر هِتي لاهور جي پاڳل خاني ۾ جڏهن مٽاسٽا جي خبر پهتي تہ تمام دلچسپ چُڻ پُڻ شروع ٿيڻ لڳي. هڪ چريي مسلمان جيڪو ٻارهن سالن کان روزانو پابنديءَ سان 'زميندار' اخبار پڙهندو هو ان کان جڏهن ان جي دوست پڇيو تہ 'مولبي ساب! هي پاڪستان ڇا آهي؟' تڏهن هن گهڻي سوچ ويچار کان پوءِ چيو تہ 'هندستان ۾ هڪ اهڙي جاءِ آهي، جتي پاڪيون ٺهنديون آهن.' اهو جواب ٻڌي سندس دوست مطمئن ٿي ويو.

اهڙيءَ طرح هڪ چريي سِک ٻئي چريي سِک کان پڇيو 'سردار جي اسان کي هندستان ڇو موڪليو پيو وڃي؟ اسان کي تہ اتي جي ٻولي ئي نٿي اچي!' تہ ٻئي کلندي چيو تہ 'مون کي تہ هندستوڙن جي ٻولي اچي ٿي. هندستاني وڏا شيطان آهن، سينتجي تا هلن.'

هڪڙي ڏينهن وهنجندي وهنجندي هڪ چريي مسلمان 'پاڪستان زنده باد' جو نعرو اهڙو تہ جوش ۾ هنيو جو فرش تي ترڪي پيو ۽ بيهوش ٿي ويو.

ڪجھ چريا اهڙا بہ هئا جيڪي چريا نہ هئا. انهن ۾ گهڻائي انهن قاتلن جي هئي، جن جي مائٽ آفيسرن جا کيسا گرم ڪري انهن کي پاڳل خاني موڪلائي ڇڏيو تہ جيئن ڦاسيءَ جي ڦندي کان بچي وڃن. اهي ڪجھ ڪجھ سمجهندا هئا تہ هندستان ڇو تقسيم ٿيو آهي ۽ هي پاڪستان ڇا آهي؟ پر صحيح واقعي کان اهي بہ بي خبر هئا. اخبارن مان ڪا خبر نہ ٿي پئي ۽ پهريدار سپاهي اڻ پڙهيل ۽ جاهل هئا. انهن جي ڳالھ ٻولھ مان بہ هو ڪو مطلب نہ ٿي ڪڍي سگهيا. انهن کي فقط ايتري ڄاڻ هئي تہ هڪ شخص محمد علي جناح آهي، جنهن کي قائد اعظم چون ٿا. ان مسلمانن جي لاءِ هڪ الڳ ملڪ ٺاهيو آهي، جنهن جو نالو پاڪستان آهي. اهو ڪٿي آهي ۽ ڪهڙي هنڌ آهي، ان جي متعلق هُو ڪجھ بہ نہ ڄاڻندا هئا. اهو ئي سبب هو جو پاڳل خاني ۾ اهي سڀ چريا 'جن جا دماغ پوريءَ طرح بي حس نہ ٿيا هئا' ان خفي ۾ وڪوڙيل هئا تہ هو پاڪستان ۾ آهن يا هندستان ۾! — جي هندستان ۾ آهن تہ پوءِ پاڪستان ڪٿي آهي؟ — ۽ جي هو پاڪستان ۾ آهن تہ اِهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي تہ هو ڪجھ عرصو پهرين هِتي رهندي بہ هندستان ۾ هئا!

هڪ چريو تہ پاڪستان، هندستان ۽ هندستان، پاڪستان جي چڪر ۾ اهڙو اچي ڦاٿو جو وڌيڪ چريو ٿي پيو! هڪ ڏينهن ٻهاري ڏيندي ڏيندي وڻ تي چڙهي ويو ۽ وڻ جي ٽاري تي ويهي، بہ ڪلاڪ تقرير ڪيائين. جيڪا پاڪستان ۽ هندستان جي نازڪ مسئلن تي هئي. سپاهين هيٺ لهڻ جو چيس تہ هو اجا بہ وڌيڪ مٿي چڙهي ويو. هن کي ڌيڄاريو ۽ ڌمڪايو ويو پر هن چيو تہ ' نہ ئي آءٌ هندستان ۾ رهڻ چاهيان ٿو ۽ نہ ئي پاڪستان ۾! — آءٌ هن وڻ تي ئي رهندس!'

وڏيءَ مشڪل سان جڏهن هن جو دورو گهٽ ٿيو تہ هو هيٺ لٿو ۽ پنهنجي هندو ۽ سِک دوستن سان ڀاڪر پائي روئڻ لڳو. ان ڪري جو سندس دل ڀرجي آئي تہ هو هنن کي ڇڏي هندستان هليا ويندا.

هڪ چريو ايم ايس سي پاس ريڊيو انجنيئر هو جيڪو مسلمان هو ۽ ٻين چرين کان الڳ باغ جي هڪ خاص ڪنڊ ۾ سڄو ڏينهن خاموشيءَ سان پيو پسار ڪندو هو. هيءَ تبديلي جڏهن ظاهر ٿي تہ هن پنهنجا ڪپڙا لاهي دفعدار کي ڏئي ڇڏيا ۽ باغ ۾ سڄو اُگهاڙو ٿي پسار ڪرڻ شروع ڪري ڏنو.

چنيوٽ جي هڪ ٿُلهي چريي مسلمان 'جيڪو مسلم ليگ جو جوشيلو ڪارڪن رهي چڪو هو ۽ ڏينهن ۾ پندرهن سورهن ڀيرا وهنجندو هو.' اوچتو ان پنهنجي هيءَ عادت ڇڏي ڏني. ان جو نالو محمد علي هو. تنهن ڪري هڪ ڏينهن هُن پنهنجي جهنگلي ۾ اعلان ڪري ڇڏيو تہ هو قائد اعظم محمد علي جناح آهي،

ته ان جي مقابلي ۾ هڪ چريو سِک ماستر تارا سنگهه اٽي بيٺو ۽ لڳ ڀڳ جهنگلي ۾ خون خرابو ٿي پوي ها! پر هنهي کي خطرناڪ پاڳل سمجهي الڳ الڳ بند ڪيو ويو.

لاهور جو هڪ نوجوان هندو وڪيل هو جيڪو محبت ۾ ناڪام ٿي چريو ٿي پيو. جڏهن هِن ٻڌو ته امرتسر هندستان ۾ شامل ڪيو ويو آهي ته ان کي ڏاڍو ڏک ٿيو. چو جو ان ئي شهر جي هڪ هندو ڇوڪريءَ سان ان کي محبت ٿي هئي. جيئن ته اُن هندو ڇوڪريءَ هِن کي ڇڏي ڏنو هو پر هِن چريائيءَ واري حالت ۾ به اُن کي ڪين وساريو. تنهن ڪري هن انهن سڀني هندن ۽ مسلم ليڊرن کي گاريون ڏنيون، جن ملي ڪري هندستان جا ٻه ٽڪرا ڪري ڇڏيا. سندس پرين هندستاني ٿي ويو ۽ هو پاڪستاني!

جڏهن متاسنا جي ڳالهه شروع ٿي ته وڪيل کي ڪيترن ئي چرين سمجهايو ته هو دل نه لاهي، هن کي به هندستان موڪليو ويندو جتي سندس پرين رهي ٿو. پر هن لاهور ڇڏڻ نٿي چاهيو. هن جو خيال هو ته امرتسر ۾ هن جي پريڪٽس ڪا نه هلندي.

يورپين وارڊ ۾ ٻه چريا اينگلو انڊين به هئا. انهن کي جڏهن خبر پئي ته هندستان کي آزاد ڪري انگريز هليا ويا آهن، ته انهن کي ڏاڍو ڏک ٿيو. هو لڪي لڪي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ان اهم مسئلي تي گفتگو ڪندا رهندا هئا ته هاڻي پاڳل خاني ۾ سندن ڪهڙي حيثيت هوندي؟ يورپين وارڊ رهندو يا اهو به ختم ڪيو ويندو. هاڻي انهن کي بريڪ فاسٽ ملندو يا نه؟ ڇا انهن کي ڊبل روٽي جي بجائي بلڊي انڊين چپاتي ته مجبوراً کائڻي نه پوندي؟

هڪ سِک هو جنهن کي پاڳل خاني ۾ داخل ٿئي پندرهن سال گذري چڪا هئا. هر وقت ان جي زبان تي هي عجيب و غريب لفظ ٻڌڻ ۾ ايندا هئا: 'اوپڙ دي گڙگڙ دي انيڪس دي بي دهيانا دي منگ دي وال آف دي لالٽين.' هو نه ڏينهن جو سمهندو هو ۽ نه ئي رات جو! پهريدارن جو چوڻ هو ته هو پندرهن سالن جي ڊگهي عرصي ۾ هڪ پل لاءِ به ناهي سُتو. ليٽندو به ڪين هو! البته ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن ڪُنڊ ۾ ڀت کي ٽيڪ ڏئي بيهندو هو.

گهڻو بيهڻ ڪري سندس پير سُڄي پيا هئا ۽ گوڏا ڦنڊجي پيا هئس. پر اِن جسماني تڪليف جي باوجود به هُن ڪڏهن ليٽي آرام نه ڪيو. هندستان، پاڪستان ۽ چرين جي متاسنا جي متعلق جڏهن پاڳل خاني ۾ گفتگو ٿيندي هئي ته هُو غور سان ٻڌندو هو. جيڪڏهن ڪو هن کان پڇندو هئو ته تنهنجو ڇا خيال آهي ته هو تمام سنجيدگيءَ سان جواب ڏيندو هو: 'اوپڙ دي گڙگڙ دي انيڪس دي بي دهيانا دي منگ دي وال آف دي پاڪستان گورنمينٽ.'

پر پوءِ آف دي پاڪستان گورنمينٽ جي جاءِ آف دي ٽوبه ٽيڪ سنگهه گورنمينٽ اچي ورتي ۽ هُن ٻين چرين کان پڇڻ شروع ڪيو ته ٽوبا ٽيڪ سنگهه ڪٿي آهي، جتي جو هُو رهواسي آهي. پر ڪنهن کي به خبر نه هئي ته پاڪستان ۾ آهي يا هندستان ۾! جن ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪئي ٿي، سي خود مُنجهي پيا ته

سيالڪوٽ پهرين هندستان ۾ هوندو هو پر هاڻي ٻڌو آهي تہ پاڪستان ۾ آهي.
ڪهڙي خبر تہ لاهور جيڪو هينئر پاڪستان ۾ آهي، سو سڀاڻي هندستان ۾ هليو
وڃي! يا سڄو هندستان ئي پاڪستان ٿي پوي. اهو تہ ڪير بہ سيني تي هٿ رکي
چئي ٿي سگهيو تہ هندستان ۽ پاڪستان ٻئي ڪنهن نہ ڪنهن ڏينهن مرڳو ئي
ختم ٿي ويندا!

اُن چريءَ سِک جي مٿي جا وار ڳُتڙ ٿي تمام ٿورا وڃي بچيا هئا. ڇاڪاڻ جو
هو تمام گهٽ وهنجندو هو. ان ڪري ڏاڙهي ۽ مٿي جا وار پاڻ ۾ ملي ڄمي ويا هئا.
جنهن ڪري سندس شڪل ڀيانڪ ٿي پئي هئي، پر ماڻهو بي ضرر هو. پندرهن
سالن ۾ هن ڪنهن سان بہ جهيڙو جهڳڙو نہ ڪيو هو. پاڳل خاني ۾ جيڪي پراڻا
ملازم هئا، تن جو چوڻ هو تہ هن جون ٽوبا ٽيڪ سنگهہ ۾ ڪيترين ئي زمينون
هيون. سٺو خوشحال زميندار هو تہ اوچتو دماغ ڦري ويس. سندس مائٽَ لوهہ جي
ٿُلهين زنجيرن ۾ هن کي ٻڌي آيا ۽ پاڳل خاني ۾ داخل ڪرائي ويا. مهيني ۾ هڪ
دفعو ملاقات جي لاءِ ايندا هئا ۽ هن جي خير خيريت معلوم ڪري هليا ويندا هئا.
اهو سلسلو هڪ سال تائين جاري رهيو پر جڏهن کان پاڪستان ۽ هندستان جو
فساد شروع ٿيو تڏهن کان انهن جو اچڻ بند ٿي ويو.

سندس نالو بشن سنگهہ هو پر سڏيندا سڀ ٽوبا ٽيڪ سنگهہ هئس. هن کي
اها خبر ئي ڪا نہ هوندي هئي تہ ڏينهن ڪهڙو آهي، ڪهڙو مهينو پيو هلي يا
ڪيترا سال گذري چڪا آهن. پر هر مهيني جڏهن سندس رشتيدار ملڻ لاءِ ايندا
هئس تہ هن کي ازخود خبر پئجي ويندي هئي ۽ هو دفعدار کي چوندو هو تہ هن جي
ملاقات اچي رهي آهي. ان ڏينهن هو چڱيءَ طرح وهنجندو جسم تي تمام گهڻو
صابڻ مليندو هو ۽ مٿي ۾ تيل وجهي سينڌ ڪيندو هو. پنهنجا ڪپڙا جيڪي
ڪڏهن بہ استعمال نہ ڪندو هو ڪيڍرائي پائيندو هو ۽ ائين سنبري سهي هُو
ملاقات ڪرڻ وارن سان ملڻ ويندو هو. اُهي هن کان ڪجهہ پڇندا هئا تہ هو
خاموش ويٺو هوندو هو يا وري ڪڏهن ڪڏهن 'اوپڙ دي گڙگڙ دي انيڪس دي بي
دهيانا دي منگ دي وال آف دي لالٽين.' چوندو هو.

هن جي هڪڙي ڌيءَ هئي، جيڪا هر مهيني هڪ هڪ آڱر وڌندي اچي
پندرهن سالن جي جوان ٿي. بشن سنگهہ اُن کي سڃاڻندو ئي ڪو نہ هو. هُوءَ ٻار
هئي تڏهن بہ پنهنجي پيءُ کي ڏسي رُئندي هئي ۽ جڏهن جوان ٿي تڏهن بہ سندس
اکين مان لڙڪ وهندا هئا.

پاڪستان ۽ هندستان جو قصو شروع ٿيو تہ هن ٻين چرين کان پڇڻ شروع
ڪيو تہ ٽوبا ٽيڪ سنگهہ ڪٿي آهي؟ جڏهن هن کي ڪو صحيح جواب نہ مليو
تڏهن هن جي تلاش ڏينهون ڏينهن وڌندي وئي. هاڻي ملاقات لاءِ بہ ڪير ڪو نہ
ايندو هئس. پهرين تہ هن کي ازخود ئي خبر پئجي ويندي هئي تہ ملاقات ڪرڻ

وارا اچي رهيا آهن. پر هاڻي هن جي دل جو آواز ئي بند ٿي ويو جيڪا هن کي انهن جي اچڻ جي خبر ڏئي ڇڏيندي هئي.
هن جي وڏي خواهش هئي ته اُهي ماڻهو اچن. جيڪي هُن سان همدرديءَ جو اظهار ڪندا هئا ۽ هن جي لاءِ ميوا. مٺايون ۽ ڪپڙا ڪٺي ايندا هئا. هُو جي هُنن کان پڇندو ته ٽوبا ٽيڪ سنگهه ڪٿي آهي ته هُو يقيناً هن کي ٻڌائي ڇڏيندا ته پاڪستان ۾ آهي يا هندستان ۾! ڇو جو هن جو خيال هو ته هُو ٽوبا ٽيڪ سنگهه مان ئي اچن ٿا. جتي هُن جون زمينون آهن.
پاڳل خاني ۾ هڪ ڇريو اهڙو به هو جيڪو پنهنجو پاڻ کي خدا چوندو هو. ان کان جڏهن هڪ ڏينهن بشن سنگهه پڇيو ته ٽوبا ٽيڪ سنگهه پاڪستان ۾ آهي يا هندستان ۾؟ تڏهن ان پنهنجي عادت مطابق هڪ وڏو ٽهڪ ڏيندي چيو ته اهو نه پاڪستان ۾ آهي ۽ نه ئي هندستان ۾! ان ڪري جو اسان اجا تائين حڪم ناهي ڏنو.
بشن سنگهه ان خدا کي منٿ ڪئي ته هُو حڪم ڏئي ڇڏي ته جيئن اهو ڪِتراڳ ختم ٿئي. پر هُو تمام گهڻو مصروف هو ان ڪري جو ڪيس ٻيا به گهڻائي حڪم ڏيڻا هئا. هڪ ڏينهن هُو بيزار ٿي انهيءَ تي ڪاوڙجي پيو: 'اوپڙ دي گڙگڙ دي انيڪس دي بي دهيانا دي منگ دي وال آف واهي گورو جي دا خالصه اينڊ واهي گورو جي ڪي فتح... جو بولي سونهال. ست سري اڪال.'
ان جو شايد هيءُ مطلب هو ته تون مسلمانن جو خدا آهين. جي تون سِکن جو خدا هجين ها ته ضرور منهنجي ٻڌي ها!
مٿاسٺا کان ڪجهه ڏينهن پهرين ٽوبه ٽيڪ سنگهه سان سندس هڪ مسلمان دوست ملاقات ڪرڻ لاءِ آيو. پهرين هو ڪڏهن به نه آيو هو. جڏهن بشن سنگهه ان کي ڏٺو ته هڪ طرف هٽي ويو ۽ واپس وڃڻ لڳو پر سپاهين هن کي چيو ته هي تنهنجو دوست فضل دين آهي ۽ تو سان ملڻ آيو آهي.
بشن سنگهه فضل دين کي هڪ نظر ڏٺو ۽ ڪجهه ڀُڻ ڀُڻ ڪرڻ لڳو. فضل دين اڳيان وڌي هُن جي ڪُلهي تي هٿ رکيو ته آءٌ گهڻن ئي ڏينهن کان سوچي رهيو هئس ته تو سان ملان، پر فرصت ئي نه ٿي ملي. تنهنجا سڀ مائٽ خيريت سان هندستان هليا ويا آهن. مون کان جيتري مدد ٿي سگهي، مون انهن جي ڪئي.... تنهنجي ڌيءَ روپ ڪور...
هو ڪجهه چوندي چوندي بيهي رهيو. بشن سنگهه ڪجهه ياد ڪرڻ لڳو: 'ڌيءَ روپ ڪور!'
فضل دين هبڪندي هبڪندي چيو ته ها... هوءَ ... هوءَ به صحيح سلامت آهي. انهن سان گڏ ئي هلي وئي.
بشن سنگهه خاموش رهيو. فضل دين چيو ته انهن مون کي چيو هو ته تنهنجي خيريت پڇندو رهان. هاڻي مون ٻڌو آهي ته تون هندستان وڃي رهيو

آهين. ادا بلبير سنگهه ۽ ادا ودهاوا سنگهه کي منهنجا سلام ڏجان. ــــ ۽ ڀيڻ امرت ڪور کي ٻ! ادا بلبير کي چئجان فضل دين ٺيڪ ٺاڪ آهي. ٻ ڀوريون مينهون جيڪي هُو ڇڏي ويا هئا، انهن مان هڪڙيءَ پاڏو ڏنو ۽ ٻيءَ کي پاڏي ٿي، پر ڇهين ڏينهن مري وئي. منهنجي لائق جيڪا خدمت هجي ٻڌائجان. آءٌ هر وقت تيار آهيان. هي تنهنجي لاءِ لڏون آندا اٿم.

بشن سنگهه لڏن جي ٿيلهي وٺي ڀرسان بيٺل سپاهيءَ جي حوالي ڪئي ۽ فضل دين کان پڇيو ته ٽوبا ٽيڪ سنگهه ڪٿي آهي؟

فضل دين عجيب و غريب انداز ۾ چيو ته ڪٿي آهي!؟ اتي ئي آهي جتي هو!

بشن سنگهه وري پڇيو ته. ”پاڪستان ۾ يا هندستان ۾!؟“

هندستان ۾ ــــ نه نه، پاڪستان ۾! فضل دين گهبرائجي ويو.

بشن سنگهه ٻُڙڪات ڪندو هليو ويو: ’اوپڙ دي گڙگڙ دي انيڪس دي بي دهيانا دي منگ دي وال آف دي پاڪستان اينڊ هندستان آف دي در فِٽي مُنهه!‘

مٽاسٽا جي تياري مڪمل ٿي وئي. هيڏانهن کان هوڏانهن ۽ هوڏانهن کان هيڏانهن اچڻ وارن چرين جي فهرست ٻ پهچي وئي ۽ مٽاسٽا جو ڏينهن ٻ مقرر ٿي ويو.

سخت سيءَ هئا، جڏهن لاهور جي پاڳل خاني مان چرين هندن ۽ سِکن سان ڀريل لاريون پوليس جي حراست ۾ روانو ٿيون. انهن سان لاڳاپيل آفيسر ٻ گڏ هئا. واهگه جي بارڊر تي ٻنهي طرفن جا سپرنٽنڊنٽ هڪٻئي سان مليا ۽ شروعاتي ڪاروائي ختم ٿيڻ کان پوءِ مٽاسٽا شروع ٿي وئي جا سڄي رات جاري رهي.

چرين کي لاري مان ڪڍڻ ۽ انهن کي ٻين آفيسرن جي حوالي ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم هو. انهن مان ڪي ته ٻاهر ئي نٿي نڪتا ۽ جيڪي نڪري رهيا هئا ته انهن کي وري سنڀالڻ مشڪل ٿي ويو ٿي. ڇو جو هيڏانهن هوڏانهن ڀڄندا ٿي ويا. جن جا جسم اگهاڙا هئا، انهن کي ڪپڙا پارايا ٿي ويا ته انهن ڦاڙي پنهنجي تن تان الڳ ٿي ڪري ڇڏيا. ڪو گاريون ڏئي رهيو هو ته ڪو ڳائي رهيو هو ۽ ڪي پاڻ ۾ وڙهي رهيا هئا ته ڪي وري روئي رهيا هئا، تڙپي رهيا هئا. ڪنَ پيل آواز ئي نٿي ٻڌڻ ۾ آيو! چرين عورتن جو هُل ۽ گوڙ الڳ هو ۽ سيءُ ايترو ته سخت هو جو ڏندن سان ڏند وڄي رهيا هئا.

چرين جي گهڻائي هن مٽاسٽا جي حق ۾ نه هئي، ان ڪري جو انهن کي سمجهه ۾ نه ٿي آيو ته انهن کي پنهنجي جاين تان اُکيڙي ڪٿي اڇلايو پيو وڃي. ڪجهه جيڪي سوچي سمجهي سگهيا ٿي، ’پاڪستان زنده باد‘ ۽ ’پاڪستان مرده باد‘ جا نعرا هڻي رهيا هئا. ٻ ٽي ڀيرا ته فساد ٿيندي ٿيندي بچيو ڇو جو ڪن مسلمانن ۽ سِکن کي هي نعرا ٻڌي ڪاوڙ اچي ٿي وئي.

•

جڏهن بشن سنگهه جو وارو آيو ۽ واهگه جي هُن طرف جو آفيسر سندس نالو رجسٽر ۾ داخل ڪرڻ لڳو تہ هُن پڇيو 'ٽوبا ٽيڪ سنگهه ڪٿي آهي؟ پاڪستان ۾ يا هندستان ۾!؟ '

آفيسر کلندي چيو: 'پاڪستان ۾. '

اهو ٻڌي بشن سنگهه ٽپ ڏئي هڪ طرف هٽي ويو ۽ ڊڪندو پنهنجي پوئتي رهيل ساٿين وٽ وڃي پهتو. پاڪستاني سپاهي کيس پڪڙي ٻئي طرف وٺي وڃڻ لڳا. پر هن هلڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو تہ 'ٽوبا ٽيڪ سنگهه هتي آهي.' اچا زور سان ٻاڪارڻ لڳو: 'اوپڙ دي گڙگڙ دي انيڪس دي بي ڌهيانا دي منگ دي وال آف ٽوبا ٽيڪ سنگهه اينڊ پاڪستان. '

هُن کي ڏاڍو سمجهايو ويو تہ هاڻي ٽوبا ٽيڪ سنگهه هندستان ۾ شامل ڪيو ويو آهي. جيڪڏهن اتي نہ ويندين تہ توکي زبردستي اتي موڪليو ويندو پر هو نہ مڃيو. جڏهن هن کي زوريءَ ٻئي طرف وٺي وڃڻ جي ڪوشش ڪئي وئي تہ هُو وچ ۾ هڪ هنڌ ان انداز سان پنهنجي سُڄيل ٽنگن تي ڄمي بيهي رهيو جيئن هاڻي ڪا طاقت بہ هن کي اتان نہ هٽائي سگهندي!

ماڻهو چو تہ بي ضرر هو تنهن ڪري ساڻس وڌيڪ زبردستي نہ ڪئي وئي. هن کي اتي ئي بيٺل ڇڏي ڏنو ويو ۽ متاسٿا جو باقي ڪم ٿيندو رهيو.

سج اڀرڻ کان پهرين خاموش بشن سنگهه جي گلي مان هڪ وڏي دانهن نڪتي! هِتان ۽ هُتان کان ڪيئي آفيسر ڊوڙندا آيا ۽ ڏٺئون تہ جيڪو ماڻهو پندرهن سالن تائين ڏينهن رات پنهنجي ٽنگن تي بيٺو رهيو سو مُنهن پر ليٽو پيو هو. هوڏانهن ڪنڊن جي تارن پٺيان هندستان هو ۽ هيڏانهن پاڪستان! وچ ۾ زمين جي ان ٽڪري تي جنهن جو ڪو بہ نالو ئي نہ هو ٽوبا ٽيڪ سنگهه پيو هو...



# ٻه مختصر ڪهاڻيون

•

مقبول 'مارو'

## دل:

هُوءَ شاديءَ جي هڪ هفتي کان پوءِ شديد پيٽ جي سُور ۾ تڙپندي اسپتال آئي. سُور کان رڙيون پئي پيس. سندس گهر واري ايگزيمنيشن ٽيبل تي ليٽايس پر سُور جي شدت ڪري بي چيني محسوس پئي ٿيس. سُور جي زيادتي جي ڪري سندس مڙس کي سُور گهٽائڻ واري سُئي لکي ڏنم ۽ ڪمپائونڊر کي چيم ته سُئي وٺي اچي ته جلدي مريض کي لڳائي، ته پوءِ ٿا مريض کي تسليءَ سان چيڪ ڪريون ته سُور جو سبب ڪهڙو آهي. جيئن ئي هن جو مڙس انجيڪشن وٺڻ ويو هيءَ ايگزيمنيشن ٽيبل تي اُٿي ويهي رهي. ۽ کلندي چيائين ته مون کي سُور وغيره ڪُجهه به ناهي. آءٌ صرف تنهنجي شڪل ڏسڻ آئي آهيان. حيرانگيءَ سان چيومانس پر تون ته اڃان نئين ڪنوار آهين!! ۽ تازو ئي شادي ٿي اٿيئي ڇو پيئي مڙس کي پريشان ڪرين مُرڪندي چيائين ته دل اهو ٿورئي ڏسندي آهي. هِڪ ٻه ٻيا ڪيترين ئي شادين تي ويڄن. دل چاهيو ته توکي ڏسان، بس آءٌ اچي ويس!!

## ٺيڪ:

هُوءَ اسپتال ۾ نرس هُئي، اسپتال ته ٺيڪ پر سارو شهر هِن کان واقف هو. هِن ڪافي ماڻهن جون دليون موهي، انهن جي دردن جو درمان ڪيو هو. سڀ ماڻهو هِن کي سُٺين نظرن سان نه ڏسندا هُئا. اسپتال ۾ موجود پنگي بڇيل هجن ته بي ڳالهه آهي باقي پٽيوالن تائين کي هِن خوش ڪيو هو. شايد هِيءَ عادت کان مجبور هُئي. اوچتوئي خبر پيئي ته هڪ دوست هِن سان شادي ڪري ڇڏي حيرانگي ٿي ته اُن دوست ڏٺل وائٺل هک ڄاڻي ڇو ڪُهي ڇڏي آهي. هڪ ڏينهن مليو چيومانس ته "يائو تو هي ڇا ڪيو؟! ڇا توکي تنهنجي نئين زال جي ڪرتوتن جي خبر نه هُئي؟" کِلي چيائين ته "يار سڀ خبر هُئي." ڳيت ڏيندي وڌيڪ چيائين، "توکي ته خبر آهي آءٌ جنهن کاتي ۾ ڪم ڪريان ٿو اتي رشوت جام آهي. ان ڪري منهنجي نوڪري هَر وقت داءُ تي آهي. اِها شادي ته مون صرف منهنجي مٿان وينل وڏن آفيسرن جي پي-آر حاصل ڪرڻ لاءِ 'ٺيڪ' طور ڪئي آهي."



# جھرڪيون سڀ اُڏامي ويون...

•

نصير ڪنير

جھرڪيون سڀ اڏامي چڪيون هيون. ۽ پويان رهجي ويا هئا خالي آکيرا. آکيرا جن کي هڪ نہ هڪ ڏينھن خالي ٿيڻو هوندو آهي. خالي آکيرا بي نانءُ ٿي ويندا آهن. آکيرن کي معنيٰ هونديِ پکين سان آهي. پکين کان پوءِ صرف خاليپڻو هوندو آهي. اِتي بہ خالي خالي آکيرا هئا. خالي وڻن جون خالي ٽاريون. جنھن ۾ لڏي رهيا هئا صرف انھن جي يادگيرين جا اداس لمحا. هن هڪ نظر مڙيئي پنھنجي بہ آکيري ڏانھن ڏنو جيڪو خالي ٿي چڪو هو. انھيءَ ۾ ڪا بہ چڻ پڻ، ڪا بہ چھچٽو ۽ سرگرمي نہ هئي. هئي تہ صرف خاموشي ۽ صرف خاليپڻو. جنھن ۾ اداسي، اڪيلائي ۽ نراسائي واسو ڪري ويئي هئي. ڪيترن سالن بعد، انھي آکيري ۾ چرچراهٽ ڪندڙ اِهي جھرڪيون جڏهن وڏيون ٿيون تہ آکيري کي اڪيلو ڪري پنھنجي پنھنجي منزل ڏانھن هليون ويون هيون. آخر تہ هُنن کي هوئين اُڏامي وڃڻو هو سي اُڏامي ويون. اج در دريون، ڪمرا سڀ اوپرا ٿي محسوس ٿيا. پويان ڪجھ عورتن جي ميڙ ۾ بيٺل پارسا جو چھرو بہ لڙڪن جي لارن ۾ وڏيڪ پيلو ٿي چڪو هو. الائي ڪيترن ڏينھن جي پيڙاءَ. ڪرب اج پارسا جي اکين مان لڙڪن جي صورت ۾ ڇلڪي پئي هئي. پارسا جي اندر ۾ جيڪو جُوالا مکي پچي رهيو هو. اُهو لاڙ اج ٻاهر نڪري پيو هو. هو بارها ڪوشش جي باوجود اندر کي روڪي نہ سگھي هئي. انھي ٽانو وانگر ڇُلڪي پئي هئي. ڇلڪي بہ ڇو نہ. اج هن جو سڄو آکيرو خالي ٿي چڪو هو.

ڇلڪي تہ هي اج کان پنجويھ سال پھرين بہ پَئي هئي، جڏهن اباڻو گھر ڇڏي هڪ اوپري گھر جي چائنٺ اُڪري هئي، پر اها ڪجھ گھڙين جي ڳالھ هئي، تڏهن تہ هي سنيالي ويئي هئي، پر اج هن ۾ اِها همٿ نہ هئي جو هو پاڻ سنڀالي، عمر جي لھندڙ سج جي شام ۾ هي ميرانجھڙي ٿيڻ سان گڏ ڪمزور ۽ بيمار بہ ٿي چڪي هئي. شگر، دل جي تڪليف سميت ڪجھ بيماريون ڪمزور ڏيئي ۾ ڪاهي پيون هيون. عمر جا ڪيترا ڏينھن جنھن سان گڏ گھاريا هئائين، زندگي جي تتل صحرا جا پنڌ جھاڳيا هئائين. حوصلي جو هماليہ هئي، پر اج هن

جو سهارو ٿيڻ بجاءِ ڪلر ڪاڌل پٽ جيئن پُري پئي هئي. انهي ڪري سهارن جا سڙهه ڏاڍا ڪمزور ٿي ويا هئا. اهڙي ڪمزور حالتن ۾ پنهنجي ڪمزور نانءُ ڪي زندگي جي ڳُنن ۾ لاهي تہ ڪيئن لاهي؟ اهو پارسا لاءِ بنهه مشڪل هو.

خدابخش پارسا سان اکيون چورائيندي لڙڪ اگهيا. گهر جي چائنٺ اُڪري ورانڊي جي ٿنڀي کي ٽيڪ ڏئي ويهي رهيو ٽيڪ ڏيئي تہ هن گهر ۾ جيئن هوش سنڀاليو هئائين، تڏهن کان ويهندو آيو هو. صبح جو اٿي منهن ڌوئي اگهاڙن پيرن ويهي چانهه پيئڻ هن جو معمول هوندو هو. انهيءَ معمول جي ڏينهن ۾ ڪيڏي پنهنجائپ ۽ پيار هو جنهن ڏينهن پارسا گرم چانهه جو ڪپ هٿن ۾ ڏنو هو. ڪنهن واءَ جي جهونڪي يادگيرين جي ڪتاب جا سمورا ورق واپس ورائي ڇڏيا هئا. جيڪي پنهنجي اندر ۾ 30 سالن جو اٿاڻو سنڀالي ويٺا هئا.

پارسا هڪ اڻ پڙهيل ۽ ڳوٺاڻي ڇوڪري هئي جيڪا هاڻي هن جي جيون ساٿي ٿي چڪي هئي، شادي کان اڳ هن ڪڏهن بہ پارسا نہ ڏٺي هئي، وهمن ۽ وسوسن جا سمورا طوفان جيڪي مڱڻي کان وٺي اڄ تائين هن جي دل درياءَ تي چانيل هئا، اهي سمورا تري چڪا هئا. اڻ ميا سوال هوا ۾ ڦهلي چڪا هئا. جيڪي هر جڳهه هن جي اڳيان ڪر ڪنيو بيٺا هئا. عجيب سوال هوندي ڪهڙي؟ چهرو ڪهڙو هوندو. ڪهڙن خيالن جي هوندي، ڪاڏو سنڌو پڇائي سگهندي آهي الائي نہ؟ عجيب سوالن جي ڳُن ۾ ڦاٿل هوندو هو هاڻي سمورا طوفان تري چڪا هئا. سوال جي ڪنن مان ٻيڙي پار ٿي چڪي هئي. پارسا ٻن ڏينهن ۾ هن کي اهڙو متاثر ڪيو جو هي سوچي بہ نہ ٿي سگهيو. هن جي ذهن جي هزارن خواهشن کي تڪميل ملي چڪي هئي، ۽ هي ڏٺي در شڪراني جون دعائون گهرڻ لڳو.

زندگي جا ڏينهن گذرندا ويندا آهن. گهڙيال جا ڪانٽا پنهنجي محور ۾ هلندا رهندا آهن. وقت ڪڏهن ڪنهن جو انتظار ڪيو آهي. ماڻهو کي ويندڙ وهي ۽ لهندڙ سج جو احساس وقت سان گڏ شين ۾ ايندڙ تبديلي ۾ محسوس ٿيندو آهي، تہ وقت پنهنجي پنڌ جا ڪيترا ڏاڪا لتاڙي، اڳتي وڃي چڪو آهي. ائين هن کي بہ اُن ڏينهن احساس ٿيو جڏهن پارسا آڏي ويل ويم جي سورن جي شڪايت ڪئي، آڏي رات هئڻ ڪري ڊاڪٽر بہ ملڻ محال هو. پاڙي جي دڪان تان عام سور جون گوريون وٺي ڏئي ڏينهن اپرڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو پر پارسا جي ڇهري جو قرب ڏسڻ لاءِ محال هيو. گهر ۾ وڏي عمر جي ڪا بہ عورت نہ هجڻ ڪري، صبح سوير وڏي ياجائي کي گهران وٺي آيو. تنهن دائي آڻڻ جو چيو ڪجهه ئي ڪلاڪن بعد دائي ڏيءَ جي واڌائي ڏني. ڳوٺ جي گهڻن ماين تہ اڳوات پٽ جون واڌايون پئي ڏنيون. هن جي بہ خواهش هئي تہ پٽ پيدا ٿئي نالو اياز رکندس، سنڌ جي پلوڙ شاعر جو نالو هن جو پسنديده نالو پر خوشين جو ايندڙ لمحو هن کان ڪجهه گهڙين تي رُسي ويو هو. دل جي آڪيري ۾ وينل ڪيئي پکي هڪدم پڙڪو

ڪائي اُڏري ويا. پويان رهجي ويا هئا صرف ڇٽيل ڪنپ جنهن جو ڪو به وجود نه هو
هي پارسا جي محبت ڪي ذهن ۾ رکي ڏکي سوچ سوچيندي سڀ ڪجهه وساري
قادر جي ڪرم تي خوش رهڻ لڳو.

رب جي ذات اهڙو ته امتحان ۾ وڌو جو هيءَ ڏينهون ڏينهن آزمائش ۾ ايندو
پئي ويو. انهيءَ جانب جو عجيب جوڙ آهي، پرچي ته پٽ پري جي ڏمرجي ته به ڏي.
رب جي ذات اهڙو ته آزمائش ۾ وڌو هو جو هڪڙي جي پويان ٻئي ٽئين چوٿين
پنجين ڏيءَ، هي سور سهي سهي اندران ٽٽي پيو پنهنجو پاڻ کي اڪيلو ڪري
ڇڏيو هئائين. پنهنجي دنيا ۾ سوچيندي صبر جو دامن ڇڏائجي تي ويو ۽ اڪين جو
درياءُ ٻوڙان ٻوڙ ڪندو تي ويو. ڪئين خيال وڻ ويڙهي جي ويڙهي تي ويا. پنج
نياڻيون هن ههڙي دؤر ۾ ڪيئن ڪندس، ڪيڏانهن ڪندس؟ هيءَ ته نياڻيون
امانتون آهن نيٺ ته وينديون پنهنجي ڪکن پوءِ ته هي هڏ به پوڙها تي ويندا. ڪير
آهي جهرندڙ اجهي جو سهارو؟ سوچيائين ته منهنجي نصيب ۾ پٽ ناهي، پٽ
هجي ها ته به ايبارشنون ٿورو ٿين ها. تي سگهي اهي چار چار مهينن جا خراب ٿيل
پار پٽ هئا ته؟.

آخري نياڻي تي ڏاڍو رنو هو زال به ڪيترا ڏينهن رني هئي، هڪبئي سان
نظرون به نه تي ملائي سگهيا. پارسا جو چهرو سائي جي مريض جهڙو ٿي پيو هو
اهي ئي لفظ دهرايا هئائين، جيڪي ٽئين نمبر نياڻي ڄمڻ تي چيا هئائين. "ڇري
تون انهن ماڻهن کي به ڏس جنهن کي بلڪل اولاد ڪونهي، اسين ته پوءِ به
خوشنصيب آهيون، جو رب نياڻيون ته ڏنيون آهن. هي پاپ پالي ڪيڏانهن
ڪندس. پارسا جون پنبڻيون پاڻي پاڻي تي پيون هيون.

"بس ويچاريون هليون وينديون، پنهنجن ڪکن".

انهيءَ جملي تي پارسا ٻرندڙ جبل جيان ڦاٽي پئي هئي، هر هر اهي دلاسا تو
ڏئين مونسان گڏ پرڻيلن جا چار چار پٽ آهن، انهن کي ڏسان تي ته منهنجو اندر
سڙي ڪونه ٿو؟.

"ها پر پاڻ الله جي ڳجهه ۾ هٿ وجهي ڪو نه ٿا سگهون نه" خدابخش
پنهنجي بيوسي ظاهر ڪئي.

"الائي ڪهڙن اعمالن جي سزا پئي ڪايان".

"اُها خبر هجي ته ماڻهو ٻاڏائي معاف ڪرائي". هن دلاسو ڏنو.

پر پنهنجي اندر ۾ جيڪا نهائين پئي پڪي انهن کي ڪيئن وسائي، ڪيئن
نه شادي کان اڳ هو اهو نالو ڪيئن نه وٺي آيو هو جڏهن شيخ اياز جو نالو ٻڌو
هئائين. دل ۾ پڪو پهه ڪيائين ته پٽ جو نالو اياز رکندس، پنهنجي پائرن، عزيزن
مان ڪنهن جي اولاد جو ڪو نه هو. پر اجان هن جي دل جي آس پوري نه ٿي. هن
سوچيو ته اهو نالو منهنجي پٽ جو هوندو پر اهو نالو مسلسل رهندو پئي آيو.

آخري نياڻي مهل ڊاڪٽرياڻي جا چيل لفظ اڄ به شيهي جيان ڪنن ۾ لهي رهيا هئا. ڊاڪٽرياڻي فارم تي صحيح وٺندي چيو"مريض ڏاڍي ڪمزور آهي، تمام جلدي جلدي ٻار ڄڻڻ ڪري، ڊليوري آپريشن ذريعي ٿيندي، انهيءَ ڪري رت جو بندوبست ڪيو. هن پنهنجي ڊڪي رت جو بندوبست ڪيو هو. مسلسل ٻن ڪلاڪن کان پوءِ آپريشن ٿيو. ڊاڪٽرياڻي ٻڌايو ته نياڻي ڄائي آهي، مريض جي حالت خطري کان ٻاهر آهي ۽ اهو هُن جو آخري ٻار آهي. انهيءَ بعد هاڻي ٻار ڄڻڻ عورت لاءِ موت ثابت ٿيندو. ڊاڪٽرياڻي جا لفظ گندرف هئا. جيڪي هن جي ڪنن ۾ لهندي ٿي ويا. هن کي ڪنن ۾ ٻاهه محسوس ٿي ٿئي، جيڪا ڪنن جا پڙدا ساڙي هاڻي دماغ جون ڪيپراتيون ساڙي رهي هئي، هن ائين محسوس ڪيو ته اڄهو هن جي پيچي ڦاٽڻ واري آهي، ماٿهو در ديون ڦرندي محسوس ٿيا. انهيءَ سور ۾ ننڍي اياز جو آواز ٿي آيو.

پاپا... پا...پا--- ڊيڊي---باءِ... باءِ

ننڍڙي جي ڪلڻ جو آواز ها.... ها ....ها....ها...

پوءِ اونداهي هن کي هر شيءَ ڦرندي محسوس ٿي. تيز ترين انهيءَ ۾ اياز به الائي ڪيڏانهن ڦرندي ٿي ويو. هن دماغ کي ٻنهي هٿن ۾ زور ڏئي ٿي جهليو. پر سڀ ڪجهه ڦرندي ٿي ويو. دماغ ۾ هٿوڙا لڳندي محسوس ڪيائين، ٻنهي هٿن سان مٿو جهلي، هيٺ ويهي رهيو ۽ پوءِ اوچنگارون ڏئي روئي پيو. گڏ آيل سڀ عزيز هن جي روئڻ کان واقف هئا. پر ڪجهه به ڪري نه ٿي سگهيا. هن کي سهارو ڏئي ماٺ ڪرايائون، انهيءَ ڏينهن بعد هن پنهنجو پاڻ کي اڪيلائين جي حوالي ڪري ڇڏيو هو.

ڪيترن ئي ڏينهن بعد هيءُ پنهنجي طبيعت کي سنڀالي سگهيو هو پارسا ته ڪڏهوڪي اُجهائي چڪي هئي. شهر ۾ ايندي ويندي هن ۾ ايتري همٿ نه هئي جو ڪنهن جي ڇوڪري ڏانهن نهاري، هن کي هر هڪ جي چهري ۾ پنهنجو اياز ٿي نظر آيو جيڪو هن جي وجود مان جنم وٺي نه سگهيو هو. صرف هن جي ذهن ۽ خيالن ۾ وڏو ٿيو هو. هن جي آڱر جهلي هئائين. هن سان گڏ شهر، گلين، رستن ۽ پارڪن ۾ هلندو رهيو هو. هن جو پنهنجو اياز. اياز جنهنجو ناءُ رکڻ کان رهجي ويو هو. ڪيترا ڏينهن انهيءَ شاڪ ۾ رهڻ بعد هن فيصلو ڪيو ته پارسا جي محبت ۽ نياڻين جي خوشين خاطر جيئندو. ڪيترن مائٽن ڪوشش ڪئي ته هيءُ ٻي شادي ڪري، پر هن ڪنهن جي به ڪا نه مڃي، هن جي پارسا سان جيڪا محبت هئي، اڻ مٽ هئي. هن پارسا ۽ پنج نياڻين کي ڪنهن به احساس ڪمتري ۾ وجهڻ نه ٿي چاهيو. چاچي جوسي ڪيترين ئي ڪوشش کان پوءِ آخر مايوس ٿي موڪلايو. تڏهن به هي انهيءَ گهر جي اڱڻ ۾ ويٺل هو. پر هن سموري سفر جا پنڌ وساري نياڻين جي پالنا ڪرڻ ٿي چاهي. ڏيءُ ڏڻ ته آهي اروڙي وڏندي دير ئي ڪو نه ڪري، وڏيون نياڻيون سامائجي چڪيون هيون، هن نٿي چاهيو ته پيون ڏيئون

جوان ٽين ٽيسيٽائين وڏيون گهر ۾ ويهارجن. پر پارسا جو چوڻ هيو تہ بار لاهڻو تہ پوءِ هيڪر ئي يڪو لاهجي. پر هن چيو پارسا تون نياڻين جي ماءُ آهين، نياڻين جون مائرون هر وقت پنهنجيون اکيون کليون رکنديون آهن، پڪل ٻير آهي تہ هر ڪو پٿر هڻندو ۽ هونءَ بہ پنجئي نياڻيون گهران هڪ وقت ويون تہ آئون مري ويندس، پوءِ ٻن وڏين نياڻين جي شادي ڪرايائين.

موڪلاڻي جي ڏينهن پارسا کي بہ خبر پئي تہ گهران نياڻي کي روانو ڪرڻ ڪيڏو ڏکيو لمحو آهي. جمڻ کان جوان ٿيڻ تائين پالي وڏو ڪرڻ ۽ اڄ گهران روانو ڪرڻ، ائين هو جڻ ڪير جسم مان دل ڪڍي ڪٽي وڃي رهيو هجي. هي ٻئي دل تي پٿر رکي صحيح ويا.

پر اڄ باقي ٽي نياڻيون بہ پنهنجي ماڳ ڏانهن روانيون ٿي چڪيون هيون. ائين محسوس ٿي رهيو هو جڻ پنهنجي زندگي جي سموري ڪيل ڪمائي پنهنجي هٿان ڪٽي ڪنهن جي حوالي ڪري، هوءَ ٻئي هٿ ڇنڊي واپس ويا هجن. ڏيئن جي جو درد آري جيان هن کي سيني تي وهي رهيو هو هي بلڪل هٿين خالي ٿي چڪا هئا، هو بہ ائين ٿيو ڇا؟

باقي گهر ۾ رهيو بہ ڇا هو؟ جيڪي ڏيئون ننڍڙيون ريڙهيون پائي ٿهڪ ڏينديون وڏيون ٿيون هيون، جواني جون ڪينچلون ڪيون هٿائون اُهي هليون ويون، سڀ ڪجهہ پنهنجي منزل ڏانهن وڃي چڪو هو. هيو تہ پويان خالي آڪيرو. هن کي پوڙهي جوسي جا چيل لفظ ذهن تي تري آيا "پنهنجي باري ۾ سوچ، هي جهرڪيون ويچاريون آهن، ڏينهن اُبرڻ تي اڏامي ويندين، ۽ انهي مهل توهان جو سج لهڻ وارو هوندو ائين ڪر جو لهندڙ سج جي ويلي توکي ڪير پاڻي جو لوٽو پياري". پر هن کونہ مڃيو "اڄ سڀ سچ ثابت ٿي ٿيو آهي! هي پاڻ سان ڀڻڪيو."

ڪلهي تي ڪنهن جي هٿ جي احساس هن کي ماضيءَ جي ياد مان واپس آڻي ڇڏيو. سندس سوٽ سجڻ پر ۾ ويهندي آٿت ڏني تہ هي ڀڻڪيو "ادا سجڻ ڪاڪي جوسي سچ چيو هو ها اڄ جهرڪيون سڀ اڏامي ويون. ها بلڪل جهرڪيون سڀ اُڏامي ويون." هن جي نيڻن مان لڙڪن جون لارون وهڻ لڳيون.



# ريت جي آڪاس ۾ ڏرتيءَ جي ڪوج

•

رڪيل مورائي

ڪڇُ ڏرتيءَ جو آئينو آهي ۽ مان پنهنجو ڏُڪار،ڪان پاهہ ٽيل چهرو انهن ماڻهن ۾ ڳوليان ٿو جن کي ٻڌي ليکي ڪڇي (ڪڇ ۾ رهندڙ) چئجي ٿو. اُهي سمورا چهرا مون جهڙا، نہ اکيون، نہ ڪن، نہ پير ۽ ٻي سڄي شبيهہ مون جهڙي - تہ ڪهڙي چيز آهي جيڪا کين مون کان الڳ ڪري ٿي. ٿلهي ليکي اڄ جي سنڌ کي جيڪڏهن مان ڏڪار سٽيل سنڌ چوان تہ ڪهڙو حَرجُ؟

احساس جو ڏڪارُ عقل جو ڏڪار تخليق جو ڏڪارُ ۽ پاڻيءَ جو ڏڪارُ سڀ هڪ جهڙا ئي تہ آهن. جيڪڏهن رڳو پاڻيءَ جي ڏڪار کي ڪٽي ڪڇ تائين آڻبو تہ اڄ جي سنڌ ۽ ڪڇ ۾ بنهہ ٿورو فرق محسوس ٿيندو. البت سنڌ جي اڄوڪي صورتحال کي ڏسي فقط هڪڙو سِرو/عنوان نٿو ڏيئي سگهجي جيڪو سِرو/عنوان سنڌيءَ جي ذهين ليکڪ هريش واسواڻيءَ پنهنجي سفر کي ڏنو آهي پر هونئن ڏوڙ ۽ ريت ۾ ڀلا ڪهڙو فرق آهي. درياءَ يا سَرَ جي پيٽ ۾ تہ ريت ئي اُڏامندي جيئن سنڌ ۾ ڏوڙ اُڏامي رهي آهي. فرق وري بہ ٻن لفظن درياءَ/سَرَ جو آهي. سنڌ تہ هونئن ئي هڪ اهم حوالو آهي جيڪو علامتي بہ ٿيٌ سگهي ٿو جنهن جو ڪو سڌو واسطو هريش جي سفرنامي سان جڙيل نہ آهي. واڌو لفظ آڪاس آهي جنهن کي هريش نسبتي ڪنيو آهي.

جيڪڏهن مان ڪڇ ڏسان ها تہ يقينن سيني نسبتن جي وضاحت ڪرڻ ۾ آساني ٿئي ها! پر جيئن تہ مون ڪَڇَ کي ڏسڻ بدران پڙهيو آهي. فقط پڙهيو آهي. ان ڪري مان اُن احساس جي حوالي سان ئي ڪجهہ لکي سگهندس.

ها! اهو ضرور آهي تہ ڪجهہ لکيل پڙهبو آهي يا پڙهي وڃبو آهي پر ڪجهہ لکيل پڙهڻ سان گڏ ماڻبو بہ آهي تہ ڀوڳبو بہ!

ائين ئي مون ڪَڇَ جي سموري پيڙا نہ رڳو پڙهي آهي پر اُن جي رُڃَ جي احساس کي، جيڪو تپندڙ احساس آهي ان کي پنهنجي اندر ۾ اوتيو آهي ۽ محسوس ڪيو آهي. ڪَڇَ جي ماڻهن، تلائن، ڳوٺن، رستن ۽ خاص ڪري گاهن جي اُن احساس کي، جيڪو پاڻيءَ کان سواءِ گهُلندڙ لُڪ سندن نڙيءَ کي ڏياريندي

هوندي يا جڏهن سِج سندن تارونءَ جي مٿان بيهي ٽانڊا اوڳاڇيندو هوندو ڪجهه جي ريت/واريءَ جي تپتِ نہ رڳو محسوس ٿي پر ان جو اثر اکين جي ماڻڪين ۾ ڪُرڻ بہ لڳو آهي. ان ڪري شايد زندگيءَ ۾ ڪجهہ ڪڏهن بہ ڏسڻ نہ چاهيان. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ سنڌ جي ٿر ۽ هند جي ڪڇ جي حالتن ۾ شايد ڪوبہ فرق نہ هجي! ريت جي آڪاس ۾ اُڏامڻ جي خواهش هريش جي من ۾ ممڪن آهي تہ اڃا بہ ڳر ساهينڌي هُجي، ڇو تہ هريش جي اکين کان وڌيڪ هُن جي حساسيت اهڙو ڪجهہ ڀڏائي ٿي. مون محسوسيو آهي تہ هِن لکڻيءَ ۾ هريش جيڪو ڪجهہ ڏٺو آهي، ان کان وڌيڪ جيڪو ڪجهہ محسوس ڪيو آهي ان کي اظهاريو آهي، جنهن ڪري اها احساس جي شدت ۽ ان جو اهڙو تپتِ ڀريو اظهار ئي هن سفرنامي جي اصل سڃاڻپ آهي. هونئن تہ ڪڇَ کي ڪوبہ ڪيئن بہ ڏسي ۽ اظهاري سگهي ٿو ۽ ان اظهار کي معلومات حاصل ڪرڻ جي حد تائين پڙهي بہ سگهجي ٿو پر هن سفرنامي جي سڃاڻپ اول ۽ آخر آهي ئي اها تہ هِن کي فقط محسوس ڪري سگهجي ٿو.

ڪڇ جو ڪوبہ روپ اهڙو نہ آهي جيڪو هن ڪتاب ۾ نہ آيو هُجي، اهو بہ سنڌي ٻوليءَ ۾ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي هڪ غيرمعمولي لکڻيءَ جي سڃاڻپ طور! جنهن کي مان هوند سنڌي ٻوليءَ جو "ماسٽر پيس" چوان تہ مونکي خوشي ٿئي.

ڀڄ ۾ آيل زلزلا هُن جا قدرت جي بيحسيءَ جي خلاف شايد احتجاج هُجن پاڻ ڏانهن متوجہ ڪرائڻ لاءِ سچ تہ اهوئي آهي تہ ڀُڄ اُن ئي حالت ۾ هجڻ گهرجي، جنهن حالت ۾ هريش هُن کي ڏٺو آهي ۽ اظهاريو آهي. ياد نٿو اچي تہ ڪنهن دوست ٿر کان موٽندي هڪ ڪمال جو جملو چيو هُئو تہ "ٿر جي ڏڪار کي بہ پنهنجي هڪ خوبصورتي آهي" ائين ئي ڪڇ کي هريش جي اکين سان ڏسڻ کان پوءِ اهڙو اظهار ڪري سگهجي ٿو. "ڪاوڙا" کان وٺي "ٻني" ۽ "ٻنيءَ" کان وٺي "ڏوري" ڳوٺ جا سڀ احساس تہ آهن هن سفرنامي ۾.

ياد ٿو اچيم تہ ڊاڪٽر مُرليڌر جيٽلي صاحب جڏهن ڪلهوڙا سيمينار ۾ سنڌ آيو هو تہ هُن ٻنيءَ واري علائقي جي ڪلچر بابت هڪ ڪتاب مونکي ڏنو هو جيڪو اڄ ڪلهہ مون وٽ موجود نہ آهي. شايد ڪو دوست تڪائي ويو آهي. سڄو سارو پڙهيو هوم پر هريش جي سفرنامي جيڪو ڪلچر ڀڏايو آهي، اهو تہ هڪ الڳ ٿلڳ احساس ڏياري ٿو. هي ئي سفر آهي، جيڪو "ريت جي آڪاس ۾ ڌرتيءَ جي کوج" ڪرائي ٿو ۽ ان کوج جو عرصو ٻنهہ نيڙو آهي، نيڙو ٿيندو ٿو وڃي يہ هريش خود اُن کي مختصر ٿيڻ ڏنو آهي. جيڪي بہ آهي بهرحال ڪڇَ جو چهرو هن سفرنامي ۾ ڏسي سگهجي ٿو ۽ اُن جي رهواسين جي اندر جا احساس سندن چهرن مان پڙهي ۽ محسوس ڪري سگهجن ٿا. جيستائين ڪڇَ جي اندر جو سوال آهي تہ ان کي وري هڪ ٻي اهم کوج جي ضرورت آهي.

جيڪڏهن موقعو نهي اچي ته! ۽ جيستائين جڳ جهان لاءِ اهڙو موقعو نهي، هريش پاڻ ڪوشش وٺي هِن سفرنامي کي پاڻ ئي انگريزيءَ ۾ آڻي. منهنجو خيال آهي ته ادب جي دنيا ۾ هيءُ مختصر ڪتاب ترجمو ٿيو ته پنهنجي پيرن تي بيهي اهو ٻڌائي سگهي ٿو ته مان پوئتي پيل ٽين دنيا جي هڪ نظر انداز ڪيل کُنڊ جو حصو آهيان. اچو مون کي ڏسو پڙهو ۽ محسوس ڪيو.

اسان هِت جيڪي ڏسون، پڙهون ۽ لکون ٿا، اولهه جي ادب ۾ اهو ڪجهه ٻيءَ طرح ضرور آهي پر ڪو گهٽو بدليل يا اهم ڪونهي، ۽ ٻيو اهو به هتي سفر کي هڪ الڳ سچاٽپ به آهي اها هيءَ جيئن مون پهرئين ئي چيو آهي ته هيءُ ماڻهو جي پيرن جو سفر نه آهي، هيءُ من اندر جو سفر آهي جيڪو حواسن جي وسيلي محسوس ڪري سگهجي ٿو. لکڻي جي حوالي ۾ مان خود هريش جي لفظن جو حوالو ڏيڻ چاهيندس ته. "هن سموري سفر ۾ ڪٿي به جذباتيت ڪانهي فقط جذبو آهي" ۽ مان اهو چوندس ته جيڪڏهن هيءَ غيرمعمولي لکڻي جذباتيت جي ور چڙهي وڃي ها ته منجهس جذبو عدم موجود هجي ها ۽ پوءِ هن جي اهميت ٽيهارو کن ڏينهن/هفتا/مهينا وڃي رهي ها!

مان سؤ ٽڪا سچ ٿو چوان ته شاعريءَ جي حوالي ۾ اڄ جي تاريخ تائين مون هريش جي متي Quote ڪيل سٺ جهڙي سوَن سٺن وارن ڪتابن ۾ به راءِ نه پڙهي آهي پر اها راءِ اسانجي اڄ جي سنڌي ادب پڙهندڙن ۽ لکندڙن جي نڙيءَ مان هيٺ لهندي ڪيئن؟ ان سوال تي ويچاري سگهجي ٿو. پوءِ ته شايد اسان پنهنجي سموري آدرشي ادب 1920ع کان پوءِ واري سموري شعري توڙي نثري ادب تان شايد هٿ کڻڻ لاءِ ويچاريون پر ايڏي وڏي رسڪ کڻندو ڪير گهٽ ۾ گهٽ سَنڌ جي وس کان اها ڳالهه ٻاهر آهي. پوءِ به مونکي شخصي طور شايد هريش جي اها راءِ سموري حياتي ڪم اچي چو ته هريش بنيادي طور نئين ڪوتا جو شاعر آهي. ڇا واقعي ائين آهي ڇا ته اسان اڃا تائين "جذبات" ۽ "جذبي" ۾ فرق محسوس نه ڪري سگهيا آهيون. پوءِ به هريش جي راءِ سان هرويرو سهمت هُجڻ ضروري ڇو آهي؟ اڪثريت ۾ يا اقليت جي صورت ۾!

هريش واسواڻيءَ جي هن ڪتاب، جنهن جو نالو ئي غيرمعمولي آهي يعني "ٻُڙي ۽ ٽي ٻُڙيون" جي فريم ۾ ڪُجهه ٻيون تصويرون به آهن. جيتوڻيڪ اهو مڃيل اصول آهي ته هڪ فريم ۾ فقط هڪ تصوير هجڻ گهرجي پر شايد فريم جي سائيز وڏي هجڻ ڪري ڪجهه ٻيون تصويرون به منجهس ماپايون ويون آهن. اهي تصويرون ماضيءَ ۾ ٿيل ڪجهه ادبي بحثن جي جواب طور ڏنل آهن. جن ۾ چيو ويندو هو ته. "مادرن ليکڪن خاص طور هند جي سنڌي ليکڪن کي وطن جو ۽ ٻوليءَ جو درد ڪونهي ۽ هو پنهنجن پاڙن پٽڻ جي ڪوشش ۾ آهن" وغيره ڪتاب ۾ شامل هڪ ڪهاڻي "ڪوليءَ جي ڪُکِ" ۾ هڪ چيل جملو "دلا" پنهنجي پاڻ ۾

هڪ ڊگهو مطلب رکي ٿو. اها ڳالهه مچيل آهي تہ خواب فقط پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڏسي سگهبو آهي ۽ گار بہ فقط پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڏئي سگهبي آهي، اهڙو ئي مقصد هن ڪهاڻيءَ جو بہ آهي. ڪتاب ۾ ٻي ڏنل ڪهاڻي "ٻين جهڙو هڪ عام انسان ۽ هڪ مضمون "ڪويتا جا تضاد" هڪ الڳ جائزو لکڻ جهڙا آهن ۽ ڪتاب جو ٽيون مضمون "پوسٽ اسڪرپٽ" بہ منهنجي آڏو نئين ادب کي سمجهڻ لاءِ هڪ سنجيده مطالعو آهي پر مون لکڻ فقط هن ڪتاب جي ان سفرنامي تي چاهيو آهي جنهن جو ذڪر مٿي ٿي آيو يا وري مون کي "ريت جي آڪاس ۾ ڏرتيءَ جي کوج" نالي واري لکڻيءَ وڏيڪ ڪجهہ بہ لکڻ کان روڪي بيٺي آهي. پوءِ بہ زور ڏيئي آخر ۾ ڪجهہ سٽون لکڻ چاهيان ٿو جن جو مقصد هي آهي تہ سفرنامي ۾ هندي اکرن جو گهڻو استعمال ڪٿي ڪٿي ڏکيو لڳو آهي، ان حد تائين جو ڪتاب/سفر کي ماڻڻ/پوڳڻ ۾ رڪاوٽ بڻيو آهي. هريش کي ڪجهہ هلڪو هٿ رکڻ کپي ها! پوءِ بہ اهو سونهري سچ آهي تہ "ٻڙي ۽ ٽي ٻڙيون" ڪتاب ڇپرائي ڪاڪي هري موٽواڻي (جيڪو هاڻ سرڳواسي بڻجي ويو آهي) نہ رڳو سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي پڙهندڙن کي هڪ خوبصورت ترين ڪتاب ڏنو آهي پر گهڻي عرصي کان لکڻ ڇڏي ويل هريش واسواڻيءَ کان ڪجهہ نئون لکرائي ورتو آهي، اهو سنڌس احسان سنڌي پڙهندڙ ياد رکندا جيڪي ڪُجهہ بہ نئون پڙهڻ جا چاهڪ آهن. نئين مان منهنجي گهرج وقت نہ آهي، ويچار آهن، اهو ياد رکڻ گهرجي!



# ڪيئن وساريان ويڙهيچن

[وينا شرنگيءَ جي ڪتاب 'ڪيئن وساريان ويڙهيچن' تي هڪ نظر]

•

## مهرالنساءِ لاڙڪ




سنڌ ڌرتي ڏات ڌڻين جي ڌرتي آهي. هن ڌرتيءَ تي ڪيترائي ڏات ڌڻي آيا ۽ پنهنجا وارا وجائي ويا ۽ ڪيترا اهڙا آهن، جيڪي ڪنهن نہ ڪنهن مڪتبہءِ فڪر سان تعلق رکندي پنهنجي شعبي ۾ پنهنجي ڏات ذريعي سنڌ جو نالو روشن ڪري رهيا آهن. هر ڏات ڌڻيءَ، ٻوليءَ ۽ پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو آهي.

جديد دنيا جي ترقي واري سماج جي نئين تصور ۾ عورتون پڻ مردن سان گڏ، هر شعبي ۾ اڳيان آهن. هر ماڻهو پنهنجي صورت، نالي ۽ ڪم جي حوالي سان سڃاتو وڃي ٿو ۽ سماج ۾ الڳ جاءِ والاري ٿو. اهڙن ماڻهن ۾ ڪي اهڙا نالا بہ جنم وٺندا آهن، جن جي سڃاڻپ قوم، ٻولي، ڌرتي ۽ ادبي يا سياسي حوالن سان ٿيندي آهي، جيڪي هن وشال ڌرتيءَ تي، صبح جي ستاري جيان روشن صبح جو پيغام ڏيندا آهن. اهڙن ئي روشن ستارن ۾ ادبي ڪيتر ۾ هڪ نالو اهم جاءِ والاري ٿو. اهو نالو 'وينا شرنگيءَ' جو آهي.

مارچ جو مهينو دنيا ۾ بهار رُت ۽ عورتن جي عالمي مهيني طور سڃاتو وڃي ٿو. اڄ کان سوين سال اڳ اُن روايت کي پوريءَ دنيا ۾ وڏي شان شوڪت ۽ مڪمل تسلسل سان ملهايو ويندو آهي. دنيا جي اهڙي بهتر عمل ۾ سنڌ بہ پنهنجو حصو ملهائيندي رهي آهي.

هر عورت پنهنجي وت ۽ ذهني سگهہ آهر، مارچ مهيني ۾ پنهنجي طرفان عورتن لاءِ ڪانہ ڪا سوکڙي ضرور ڏيندي آهي پر حيدرآباد ۾ ناري پبليڪيشن طرفان، هند سنڌ جي ناميارِي ليکڪا وينا شرنگيءَ جو لکيل ڪتاب "ڪيئن وساريان ويڙهيچن" مارڪيٽ ۾ پهتو آهي. ناري پبليڪيشن طرفان مارڪيٽ ۾ آندل هي 47 هون ڪتاب آهي.

هن ڪتاب جو عنوان پاڻ ئي ٻڌائي ٿو تہ هُو پنهنجي ماروئڙن ۽ پنهنجي ماتا ڌرتيءَ جي يادگيرين سان سلهاڙيل آهي. ادي وينا شرنگي، جيڪا اصل ۾ لاڙڪاڻي- ساهہ سيباڻي جي پرسان شهدادڪوٽ شهر ۾ نِج سنڌي ڳوٺاڻي ماحول جي پليل آهي، پر هينئر دهليءَ (هندستان جي گاديءَ جو هنڌ) ۾ رهي ٿي. سندس

هيءَ ڪتاب پڙهي اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ پاڻ نندپڻ کان ئي بهادر، سمجهدار ۽ محبت ڪرڻ واري آهي. اها خوبي اڄ تائين سندس وجود ۾ شامل آهي. جنهن ڪري سندس شخصيت ۾ 'پنهنجائپ' جو عنصر وڌيڪ موجود آهي. پاڻ سٺي ليکڪا، شاعره ۽ آل انڊيا ريڊيو تي سينيئر اناؤنسر ۽ پروڊيوسر پڻ آهي. هُوءَ اڻ ڳڻين خوبين جي مالڪ آهي.

ادي وينا، هن ڪتاب ۾ پنهنجي زندگيءَ جي اوائلي دؤر کي ڏاڍي خوبصورت انداز ۾ قلمبند ڪيو آهي. پاڻ نہ صرف جذبن جو اظهار ڪيو اٿس پر حقيقتن کي قلمبند ڪيو آهيس. جيڪو ڪجهہ هن پنهنجي اکين سان ڏٺو اُهو ئي پيش ڪيو آهي. ڪتاب جي شروع ۾ ليکڪا، ڪتاب جي ارپنا پنهنجي والد گوبي ڪرشن ۽ والده ستي کي ڪئي آهي، جيڪي ٻئي ڪردار، سماجي ۽ قومي ڀلائيءَ جي حوالي سان اهم آهن ۽ انهن ٻنهين جو ڪردار پنهنجي اولاد لاءِ پڻ اڳتي هلي سماجي خدمتگار هئڻ جو سبب بڻيو.

ڪتاب جي پبلشر، نذير ناز صاحب بہ صفحي 5 تي 'اداري پاران' لکيو آهي. اديءَ جو هيءَ جملو ڏاڍو دل کي وڻندڙ ۽ پڙهندڙن جي اتساهہ لاءِ ڪافي آهي: "وينا جي لکڻين مان سنڌ ڌرتيءَ جي محبت ليئا پائي رهي آهي ۽ هن ڪتاب ۾ سنڌ جي مٽيءَ جي مهڪ اچي رهي آهي". وينا شرنگيءَ جو هيءُ 18هون ڪتاب آهي. صفحي 8 تي سنڌ جي ناماري شاعر ۽ ليکڪ ادل سومري جي دل جون ڳالهيون شامل آهن. ادل سومري لکيو آهي: "وينا شرنگيءَ جو نالو هند ۽ سنڌ جي ادبي دنيا ۾ نئون ناهي." ادي وينا جو دهليءَ ۾ "مارئي" تنظيم جي پليٽ فارم تان سنڌي ادب جي اوسر ۽ پکيڙ ۾ اهم ڪردار رهيو آهي. هڪ ناليواري ليکڪا جي روپ ۾ هن ڪيترائي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ کي ارپيا آهن، پر پوءِ بہ هُوءَ شهرت يا پذيرائيءَ جي تمنا کان پري آهي. اڳتي هلي ادل جا هي جملا وينا جي سٺي ليکڪا هجڻ جي ثابتيءَ لاءِ ڪافي آهن تہ "وينا شرنگي پنهنجي باري ۾ کهڙي بہ راءِ قائم ڪري پر ان حقيقت کان انڪار ڪير ڪري سگهندو تہ هوءَ سنڌي ٻوليءَ جي هڪ مانائتي ليکڪا ۽ اديبا آهي. هن ريڊيو پروگرامز وسيلي سنڌي ٻوليءَ جي ميجتا لاءِ پرچار ڪيو آهي. اهي سيئي عمل اهڙا آهن جن جي وسيلي هڪ انسان عام ماڻهوءَ مان شخصيت بڻجي ٿو."

صفحي 13 تي بہ اکر، ڊاڪٽر فهميده حسين پاران لکيل آهن. هتي مختصر طور يعني ٻن اکرن ۾ ميڊم، جامع انداز ۾ وينا بابت پڌائي ويئي آهي. خاص طور وينا جي ٻوليءَ جي باري ۾ ميڊم خوشيءَ ۽ اطمينان جو اظهار ڪيو آهي، جيئن هن جملي مان اسان سمجهي سگهون ٿا: "سندس ٻوليءَ ۾ رواني رس ۽ چَس آهي. هن جيڪي زندگيءَ جا ننڍا ننڍا واقعا بيان ڪيا آهن، انهن مان هوءَ هڪ سچاڻ ۽ دردمند دل رکندڙ خاتون محسوس ٿئي ٿي. هي ڪتاب پڙهي جتي سندس نج سنڌي ٻوليءَ کي ساراهڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي، اتي ٻيون بہ کي خوبيون متاثر ڪن ٿيون، جن ۾ سڀ کان پهرين سندس سنڌ ۽ سنڌين لاءِ اُڪير ۽ محبت آهي ۽ ٻيو مذهبي ڀيد ڀاوَ کان دوري ۽ هر هڪ انسان لاءِ هڪ جهڙو احساس نمايان آهي. بالڪپڻ جي يادگيرين تي مشتمل هن ڪتاب ۾ مختلف عنوانن سان يادگيرين کي قيد ڪيو ويو آهي."

'ڪيئن وساريان ويڙهيچن' جي صفحي 178 تي، وينا تڏهن جو واقعو بيان ڪيو آهي، جڏهن اجا هوءَ 21 ڏينهن جي هئي. هن واقعي ۾ اندازِ بيان ڏاڍو پُرڪشش آهي. پاڻ لکن ٿيون ته "اغوا ڪندڙ نوڪر کي، ٻڍيون عورتون پٽ پاراتن سان گڏ پوندا پڻ ڏئي رهيون هيون. تنديون نيڻيون واڻلي جي پوٽيءَ مان اڌ منهن اگهاڙو ڪري، ڪاوڙ ۾ نڪ چپ موڙي رهيون هيون. هتي دراصل انهن لڪل جذبن جو اظهار ڪيو ويو آهي، جيڪي عورت لڪائي هلندي آهي پر موقعي تي نه چاهيندي به اظهار ڪري ونندي آهي. صفحي 23 تي لکي ٿي ته. پنهنجي عورت هئڻ جو احساس شدت سان ٿيو پنهنجي همت ۽ قوت جي تور، جڏهن تارازي ۾ ڪيم ته عورت جي وزن جو پلڙو جهٽڪي سان ڪچي ويو ۽ مرد جي پيٽ ۾ ڪَگ برابر لڳم. توازن جو احساس ڪري گهبرائجي ويس پر قسمت ۽ عقل ساٿ ڏنو." هتي ليکڪا، اهو ثابت ڪيو آهي ته جيڪڏهن عورت بظاهر، جسماني سگهه ۾ مرد کان گهٽ آهي ته عقل ۾ وري سرس آهي ۽ عقل جي آڌار تي هن، طاقتور مرد کي به قابو ڪري ورتو. ادي وينا، يادگيرين ۾ پنهنجن تجربن کي پڻ سٺو قلمبند ڪيو آهي. جيئن پاڻ صفحي 77 تي لکن ٿيون ته. "انهن ڏهن سالن واري مصيبت ۽ قدرتي ڦهر يا خدائي ناراضپي واري دؤر دؤران، پنهنجن پراون جي چڱيءَ طرح پرک ٿي آهي، پنهنجي پرائي ثابت ڪرڻ لاءِ وقت کان وڏو ڀيو ڪو پارکو نٿو ٿي سگهي". شايد انهن تجربن کيس به پارکو ۽ پُراعتماد بڻائي ڇڏيو آهي. سندس گهر ۾ سندن نوڪر جلال خان جو ڪردار، سماج جو هڪ بهترين ڪردار آهي. چاڪاڻ ته اهو ڪردار "حال محرم" وارو آهي. سنڌيءَ جي هڪ چوٽي ياد ٿي اچي ته "مائٽ مري وڃن پر مجيجي شل نه مرن". انهي چوٽيءَ مطابق ادي لکي ٿي ته جلال خان کي گهر جي تي هر هڪ ڳالهه جي ڄاڻ آهي، شايد ڪيترين ڳالهين کان اسين به واقف نه هجون پر هو هر هڪ حادثي، هر هڪ داستان، هر هڪ ماڻهوءَ جي رويي کان واقف آهي. (صفحو 78) آخري ڪهاڻي "حب الوطني" ۾ جيڪي ادي، گهر جي ڪرت ڪار جا رنگ چٽيا آهن، اهي ڏاڍا اُتمت آهن.

خاص طور جڏهن 16 مارچ تي ريڊيو تي هوليءَ جو جشن ٿيو ته اهڙي رنگا رنگي پروگرام ۾، جڏهن سڀ بيگمات اُچيون ۽ قيمتي ساڙهيون پائي اچن پر ادي وينا، سوسيءَ جي سلوار ۽ ڪڙتو پائي وئي ۽ پوءِ جڏهن وزيرِ اطلاعات و نشريات مسٽر هرڪشن لال ڀڳت سان تعارف ڪرايو ويو ته سيني کي ڇڏي انفرادي لباس ۽ سڀاڄهي ٻوليءَ جي ڪشش سبب کيس انفرادي اهميت ملي ۽ منسٽر ڪانئس حال احوال ورتا. ان وقت انهن بيگمات جي ڇا ڪيفيت هوندي، جن کي ايتري سجاوت باوجود اهميت نه ملي، تڏهن ته اديءَ جو حُب الوطنيءَ ۾ ايمان وڌيڪ پختو ٿي ويو:

تهڙو ڪينجهر ۾ ڪين پيو جهڙي سونهن سنڌياس
مڌ ميائيون، مڪڙا، مڙئي معاف ٿياس
مورچل مٿانس، اُپو تماچي تي هٽي.



# شعر سهارو بڻيا

.[ابراهيم کوسي جي شعري مجموعي
’ڇا لاڙ سڄي ۾ آهي امن‘ تي تبصرو]

•

## شاهد حسين عمراڻي

دنيا اندر هر انسان پنهنجي نگاهِ نظر سان قدرت جي حسين فطرتي سونهن کان متاثر ٿيندو رهيو آهي، ۽ اڃا به ٿيندو رهندو. انهي فطرتي سونهن کي پرکڻ ۽ سڃاڻڻ جو انداز هر اک جو الڳ ۽ جداگانه ٿيندو آهي. هڪ عام ماڻهو ۽ حساس دل شاعر ۽ اديب جي پرک ۾ وڏو فرق هوندو آهي. روزمره جي زندگيءَ ۾ سنڌي طرح يا اڻ سڌيءَ طرح ڪيترن ئي مسئلن، مونجهارن ۽ مشڪلاتن سان مدِ مقابل ٿيڻو پوندو آهي. جيڪي ماڻهو زماني ۽ حالتن سان سمجهوتو ڪرڻ ۽ همت هارڻ بجاءِ حوصلا رکي ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ اڳيان ڪڏهن به ڪنڌ نه جهڪائين، بلڪ حق ۽ سچ جو ڳاٽ اوچو ڪندي سدائين پاڻ کي ٻين جي ڀلائيءَ لاءِ وقف ڪري ڇڏين، اهڙن انسانن جي همت ۽ حوصلي تي اسان کي سدائين ناز رهندو آهي. سنڌي ادب اندر شاعريءَ جي خوبصورت باغيچي ۾ هزارين گُلن جي خوشبو لکين دلين کي معطر ڪندي رهندي آهي. اها ٻي ڳالهه آهي ته پوءِ ڪو ماڻهو انهي باغيچي مان ٽورو واس وٺي، ته ڪو انهي باغيچي سان هميشه لاءِ لنئون لائي سندس سيوا ڪندو رهي.

سنڌي شاعريءَ جي سرتاج ڀٽائي گهوٽ کان وٺي سچل، ساميءَ تائين، مولوي حاجي احمد ملاح کان وٺي مخدوم طالب المولىٰ تائين، شيخ اياز استاد بخاري، تاجل بيوس، تنوير عباسي، شمشير الحيدري ۽ سرويچ سجاوليءَ کان وٺي آڪاش انصاريءَ، ادل سومرو اياز گل، آسي زميني، تاج بلوچ ۽ تاج جويي تائين گلن جي هڪ وڏي کيپ آهي. جيڪا خوشبوءِ وکيريندي رهي ٿي. انهن گلن کان هٽي ڪري هن جديد دور تي نظر ڊوڙائبي ته ڪافي نوجوان گلن جي صورت اختيار ڪري خوشبوءِ اوتيندا نظر ايندا. سندن ڳاڻيٽو ڪرڻ مشڪل آهي. انهن نوجوانن ۾ اسان جو پيارو دوست ابراهيم ڪوسو به اوهان کي معاشري جي منظر نگاري ڪندي پنهنجي قلم جي نوڪ سان خوشبو وکيريندو نظر ايندو ابراهيم

اونداهي ماحول ۾ رهندي بہ دل شڪستہ ڪڏهن ڪونہ ٿيو. سدائين پنهنجي صلاحيتن کي ڀرپور استعمال ڪري ثابت ڪري ڏيکاريائين تہ زندگي الله طرفان مليل هڪ تحفو آهي. جنهن جي حفاظت ڪرڻ انسان تي فرض آهي. ابراهيم هزارين درد ۽ تڪليفون پاڻ مٿان سٽي سدائين مسڪرائيندو هن معاشري جي ڏکي انسانن کي دلاسا ڏيئي همت ۽ حوصلو اربي جيئڻ کي ترجيح ڏياريندو رهيو آهي. "ڇا لاڙ سچي ۾ آهي امن" ابراهيم ڪوسي جي هن پهرئين شعري مجموعي کي ڪويتا پبليڪيشن حيدرآباد طرفان ڇپائي منظر عام تي آندو ويو ۽ ابراهيم ڪوسي جي شاعريءَ متعلق سنڌي شاعري جي باڪمال شاعر آسي زميني تمام سٺو ۽ سهڻو مضمون لکي، سندس شاعريءَ جي متعلق خوبصورت تحرير لکي آهي ۽ ان کان سواءِ هرچند ڪمار بہ ليک لکيو آهي. ابراهيم ڪوسي جي باري ۾ توڙي سندس شاعريءَ تي راءِ ڏيڻ کي آسيءَ آسان ڪري ڇڏيو آهي. آسي، ابراهيم کي هڪ فقير منش انسان سڏي سندس شاعريءَ جي وحدت الوجود کان وٺي عشق و محبت، ظلم و جبر ۽ معاشري ۾ ٿيندڙ ناانصافيءَ کي نروار ڪندڙ تخليقار ڪوٺي ٿو. واقعي آسيءَ جي ڳالهہ سان آءٌ بہ سهمت آهيان ۽ سندس راءِ کي اهميت ڏيان ٿو. ابراهيم اهڙوئي انسان آهي، جنهن ڪڏهن بہ پنهنجي پاڻ لاءِ ڪا هام ڪانهي هڻي. سادو سودو ٺيٺ ٻهراڙيءَ ۾ رهندڙ پروچاٽو يار عشق جي ور چڙهي ويو. حضرت عشق کيس رڳي ڇڏيو:

عشق اچڻ سان اڏجي وياسين،
عاشق نالي سڏجي وياسين.
ويئي اونده من مان تڙجي،
روشنين ۾ رَلجي وياسين.
هونئن تہ پاڻ خوش فقيريءَ ۾،
پر برهہ ۾ ڇا ڇا ٻڌجي وياسين.

فقيري طبيعت رکندڙ ابراهيم ڪڏهن وري ويٺي ويٺي عشق سان پيار ۽ محبت اندر شڪوه بہ ڪري ويهي ٿو:

عشق ۾ ڇا ڇا نہ سهڻو ٿو پوي،
هر گهڙي نئون موت مرڻو ٿو پوي
امتحان در امتحان هر ڪا گهڙي،
جيئن ڪرائي عشق ڪرڻو ٿو پوي

ابراهيم جي شاعرانٽي سگهہ ۽ فڪري اڏام جي گهرائي تہ ڏسو. پاڻ اڳئين خيال کان هٽي وري عشق جي عَلم کي مٿاهون رکي عشق جي بازي کٽڻ سان گڏ پاڻ کي خوش نصيب سڏي ٿو:

عشق ۾ سو امتحان ڏيڻا پيا،
پر بلآخر پاڻ سا بازي کٽي.

خوشنصيب آهين تون ابراهيم سچ،
عشق عيوض شاعري توکي ملي.

واقعي خوش نصيب آهي ابراهيم جنهن کي عشق عيوض شاعري ملي آهي. سندس ڪتاب جي مطالعي مان اهو اندازو ٿي وڃي ٿو ته پاڻ مشڪلاتن محرومين ۽ ناانصافين جي ور چڙهي، ڪڏهن به مايوس ڪين ٿيو ويتر پنهنجي سوچ ۽ فڪر ۾ اضافو ڪندو رهيو. قداور ۽ سنهڙي هانيءَ جو مالڪ. ائين پيو پائنجي ته تيز هوا جو جهونڪو به کيس اُڏاري وڃي. جيڪو عشق جي آويءَ مان پچي لال ٿي نڪتو. سدائين سچ جو ساٿاري رهيو آهي. هميشه ڪوڙ کان سخت نفرت ڪندڙ پنهنجي موقف تي سدائين قائم رهندڙ هر ڪنهن کي سچ منهن تي چئي ڏيندڙ زماني جي کهرين اکين جو نشانو به ضرور بڻيو آهي. جيڪي سچ ٻڌي ڪڏهن به برداشت ناهن ڪري سگهنديون:

چڱائي ڪرين ٿو چڱائي نه ويندي،
وفائي ڪرين ٿو وفائي نه ويندي
وڏن ۽ ننڍن کي چوين سچ ٿو تون،
سچائي ڪرين ٿو سچائي نه ويندي
ڏکائي تون دلڙي انڌيرن ۾ ڪوسا،
سُهائي ڪرين ٿو سُهائي نه ويندي

خدا ڪري سندس ذهن ۽ شعور مان نڪرندڙ سُهائي ڪڏهن به گهٽ نه ٿئي ۽ سدائين وڌندي رهي. جبل جيڏو حوصلو رکندڙ ابراهيم پنهنجي محبوب کي التجا ڪندي عاجزيءَ مان ڪڏهن ائين به چئي ويهي ٿو.

ڀروسو حياتيءَ تي پل جو نه آهي،
ملي وڃ ميارون مڙيئي مٽائي.
هلي آ هلي آ اسان ڏي هلي آ،
متان موت جيون جو ڏيئو اُجهائي.

الله سائين سندس جيون جي ڏيئي کي سلامت رکي. ابراهيم جي شاعريءَ ۾ نج سنڌي ٻولي استعمال ٿيل آهي. جيڪا هر عام ماڻهو سولي طرح سمجهي سگهي ٿو. سندس شاعريءَ جو هيءُ پهريون ڪتاب آهي. آخر ۾ پيار ۽ محبتون ارپيندي منهنجي کيس دعا آهي ته سندس قلم جي نوڪ ڪوڙ تخليقون تحرير ڪندي رهي:

شعر سهارو بڻيا ورنه
ڪوسا پنهنجا چپ سبي ويا.



# امرت ناما

'امرتا'، اپريل 2009ع طويل انتظار ڪرڻ بعد مليو. نثر ۾ رتيءَ جي رهاڻ جي سلسلي ۾ نصير مرزا جي طارق عالم سان ڳالهه ٻولهه ڪان سواءِ ٻين ليکن ۾ پرواني ڀٽيءَ جو 'ڪتابِ زندگيءَ جا ورق'، قاضي خادم جو 'دل جي دفتر مان'، محمود مغل جو 'اسين ڏاڍو ڪڏهن کلندا هئاسين'، تاج جويو جو 'اينڊرُ بهار جي اوسيئڙي ۾'، مارو جماليءَ جو 'محسن ڪڪڙائي پنهنجي شعر جي آئيني ۾'، سڪندر ڪورائي جو 'رڪيل مورائي: منهنجو دوست'، الطاف شيخ جو 'ايران جو سفرنامو' ۽ ڪهاڻين ۾ قمر شهباز جي 'جڏهن بيت تنهنجا رنا ها ڀٽائي' ۽ آسي زمينيءَ جي ترجمو ڪيل ساحر ۽ جادو بيحد متاثر ڪيو. سچ پڇو تہ اهي هن پرچي جي چمن جا گلاب، موتيا، چنبلي ۽ رابيل آهن. شاعريءَ ۾ امداد حسيني، مرتضيٰ ڏاڏاهي، ادل سومرو، اياز گل، طارق عالم، فوزيا بانو زيب سنڌي، ايوب کوسو گل ڪونڌر، بخشل باغي، مشتاق بخاري، الله نواز نوحاڻي، محبوب درس، شير محمد هاليپوٽو فياض چنڊ ڪليري، ايس نسيم ميمڻ، گل بهار باغائي ۽ قادر بخش پريم رسالي جي شاعريءَ واري آسمان جا خوبصورت تارا آهن. سندن شاعري بيحد وڻي.

**نياز خالدي**۔ حيدرآباد

'امرتا' جي ٽائيٽلس تي مختلف رنگ ۽ دلڪش جهان فتاح جي محنتن جو ثمر آهن. هونئن بہ محنت جڏهن ڪجهہ تي تہ ان محنت جو ثمر ڪنهن نہ ڪنهن شڪل ۾ ضرور سامهون اچي ٿو. اوهان جون بہ محنتون آهن جو پنهنجي تسلسل کي قائم رکندي امرتا کي 87۔88هين وِک وڌائي اچا بہ اڳتي وڌي وڃڻ جو ساهس ڏاريو ويٺا آهيو. اهڙو ئي جذبو اهڙي ئي ڪمٽمينٽ جيڪڏهن هر ڪم ۾ سنڌ جو هر فرد پيدا ڪري تہ پوءِ يقينن سنڌ جو منظرنامو ئي بدلجي وڃي. هر ماڻهوءَ کي ڪوبہ ڪم دل جي سچي وابستگيءَ سان ئي ڪرڻ جڳائي! جيڪڏهن اسان ائين ڪنداسين تہ ضرور پنهنجي منزل ماڻينداسين. "هِتان ڪٿي هُت، جن رکيو سي رسنديون." ڀٽائي صاحب اها مِت ڪنهن عظيم مقصد کي ذهن ۾ رکي ئي سرجي هئي. عظيم مقصد کي ننڍا مقصد ئي وجود ڏيندا آهن. ائين ئي جيئن ڳوٺن جا ننڍڙا ۽ ڪچا پيچرا وڃي شهرن جي وڏين ۽ پڪين شاهراهن تائين پهچائيندا آهن. گذريل 'امرتا' ۾ 'امرتا جي آواز' جو عنوان: "ساهہ مُٺ ۾" هيو. اهو عنوان پڙهندي ٿوري دير لاءِ سنڌ جو سپوت ليکڪ "ماڻڪ" منهنجي سوچ جي محور ۾ اچي ويو. ايڊيٽوريل جي موضوع مطابق واقعي بہ "اڄ" جي چٽي حقيقت اها آهي تہ ڪوبہ ماڻهو محفوظ ناهي! ماڻهو محفوظ هجي بہ ڪيئن...؟!۔ دنيا جو محفوظ ناهي. اُها دنيا جنهن ايڪيهين صديءَ ۾ پير پائيندي بہ خوفناڪ جنگيون ڏٺيون هجن... هيروشما ۽ ناگاساڪي انساني انا جي ڪري ايٽمي حملن سان تباهہ ٿيندي ڏٺا هجن.

عراق وارو بغداد- جنهن کي ماضيءَ ۾ چنگيزن ۽ هلاڪوئن تباهه ڪيو- دنيا ڏٺو ته جديد دور ۾ به اهي ساڳوٽا هلاڪو ۽ چنگيز خان جيئرا آهن، جن هن دنيا کي تباهه ڪيو. بهانو ڪهڙو؟ ته "وڏي تباهيءَ وارا هٿيار بغداد جي ڪُک ۾ لڪل آهن. وارو ڪريو نه ته دنيا تباهه ٿي ويندي" پوءِ بغداد جي ڪُک مان جيڪي هٿيار نڪتا اُهي به سڄيءَ دنيا ڏٺا! هر ڳالهه جا ڪي نه ڪي سبب هوندا آهن. دنيا ۾ جيڪا دهشتگردي ٿئي پئي، ان جا به ڪي سبب آهن. ڪنهن به ماڻهوءَ کي "خوش" رکڻو آهي ته ڏسڻي آڱر سان اشارو ڪري وات مان 'شاباس' جو لفظ ڪڍبو ته سڀ سڻايون ٿي وينديون. پر ان جي ابتڙ ۾ ڪنهن آڱر سان اشارو ڪنداسين ته ردعمل ۾ ڪاوڙ پيدا ٿيندي. جيڪا پوءِ الائجي ڪٿي وڃي دنگ ڪندي؟! 87هين 'امرتا' ۾ شيخ اياز تي به مضمون آهن. جيڪي معلوماتي هئڻ سان گڏ سندس جنم واري مهيني جي پس منظر ۾ به ڳڻي سگهجن ٿا. خواجا سليم جو مضمون/ تاثر پڙهي موصوف جون مختلف هنڌن تي پڙهيل لکڻيون ياد اچي ويم سندس لکڻيون معلوماتي ته هونديون ئي آهن پر گڏوگڏ وٽندڙ پڻ هونديون آهن. انهيءَ سلسلي کي اڳتي وڌائڻ کپي! اڪبر سومري جو ناوليٽ صحيح رُخ ۾ هلي رهيو آهي. اڪبر جي خاص خوبي جيڪا مون کي نظر اچي ٿي اها هيءَ آهي ته سندس لکڻين ۾ هڪڙي قسم جو خاص تسلسل هوندو آهي. جنهن ۾ هُو پنهنجو نج اسلوب اوتي ڇڏي ٿو. 'ڪماچ' لفظ جي وضاحت، جيڪا هن پيري ڏني وئي آهي اها ليکڪ کي پهرين قسط ۾ ئي ڄاڻائي ها ته بهتر هئو. بهرحال دير سان ئي سهي معلومات ۾ اضافي طور ڳڻي سگهجي ٿي. ڪتابن تي تبصري واري پورشن ۾ خليق ٻگهئي جو اپياس، "تنهنجو اوسيئڙو اڄان" معلوماتي ۽ وزندار لڳي محسوس ٿئي ٿو. 'امرتا' جي 88هين پرچي ۾ 'رتيءَ جي رهاڻ' جي سِري هيٺ پياري نصير مرزا جا سوالَ هجن ۽ طارق عالم جا وري جواب... ته پڙهڻ لاءِ دل ضرور اُڇلون ڏيندي. رتيءَ جي هن رهاڻ مان هڪ ته اها خبر پوي ٿي ته بطور هڪ رائٽر جي طارق عالم ادبي حوالي سان ڪهڙا رويا رکي ٿو ۽ اها پڻ سُڌ پوي ٿي ته ڪنهن وقت ۾ هن پاڻ کي سنڌي ادب جو 'رومیو' سمجهيو ۽ سڏايو هئو. ۽ ماشاءالله طارق! اوهان اڄ به ان کي ڏِس اون نٽا ڪريو. هونئن به ڏسجي ته سچو مجنون پٿر ڪائي به ليلا جي گليءَ جو گس نه ڀُلبو آهي. نه رڳو گس نه ڀُلبو آهي پر دلي احساسن جي حوالي سان سدا جوان رهي پنهجي مقصد واري ليلا پنيان ڊڪندو رهي ٿو. ماهتاب محبوب جنهن 'خواب خوشبو ڇوڪري' ۽ 'پيار پناهون ڇانورا' جهڙا ناول سنڌي ادب کي ڏنا آهن. ان جي تحرير جڏهن به پڙهجي ٿي ته نون احساسن جون دريون پاڻ مُرادو کلڻ ٿيون لڳن. خاڪي جهڙي صنف سان جيئن ادي ماهتاب نباهيو آهي ۽ ان شخصيت لاءِ پنهنجا احساس، خيال ۽ رايا، لفظن جي اندلني رنگ ۾ نکيري ٿي، اهو سندس ئي خاصو ڇنڇي ته وڏاءَ نه ڇئبو ۽ پياري نصير لاءِ هن جيڪي به لکيو آهي اهو پڙهي جڏهن نصير صاحب سان ڪيل ملاقاتون ذهن ۾ ٿيون اچن ته هڪ اهڙي حقيقي دائري ۾ پاڻ کي محسوس ٿو ڪريان. جيڪو ماهتاب محبوب منهنجي چوڦير اُڏي ڇڏيو آهي. امداد حسيني اسان جي عهدِ جديد جو اهم شاعر آهي. ان ڪڏهن ائين چيو هئو: 'منهنجي جان جلائڻ وارا، دل ۾ دم دم دکندو رهندين.' - ۽ اڄ وري هن جي غزل جي سِري ۾ هيئنئن پڙهون ٿا: 'هڪڙو سگريٽ ته پي سگهجي ٿو ايتري دير ته جِي سگهجي ٿو.' هڪڙي سگريٽ پيئڻ ۽ اوتري دير جيئڻ واري وٿي. ڪيتري نه هم آهنگي آهي هنن ٻنهي سٽن ۾! پر اُن کان وڌ جديد زندگيءَ جي ترجمي به هنن ئي سٽن

مان ڪنهن بڪايل ٻار جيان دانهن ڪري ٿي. آءُ وڏيڪ حوالي طور سنڌس غزل جون اڳيون سٽون هتي ان ڪري نٿو ڏيان ڇاڪاڻ جو اسين سڀ جديد زندگيءَ جا جيوَ آهيون جن لاءِ وڏيڪ ڪوٽيشنس ۽ وضاحتون ڪابہ معنيٰ نٿيون رکن. 'ڪچو رنگ، وڏي ڪهاڻي' تاج بلوچ جو تنقيدي اپياس هڪ ڀرپور لکڻي آهي. اهڙي قسم جا سنجيده تنقيدي اپياس تسلسل سان اچڻ کپن ۽ مون کي يقين آهي تہ اوهان بہ ائين ئي چاهيندا هوندا. قمر شهباز جي ڪهاڻي روايت جي وهڪري ۾ هڪ ڇولي محسوس ٿئي ٿي ۽ ڪي ڇوليون سچ تہ وڏي ڇوهَ سان ڇُلنديون آهن. 'موت جو جشن'. ڪهاڻي جديديت جي ذائقي ۾ آهي. مريض ڪردار جيڪو شايد ليڪڪ بہ لڳي ٿو اُن جي دائريءَ ۾ ورتل نوٽس ڊاڪٽر پڙهي ٿو. اهو فطري ڇنجي يا غير فطري. ڇو تہ اڄڪلهہ ڊاڪٽر مريضن کي بہ صحيح ناهن ڏسندا.

**بهادر ٽالپر** ـ ڇتو مادراڻي

محبوب جيئن انتظار ڪرائيندڙ 'امرتا' جڏهن ٻاڻ ڀسائيندو آهي، تڏهن سڀ دوريون درد ۽ شڪوه شڪايتن کي گهڙي پل لاءِ اکين کان اوجهل ڪري ڇڏيندو آهي. مارچ 2009ع واري 'امرتا' جي پڙهڻ جي شروعات ايڊيٽوريل کان ٿي. اڳيئي 'ساهہ مُٺ ۾' هو سو بہ آگرين جي وٿين مان نڪرڻ لڳو. "سنڌ ڌرتي جو عظيم شاعر، شيخ اياز" ڇيني لالواڻيءَ جي لفظن ۾ پنهنجي آغوش ۾ آٽي پيار محبت ۽ حب مان همٿائيندو رهيو. 'شاهہ لطيف جا واقعاتي بيتَ' آزاد ابوبڪر ڇتي جو مضمون بهتر هيو. 'ڪتابِ زندگيءَ جا ورقَ' ڇڻ تہ هالا جا هينڊيڪرافٽس هئا. ائين سمجهو آءُ پرواني جي پر وٽي غور فڪر سان سنڌس پيڻ ۽ پني کي ڏسندو رهيس. محمود مغل پنهنجي ساروڻن ۾ ڪلائڻ بجاءِ روئڻ هارڪو ٿي اداس ڪري اسان کي بہ ماءُ جي پيار ۽ محبت ۾ شامل ڪندو ويو. سنڌس ڀيڙا محسوس ڪندي درد جي شدت کي گهٽائڻ خاطر ڪويتا جي ڪچن سُرن کي ساهہ سان سانڍڻ لڳس. جيڪي تاج بلوچ جي تاب، جوهر جي جوت، ادل جي ادب، آسيءَ جي اميد، ايوب جي آهَہ آصف جي آجپي، فراق ۽ فياض جي فڪر، رجب جي رُسڻ ۽ گل جي ٽٽڻ تي مبني هئا. سائين محمد حسين ڪاشف جي قلم صداقت ۽ سچائيءَ کي سرسي ڏيڻ لاءِ سَرَنَ کي بہ سِير وڏي ٿر جي گانڌي مسڪين جهان خان ڪوسي متعلق مختيار گهمري مختصر ۽ جامع لفظن کي ڪٺو ڪري مسڪين کي ڀيٽا ڏئي سنڌس ياد دهرائي ڪيس ياد ڪيو مسڪين کي ٿر جو عوام ڪڏهن بہ وساري نہ سگهندو. "تنهنجو اوسيئڙو اچان" تي خليق ٻگهيو جو تبصرو ۽ اڪبر سومري جي ڪتاب "بوتيڪ کان بيڊ روم تائين" تي جمن احمداڻيءَ جو تبصرو 'دليون ڇڏي ڇاول ماٿهن جي ڪتا' ڪيترين ئي دلين کي ڌڙڪائيندا رهيا. جمن جي قلم ۾ ڪافي سگهہ موجود آهي. هُو لفظن کي مور جي ڀرن جيان سينگاري پيش ڪري ٿو. سنڌس محنت داد لائق آهي. 'امرتا' جو اپريل وارو شمارو بہ رنگ برنگي سٽاءَ ۾ سجايل آجپي ۽ اميد جي شمع کي جهرڪائيندو مون تائين پهتو. گذريل شماري جيئن 'امرتا' جي هن اگڻ کي بہ شاندار نموني سينگاري سنواري محبتن مان موڪليو ويو. اوهان جي محنتن کي داد ڏيڻ بہ ضروري آهي. هِن ڀيري 'امرتا' مان امر جليل الائي ڇو غائب هيو تنهن کان سواءِ خطن کي بہ ڪاٽ لڳل هو.

جيڪي گم هئا. پر پوءِ بہ پرواني جي پيار ۽ محمود جي محبت 'امرتا' کي رنگ لائي ڇڏيو سارو 'امرتا' عاليشان هو.

**ابراهيم ڪوسو** -ڳوٺ ڄامڻ ڪوسو تلهار

ماهوار 'امرتا' جو اپريل مهيني وارو پرچو منهنجي هٿن ۾ آهي ۽ سوچيان ٿو تہ 'امرتا' اڄ ڪهڙي مقام تي بيٺو آهي؟ آءٌ تقريبن ڏيڍ سال کان 'امرتا' جو باقاعده پڙهندڙ آهيان. ڏيڍ سال اڳ جي 'امرتا' ۽ اڄ جي 'امرتا' ۾ وڏو فرق آهي. اڄ جو 'امرتا' منهنجي خيال ۾ ادبي کيتر ۾ ٻين سڀني رسالن کان گوءِ کڻي ويو آهي. 'امرتا' جي ٽائيٽل ڊزائن ۽ ستاءُ ڏاڍو سٺو هوندو آهي. مون ڪافي سنڌي رسالن جو اهو حشر ٿيندي ڏٺو آهي تہ جڏهن هو مشهوريءَ جي انتها تي پهچندا آهن تہ پوءِ ايڊيٽر ۽ ايڊيٽوريل بورڊ خوش فهميءَ ۾ اچي رسالي جي معيار جو خيال نہ رکندا آهن ۽ نتيجي ۾ رسالو پنهنجو معيار وڃائي ويهندو آهي ۽ ڪي تہ مُرڳو بند بہ ٿي ويندا آهن. بهرحال توهان جي ٽيم ۾ سڀ برجستا ماڻهو آهن. جن جي مسلسل جدوجهد جي ڪري رسالو اڄ سٺي مقام تي بيٺو آهي. اپريل واري 'امرتا' ۾ نصير مرزا جي طارق عالم سان ڳالهہ ٻولهہ زبردست لڳي. نصير صاحب کي انٽرويو وٺڻ جو ڏانءُ آهي. قاضي خادم، پرواني ڀٽي ۽ محمود مغل جي يادگيرين جا ورق خوبصورت لڳا. شاعريءَ ۾ اُمداد حسيني، مرتضيٰ ڏاڏاهي، ادل سومرو طارق عالم. زيب سنڌي، گل ڪونڌر، ايوب ڪوسو ۽ اياز گل جي شاعري ڏاڍي بهترين لڳي. ڪتابن تي مختلف ليکڪن جا تبصرا بہ ڏاڍا سُٺا لڳا. هن ڀيري خطن وارو سلسلو نہ ڏسي عجيب لڳو. بهرحال منهنجي دُعا آهي تہ 'امرتا' وڌي ۽ ويجهي ۽ توهان اڃا اِن کان بہ وڌيڪ ادب جي خدمت ڪيو.

**سرمد ڪوسو** -بدين

'امرتا' تمام بهترين ۽ اعليٰ قسم جو سنڌي ادب ڇپي رهيو آهي جنهن مان معياري سنڌي ادب پڙهڻ جي ڪجهہ بک پڙهندڙ جي لهي وڃي ٿي. 'امرتا' جي هڪ نئين روايت تہ هو هر مهيني پنهنجو شمارو ڪنهن نہ ڪنهن، اديب، ليکڪ، شاعر، مصور جي نالي هوندو آهي. جنهن تان ٻين رسالن بہ 'امرتا' جي ڪاپي ڪري اپنا ڪرڻ شروع ڪئي آهي. 'امرتا' جو ٽائيٽل بہ منفرد قسم جو آهي هر دفعي، جو هُن کي فتاح هاليپوٽي جا هٿ نصيب ٿين ٿا. جيڪا بہ تعريف لائق ڳالهہ آهي.

**هوش محمد ڀٽي** -باڊهہ

'امرتا' سنڌي ادب ۾ نواڻ آڻڻ لاءِ سٺي ڪوشش ڪري رهيو آهي. آءٌ 'امرتا' ۾ هي پهريون دفعو خط لکي رهيو آهيان 'امرتا' رسالو هن ڀيري مٺي جي هڪ ڪتاب گنہ تان ورتم. پرواني ڀٽي جي آتم ڪٿا 'ڪتابِ زندگيءَ جا ورق' بہ بهترين هيو. ڪهاڻيو بہ سٺيون هيون ۽ 'امرتا' جي سونهن کي وڌائي رهيون هيون. ناوليٽ، سفرنامو تاثر، اپياس ۽ تبصرا پنهنجو مٽ پاڻ هئا.

**'راهي' عنايت الله نهڙيو** -مٺي ٽر

# ڪتابن جو عالمي ڏينهن

[دوستي اميجز سنڌ، حيدرآباد پاران ملهايل ڪتابن
جي عالمي ڏينهن جي تقريب جو احوال]

●

دنيا ۾ ڪتابن جي اهميت کي اُجاگر ڪرڻ ۽ ڪتابن جي ليکن جي مالڪيءَ واري حق کي يقيني بنائڻ واسطي يونيسڪو پاران 1995ع ۾ 23 اپريل کي ”ڪتابن جو عالمي ڏينهن“ (World Book Day & Copyright) ڪري ملهائڻ جو اعلان ڪيو ويو. جنهن بعد هر سال هيءُ ڏينهن دنيا ۾ ملهايو ويندو پيو وڃي.

ڪتابن جي عالمي ڏينهن جي سلسلي ۾ هن ڀيري دوستي اميجز سنڌ حيدرآباد پاران ٿياسافيڪل سوسائٽي حيدرآباد جي تعاون سان بسنت هال حيدرآباد ۾ هڪڙي ننڍڙي پر پروقار تقريب منعقد ڪئي وئي. جنهن جي صدارت سنڌ جي ڏاهي سائين محمد ابراهيم جويي صاحب ڪئي. جڏهن ته تقريب کي جويي صاحب کان علاوه نصيرمرزا، مصطفيٰ نانگراج، طارق عالم ابڙي، اسحاق سميجي، تاج جويي ۽ سليمان ابڙي خطاب ڪيو. تقريب جي شروعات ۾ ڳالهائيندي مصطفيٰ نانگراج چيو ته ”انساني سماج جي ترقيءَ جو دارومدار علم، ڏاهپ ۽ دانائيءَ سان ڳنڍيل آهي، جنهن جو وڏو ۽ بنيادي وسيلو ڪتابُ ئي آهي، پر بدقسمتيءَ سان اسان جي سنڌ جي ڀھراڙين جو ڪتاب اسيءَ جي ڏهاڪي کان پوءِ گهٽجو ڪري ٿپي رکي ڇڏيو ويو آهي. جهن ڪري سنڌي ماڻهو ڏينهون ڏينهن پٺتي ڌڪجي رهيا آهن ۽ اُن لاءِ جيڪڏهن اسان گڏجي فوري طور قدم نه کنيا ته پوءِ شايد اسان جي ترقي اسان جو خواب بڻجي رهجي ويجي.“ جڏهن ته نوجوان شاعر اسحاق سميجي چيو ته ”وحشي زمانن کي ڇڏي باقي هر دؤر ۾ ڪتاب جو راج رهيو آهي. اڄڪلهه سنڌ ۾ ڪتاب نه پڙهڻ جو وڏو سبب تعليم جي تباهي آهي، ڇو ته جتي اسڪولن کي تالا هجن اُتي ڪتاب سان محبت جو رشتو قائم ڪونه ٿيندو آهي.

خوبصورت شاعر نصير مرزا پنهنجي تقرير ۾ چيو ته ”سرڪار کي گهرجي ته سنا ڪتاب شايع ڪرائڻ لاءِ ليکڪن جي همت افزائي ڪري ۽ ڪتابن جي پڙهڻ واري شوق کي وڌائڻ لاءِ هر هنڌ هر جاءِ سرڪار ۽ اين جي اوز مُوبائل لائبريريون قائم ڪن. ته اسين ۽ اسان جو ايندڙ نسل ڪتابن جي پڙهڻ واري شوق سان ڳنڍيل رهون.

ناماري ليکڪ طارق عالم ابڙي ڳالهائيندي چيو تہ. ”اڄ جو نسل ان ڪري بہ ڪتابن کان پري آهي، ڇو تہ هُو انٽرنيٽ ۽ گيم جي دؤر ۾ پيدا ٿيو آهي. پر پوءِ بہ اسان کي پنهنجي نئين نسل کي ڪتابن سان ڳنڍيل رکڻ لاءِ هن قسم جي تقريبن ۾ وٺي اچڻ سان گڏ اٿندي ويهندي ڪتابن جي اهميت ٻڌائيندي رهجي.“

ڀهراڙين جي سماجي ترقيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيندڙ سليمان ابڙي هن موقعي تي چيو تہ ”اسان جي سنڌ ۾ ذهني غربت وڌيڪ آهي، ان ڪري اسين ڪتابن کان پري آهيون ۽ ان ذهني غربت کي گهٽائڻ لاءِ ڀهراڙيءَ جي ماڻهن ۾ تعليم جي ترقيءَ لاءِ هر وس واري ماڻهوءَ کي اڳتي اچڻو پوندو تڏهن ئي ڪجهہ ٿي سگهندو.

معروف اديب ۽ دانشور تاج جويي پنهنجي تقرير ۾ چيو تہ. ”اُهي ماڻهو خوشنصيب هوندا آهن، جن کي ماءُ ۽ ڪتاب جو ساٿ ملندو آهي ۽ اهڙي احساس وارن نوجوانن جو تعداد آهستي آهستي سنڌ ۾ وڌي رهيو آهي ۽ اُنهن ۾ ڪتابن پڙهڻ جو رجحان وڌي رهيو آهي. جتي بہ ڏسجو تہ نوجوان ڪتابن جي باري ۾ پڇن ٿا. جيڪا هڪ سٺي نشاني آهي پر پوءِ بہ اسان کي ڪتاب جي اهميت کي وڌائڻ لاءِ اڃان گهڻو ڪجهہ ڪرڻو آهي.“

ڪتابن جي عالمي ڏينهن واري تقريب ۾ صدارتي تقرير ڪندي سائين محمد ابراهيم جويي چيو تہ. ”اسان کي دوستي اميجز ۽ ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جو ٿورائتو هئڻ گهرجي، جن اسان کي ملڻ جو بهانو مهيا ڪيو. هن چيو تہ هر ڪتاب لاءِ هڪ ٻولي آهي ۽ ٻولي اها آهي جيڪا قوم سان ۽ وطن سان ڳنڍيل هجي. ٻوليءَ سان ئي قومون ٺهن ٿيون. وطن ٺهن ٿا ۽ تهذيبون جُڙن ٿيون. ڪتاب جي معنيٰ آهي علم يا ڄاڻ، پلي پوءِ اُها ڄاڻ تهذيب، سائنس، تاريخ ۽ فلسفي بابت هجي. اڄوڪو ڏينهن فقط ڪتابن لاءِ نہ پر انهن لاڳاپيل عظمتن کي ساراهڻ جو ڏينهن پڻ آهي. اسان کي گهرجي تہ اُنهن مان اتساهہ وٺون ۽ انهن تي عمل ڪريون.“

آخر ۾ جويي صاحب جي تجويز تي ويٺلن سان ويجهڙ ۾ سنڌن پڙهيل ڪتابن تي گفتگو ڪئي وئي، جنهن ۾ ڊاڪٽر الهہ نواز علي گل خشڪ، محمد خان جروار سميت اڪثر شريڪ مهمانن حصو ورتو.

جڏهن تہ تقريب ۾ ’23 اپريل ڪتابن جو عالمي ڏهاڙو‘ جي موضوع تي شگفتہ ناز جي لکيل مضمون جو سنگرام پاران ڪيل ترجمو ۽ مصطفيٰ نانگراج جو لکيل مقالو مهمانن ۾ ورهايو ويو.



# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوء چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

> وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
> پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
> - اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)